# تاجدارِ سخنوران

[غالبِ سنڌ حضرت فيض بخشاپوري جي
شخصيت ۽ فن]



مُرتب

ڊاڪٽر اسد جمال پلي
نواز علي 'نواز' ڏومڪي

غالبِ سنڌ فيض بخشاپوري اڪيڊمي - سنڌ

# تاجدارِ سخنوران

[غالبِ سنڌ حضرت فيض بخشاپوري جي
شخصيت ۽ فن]

مُرتب
ڊاڪٽر اسد جمال پلي
نواز علي 'نواز' ڊومڪي

غالبِ سنڌ فيض بخشاپوري اڪيڊمي –سنڌ
2024ع

| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب جو نالو | : | تاجدارِ سخنوران<br>[حضرت فيض بخشاپوريءَ جي شخصيت ۽ فن] |
| مُرتب | : | ڊاڪٽر اسد جمال پلي |
| | : | نواز علي 'نواز' ڏومڪي |
| ڊزائن/لي آئوٽ | : | مور ساگر |
| ڪمپوزنگ | : | نعمان جوڻيجو |
| ڇپائيندڙ | : | غالبِ سنڌ فيض بخشاپوري اڪيڊمي سنڌ - 03003440399 |
| ڇپيندڙ | : | ساحل پرنٽرز رابعه اسڪوائر حيدرآباد - 0333-2634650 |

قيمت /600 روپيه

ڪتاب ملڻ جو هنڌ

سنڌ جا بڪ اسٽال

# انتساب

هيءُ علمي ۽ ادبي سهيڙ ۽ ترتيب فيض صاحب جي مطالعي جي سلسلي ۾ سندس دوستن ۽ عقيد تمندن:

- جناب پروفيسر قلندر شاهه لڪياري صاحب
- محترم ڊاڪٽر عبدالجبار عابد لغاري صاحب
- سيف الله خالد يوسفائي

۽

غالبِ سنڌ فيض بخشاپوري اڪيڊمي سنڌ جي سابق صدر، فيض صاحب جي لختِ جگر ۽ سندس ڪم کي اُجاگر ڪرڻ لاءِ ڪامياب پروگرامن جي آرگنائيزر

- مرحوم اختيار علي ڏومڪي صاحب

جي نالي منسوب ڪندي دل کي سُڪون ۽ اطمينان محسوس ٿئي ٿو.

ڊاڪٽر اسد "جمال" پلي
نواز علي "نواز" ڏومڪي

تاجدارِ سخنوران آهيان.
شاعرِ آخرالزمان آهيان.
منهنجا اشعار سربسر اسرار
هاتفِ غيب جي زبان آهيان.
فيض ڪان عالمِ سخن روشن،
مشعلِ بزمِ شاعران آهيان.

# فهرست



مقالا

## مختلف اخبارن ۾ پروگرام متعلق ڇپيل خبرون

(اڳارو 15 مئي 2012)



## خط

## نذرانءِ عقيدتُ (شاعري)

## مرتب طرفان

شڪر الحمدالله جو اڄ غالب سنڌ فيض بخشاپوري جي شخصيت ۽ فن تي هڪ اهم ڪتاب توهان جي هٿن ۾ آهي. حضرت فيض الله خان فيض بخشاپوري جي ولادت 12 جنوري 1924ع تي ٿي ۽ سندن وفات 14 مئي 1992ع تي ٿي. سندن وفات بعد 32 سال تسلسل سان جيڪب آباد حيدرآباد، ڪراچي، ڪنڌڪوٽ ۽ بخشاپور ۾ نيشنل سطح جا پروگرام منعقد ۽ ڪامياب ٿيڻ جو سهرو غالب سنڌ فيض بخشاپوري اڪيڊمي جي اراڪين ۽ فيض صاحب جي اولاد جي سِر سونهي ٿو. هنن پروگرامن ۾ مقامي سنڌ ۽ ملڪي سطح جي عالمن، ادبين مفڪرن ۽ شاعرن شرڪت ڪري فيض صاحب جي علمي مقام سندس فن ۽ فڪر تي ڳالهائيوءَ پڙهيو. هتي اسين سيني دوستن جا نالاڏيڻ ڪان تہ قاصر آهيون پر ڪجهہ مهربانن جا نالا درج ڪيون ٿا . اڪيڊمي جي اراڪينن ۾ جناب نصرالله خان ڏومڪي (موجوده جنرل سيڪريٽري) فيض علي خان ڏومڪي (موجوده چيئرمين) ظفر علي خان ڏومڪي (موجوده نائب صدر) ۽ عهد جواني ۾ اسان کان وڇڙيل جناب اختيار علي خان ڏومڪي (سابق چيئرمين) اڪيڊمي سان گڏ فيض صاحب جو علمي ۽ ادبي وارث

جناب نواز علي ٻومڪي صاحب خاص آهن. اُنهن سان گڏ جناب اظهر گيلاني، قطب الدين تاب ۽ مراد علي نور جا نالا نهايت اهم آهن. قومي سطح تي اردو ۽ سنڌي جي اڪابرين ۾ جناب فيض احمد فيض، احمد فراز، امجد السلام امجد، عطا الحق قاسمي، انعام الحق جاويد، طاهر تونسوي، منظر ايوبي، راغب مرادآبادي، عتيق جيلاني سان گڏ فيض صاحب جي قريبي دوستن جناب پروفيسر قلندر شاهہ ۽ عابد لغاري صاحب جا نالا اهم آهن ۽ هنن پنهي بزرگن سان گڏ معمور يوسفاڻي جو فرزند جناب سيف الله خالد پڻ هنن پروگرامن ۾ اهم رُڪن طور رهيو.

هن پروگرامن ۾ قومي خواهہ مقامي سطح جي تمام اهم اڳواڻن پڻ شرڪت ڪئي ۽ فيض جي دلپذير شخصيت سان پنهنجي تعلق جو اظهار ڪيو. هنن شخصيتن ۾ سابق ايم. پي. اي جناب مير حسن کوسو صاحب، جناب مير اعجاز خان جکراڻي صاحب (ايم. پي اي، ايم . اين اي)، جناب مير منظو علي پنهور، جناب مير اصغر علي پنهو صاحب، سردارمير شيراز علي خان ٻومڪي صاحب ۽ منور علي منياڻي صاحب (D.C.O ڪنڊڪوٽ) شامل آهن. هنن شخصيتن سان گڏ روحاني ۽ برگزيده شخصيت جناب حضرت سخي محمد خالد سلطان سروري القادري بہ اڪثر دُعا ۽ خطاب ۾ شامل رهيو آهي.

هن پروگرامن ۾ ڳالهايل ۽ پڑهيل مواد تمام گهڻو هو. وقت جي گردشن مها ٻوڏ،ڪرونا ۽ ٽيڪنالاجي جي تبديلين سبب اسانجو هيءَ سڄو سرمايو محفوظ نہ رهي سگهيو. ان ڪري هن وقت اسان کي پرنٽ ميڊيا ۽ اڻڇپيل مواد مان جيڪو بہ مواد ميسر ٿي سگهيو ان کي گڏ ڪري، جنهن ۾ مقالا ۽ شاعري (نذرانہءِ عقيدت) سان گڏ فيض صاحب جي مواد سان خط جيڪي ميسر ٿي سگهيا سهيڙيا آهن.

هيءَ مواد مڪمل طور ٻن ڪتابن جيترو ٿيو جنهن مان سنڌيءَ ۾ مواد هِن ڪتاب ۾ آندو ويو ۽ اردوءَ جو مواد ٻي ڪتاب ۾ (جيڪو پڻ

ترتيب ۾ اشاعت جي مرحلي ۾ آهي). شامل ڪيو ويو. انشاءَالله هِن ڪتاب بعد اردو ڪتاب پڻ جلد توهان جي هٿن ۾ هوندو.

هن کان اڳ فيض صاحب جا چار ڪتاب شعلهٔ عشق، گنجينهٔ فيض، خمخانهٔ فيض ۽ سرچشمهٔ فيض شايع ٿيل هئا. 1978ع ۾ فيض صاحب جي چند شعرن جي مختصر پر جامع شرح جناب اظهر گيلاني صاحب جي طرفان شايع ٿي بعد ۾ فيض صاحب جي ڇپيل ۽ اڻڇپيل ڪلام کي سهيڙي 2010ع "ڪلياتِ فيض" کي اشاعت ۾ آندو. اهڙي طرح هيءَ انهي سلسلي جو ستون ڪتاب آهي، هتي هڪ خاص حقيقت جو ذڪر ڪجي ته هي سڀ مواد اسانکي صحتمند حالت ۾ نه مليو. ڪجهه لفظ ڏنل ڪجهه پنا ڦاٽل هئا. ڇپيل مواد ۾ پروفن جي غلطين به ڏاڍو منجهايو. بهرحال توڪل ڪري ڪم کي اڳتي وڌايو تاهم به غلطين جو انديشو پوءِ به رهي ٿو سامعين کي هن سلسلي ۾ گذارش ڪبي تهج اسانکي غلطين جي آگاهي ڏني وڃي ته ايندڙ اشاعت ۾ ان کي سڌاري سگهجي.

ڊاڪٽر اسد جمال پلي
نواز علي نواز ڏومڪي

# مهاڳ

غالبِ سنڌ فيض بخشاپوري جي شاعري جا هيستائين ڇهه ڪتاب شايع ٿي چُڪا آهن. سندن سڀ شاعري گڏ ڪري "ڪُلياتِ فيض" ۾ شامل ڪئي وئي آهي. ان ڪانسواءِ سنڌ جي مختلف رسالن ۽ اخبارن (روزانه، هفتيوار ۽ پندرنهن روزه مئگزين) ۾ سندن شعر شايع ٿيو. هي سڄو پُراڻو رڪارڊ اگر لئبريرين ۽ سنڌي ادب جي خدمتگارن کان هٿ ڪبو ته ڪُليات جو مواد اجان وڌيڪ وڌندو.

ساڳي وقت فيض صاحب تي لکبو به رهيو آهي. سندس حمايت ۾ ۽ سندس مخالفت ۾، فيض صاحب ڇاڪاڻ ته صحافي پڻ هو ۽ هڪ اخبار جو ايڊيٽر پڻ هو. اُن اخبار جو مزاج حالاتِ حاضره جي موضوع کان وٺي عالمانه ۽ اديبانه هو. سندس انهن تحرين کي يڪجا ڪبو ته نثرنگاري جو هڪ وڏو مواد جمع ٿي سگهندو. سندس مخالفت ۾ جيڪو مواد آيو آهي انهن جي سهيڙ ۽ ڇنڊڇاڻ پڻ ضروري آهي. سئو سوناري جا هڪ لوهار جو جي مصداق مضمونن ۽ مقالن جي جواب ۾ مقالا لکڻ جُدا ڳالهه آهي، پر هن سٽن ۾ جواب ٻي ڳالهه آهي:

هي ثبوتِ شڪست آهمدم
مدعي ڇا ڪري، گلا نه ڪري (فيض)

حضرت فيض بخشاپوري جي وفات بعد سندس ياد ۾ ڪافي اڪيڊميون نميون ۽ هر سال ٿيندڙ ساليانه اجتماع ڪانسواءِ ٻيون به ننڍيون ننڍيون گڏجاڻيون ٿينديون رهيون هنن گڏجاڻين ۽ قومي سطح جي ڪانفرنس ۾ جيڪو مواد آيو پوءِ اهو نثر هجي يا نذرانئہ عقيدت

اهو بہ اجان چڙوچڙ آهي. وقت آيو آهي تہ ان مواد کي گڏ ڪجي، جناب جيڪا بہ شئي مِلي اها اڪيڊمي جي مرڪزي آفيس ۾ محفوظ ڪجي. ايئن اسين هن وقت بہ گهڻو ڪجھہ گڏ ڪري سگهون ٿا ۽ وقت سان گڏ هنن شين کي نہ صرف تحفظ ڏئي سگهون ٿا، پر نيٽ جي جهان ۾ فيض صاحب کي نوجوان نسل سان تسلسل ۾ رکي سگهون ٿا. هن سلسلي ۾ "فيس بوڪ" جي ٽيڪ وٺڻ ۽ آءِ ڊي (I.D) ۽ يوٽيوب چئنل (U_Tube Chanal) سُٺا مددگار ثابت ٿيندا ۽ هن طريقي سان اسين فيض صاحب جي هِن پيشنگوئي کي سچ ثابت ڪري سگهنداسين تہ:

گذري ويا ڪي ورهيہ ويو فيض گُذاريہ

فارغ نہ آهي خلق اجان. نوحہ گري مان. (فيض)

هيءَ فيض صاحب جي پيشنگوئي سئو فيصد سچ انهي ڪري بہ آهي تہ دنيا ۾ هوندي ئي فيض جي روحاني وابستگي، جسماني وابستي کان وڌيڪ مظبوط چِٽي ۽ روشن هئي. هو مادي وجود ۾ هوندي بہ پنهنجو روحاني دڳ چٽو ٿو ڪري ڇڏي. ڪيس خبر آهي تہ هن جيڪو زندگي ۾ وٽج ۽ واپار ڪيو آهي ان کي دوام آهي. تنهن ڪري اُهي وٽجارا جيڪي 'تصوف' جي لازوال گس جا پانڌيئڙا آهن، اُنهن کي ايندڙ پانڌيئڙا ڪيئن وِسارينداِ ڪيس خبر آهي تہ دنيا ۾ نيڪي ۽ بدي يا نفي ۽ اثبات جو ونهوار ايستائين هلڻو آهي، جيستائين جهان آهي. ان ڪري هُن تصوف جو رستو پاڻ لاءِ منتخب ڪيو آهي. هُن کي جيڪا مستي ۽ خمار آهي اهو تصوف جي مئي جو آهي ۽ هو انهيءَ مئہ جو مئہ نوش آهي، سو ڪيئن نہ ياد ايندو.

مري ويو فيض مي نوشِ تصوف،

اچي ٿو صوفيءَ قلب صفا ياد. (فيض)

تصوف جي مئہ جو ڇا اثر بيٺو؟ هِن مئہ نوش روح کي هميشہ تازہ تر ۽ خستہ رکيو هو پيريءَ ۾ پاڻ کي جوان پيو سمجهي، ڇو تہ پيرسن

جا اثرات جسم تي ته ظاهر آهي، پر سندس عقيدو، خيال ۽ روحاني اڏام کي اجا به چٽو ۽ نمايان پيا ڪن. هيءَ مئه جيڪا رندي، مستي ۽ الستي جي جهان ٿي آباد ڪري اها بلند حوصله ۽ حق گوئي جي زبان جي ضامن آهن.

جسم خسته و روح برجسته،
عهد پيري ۾ ٻيي جوان آهيان. (فيض)

فيض صاحب روحاني جهان جا سير ۽ سفر ڪندي به جسم کي جائتو ٿو ڪري. پنهنجي صاف ڪِردار بلند اخلاق ۽ راسخ عقيدي ۽ پاڪيزگي سان هو جسم لاءِ به مناسب جاءِ ٿو طئه ڪري ته:

تنهنجي ڪوچي ۾ جو مزار هجي،
ڇو قيامت جو انتظار هجي. (فيض)

هتان اڳتي جو سفر ۽ منزل ايئن ٿو طئه ڪري جڻ واڳ سندس وس ۾ آهي. هن واڳ جي وارڻ واري دسترس لاءِ هو ربّ ڪريم جي ڪريمانه صفت جو ڪيئن ٿو سهارو وٺي سبحان الله!

صدقي وڃان مان شانِ ڪريمي تان اي ڪريم،
فيض گناهگار وڃي پيو. بهشت ۾. (فيض)

معتبر ڳالهه يا ڪلام ڇئبو ئي ان کي جنهن جون ڪئين طريقن سان ڪيئي معنائون ڪڍي سگهجن. پڙهندڙ جي علم ۽ ذهني پاڪيزگي سان گڏ ان جي ڄاڻ ۽ سمجهه تي به مدار آهي.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ رهاڻ هيرن کان ۾ ميان نور محمد لاکير (وڪيل) صاحب جو هڪ واقعو درج ڪيو آهي ته پاڻ علامه بصرالدين سيوهاڻي وٽ پاٽ ۾ حاضر ٿيو ۽ چيائين ته علامه صاحب مون کي الله پاڪ جو ديدار ڪراءِ. علامه صاحب هڪ پاءُ جي چل (مگ) کيس هٿ ۾ ڏيئي چيو ته ڀريائين هِن چل ۾ اڌ سير (اڌ ڪلو) پاڻي ڪٽي آءِ ته پيان. وڪيل صاحب چيو ته سائين هڪ پاءُ جي چَل ۾

۽ پاءُ (اڌ ڪلو) پاٽي ڪيئن ايندو؟ علامہ صاحب چيو تہ پهريائين پنهنجي ڪوپڙي کي وڌاءِ پوءِ ان ۾ وڏيڪ ماپي جي سمائجڻ جي ڳالهہ ڪر. جيترو دماغ جي وسعت هوندي اوترو وڏيون ڳالهيون ۽ شيون دماغ ۾ سمائبيون سبحان الله (ڳالهہ ۾ ڪٿي ڪمي پيشي هجي تہ معاف رهي) حاصل الڪلام اهو آهي تہ فيض صاحب تي لب ڪشائي ڪان پهرين فيض صاحب جيترو علم، مطالعو مشاهدو ۽ عبادات جي منزل تي پهچو پوءِ ڳالهائيو. وتائي فقير چيو تہ پهتا وتائي، تائين ڪونهي، ڪن پيا الله الله. فيض تائين پهچو ڳوليو هو ڪِٿي آهي؟

بر رنگ قيس هو صحرا نشين آ،

پيو آ فيض ديواني جو گهر بند. (فيض)

فيض صاحب جي قبوليت ۽ عاجزانہ طريقي جو اقرار ۽ حجت تہ ڏِسو!

يا ربَ نہ آهي منهنجي گناهن جو ڪو حساب،

ڪر بي حساب لطف، ڇڏي ڏي حساب ڪي. (فيض)

هو پنهنجي نقاد کي جنهن جي تنقيد ۾ حقائق نگاري بدران، بغض، ڪينو ۽ حسد آهي، جواب ڏيئي بحث کي وڌائڻ بجاءِ وري پنهنجي اعليٰ ڪِردار جو مظاهرو ٿو ڪي تہ:

ڇا ڏيان مان جواب ناصح کي،

خودبخود لاجواب ٿي ويندو. (فيض)

وري هِن بحث تي فيصلو ڪندڙ منصف کي فيصلہ ڳُن دليل ٿو ڏي تہ:

چمڙو نہ آفتاب کي اي هميشہ ڏِسي،

بي نور جو قصور آ يا هُن جي نور جو. (فيض)

فيض سنڌ پاڪستان جو نمائيندو آهي. هو وحدانيت جو مڃيندڙ ۽ اوليا الله آهي. هُن جون پنهنجي مالڪ سان عجيب حجتون آهن. ڏِسو تہ هو جنت مان بہ ڪهڙي خواهش ٿو ڏيکاري

يا ربَا! متاع درد جو جنت معاوضو،
تڪرار ڇا ڪري گدا بادشاهہ سان. (فيض)

فيض صاحب تي لکندڙ اهلِ قلم حضرات کي گذارش ڪجي تہ هن اهلِ دل درويش ۽ خدامست بزرگ تي لکندا رهن. انشاءَالله تعاليٰ اسين سندن شهہ پارن جي اشاعت ۽ تشهير جو جوڳو بندوبست ڪنداسين.

هيءَ ڪتاب 'تاجدار سخنوران' تہ ٽيو سنڌيءَ ۾ هيستائين ٽيل ڪم تي سهيڙ. ان کان علاوه هيترو ئي مواد اردو ۾ بہ زيرِ ترتيب و اشاعت آهي. فيض صاحب جي پنجن زبانن ۾ شاعري موجود آهي. جنهن بہ زبان ۾ مٽس لکيو اُهو شايع ٿيندو. اهڙي طرح هر سال سندس ورسي جي موقعي تي فيض صاحب تي هڪ ڪتاب شايع ڪبو. ساڳي وقت فيض صاحب جي مواد کي بہ انتخاب جي شڪل ۾ ورجائبو رهبو. الله پاڪ توفيق ڏيندو ۽ اسين سندس عاشقن، عقيدتمندن ۽ چاهيندڙن کي مايوس نہ ڪنداسين. ايندڙ سال تائين انشاءَالله سندس مزار مبارڪ ۽ مقبره شريف جو ڪم بہ مڪمل ٿي ويندو.

ادا نواز علي صاحب هڪ ذميواري ڏني، مشڪل ڪم هو پر انڪار جي گُنجائش ڪونہ هئي. پنهنجي خطاڪارين جي مصروفيتن واري جهان مان ٿورو وقت ڪڍي ڪتاب تي توجہ ڏِنو. مون کي احساس آهي تہ هِن ڪتاب ۾ جيڪي اوڻايون رهجي ويون آهن، اُنهن جو ازالو وري ايندڙ ڪتاب ۾ ڪبو. سستي ۽ ڪاهلي سبب ڪم رهجي ويجي ها. پر هاڻي جهڙو حال آهي، حاضر آهي. آئون فيض صاحب جي سينگاريل ڪلام ۽ سندس شارحن ۽ مداحن جي لکيل عاليشان مواد پنهنجي سوز عشق جو هيئن اظهار ڪري موڪلائيندس تہ:

سينگارِ حسن کي ڏِسو ۽ سوزِ عشق کي ڏِسو،
هو زلف مشڪبار آ، هو خشڪ وار وار آ. (نيض)

**ڊاڪٽر اسد جمال پلي**

# فيض جي ياد ۾ عقيدت جا ڳوڙها

**سيد اظهر گيلاني**
صدر
جمعيت الشعراءِ سنڌ گهوٽڪي

شاعر جي شخصيت، اُن جي ڪلام جي آئينہ دار هوندي آهي. فيض صاحب جي مشڪندڙ صورت، شيرين زباني، عشق ۾ ايمان، حسن پسندي، عاشقانہ انداز، صوفيانہ رنگ، عارفانہ ڍنگ، حڪيمانہ نڪتہ، عالمانہ الفاظ، شاعرانہ فڪر، نگاهہ ۾ بصيرت، زبان تي قدرت، قلب جو سوز، شعر سان والهانہ محبت، گويا "فنافي الشعر"

انساني همدردي، غريب پروري، حب الوطني، همت ۽ بي باڪي، جيڪڏهن مٿين فقرن کي يڪ وقت قلم سان ڪاغذ تي لکبو تہ غالب سنڌ حضرت فيض بخشاپوري جو اسم گرامي نڪري ايندو. فيض صاحب سراپا شاعر ۽ مفڪر هو هيٺين شعرن ۾ هن نہ صرف شاعرانہ تعلي کان ڪم ورتو آهي، بلڪ هن زبان ۽ بيان سان گڏ پنهنجي الهامي قوت جي حقيقت پيش ڪئي آهي:

لسانِ فيض، لسانِ سروش، عالمِ غيب،
نزولِ شعرِ نزولِ صحيفہ وآيات،
مقامِ عشق و ولايت و منزلِ الهام،
شعورِ ڪشف وڪرامات وشوقِ شاعري،

شاعري جي فضا ۾، خيال جي پرواز جو نالو عظمت، جذبات جي مُصَوري جو نالو تغزل، ۽ ڏسندڙ چيزن جي مُرَقع ڪشي جو نالو محاڪات آهي.

خيال آرائي سان گڏ فيض جي جذبات نگاري ۽ واقعات جي مُصَوري ۾ يد طوبيٰ جي حيثيت رکي ٿي. فيض جو ڪلام مٿين جزن جي ميلاپ سان صورت پذير ٿئي ٿو.

جاذبيت ۽ اثر، سرشاري ۽ مدهوشي جي ڪيفيت ته ان جي غزليات ۾ ڪُٽي ڪُٽي ڀري وئي آهي. فيض صاحب غزل جي بحر ۾ ڀڏي ناياب گوهر پيش ڪيا آهن. هن جي غزل ٻڌڻ سان قلب ۾ هلچل، دل ۾ حرڪت پيدا ٿيندي هئي، گويا ٻڌڻ واري جي وجود تي يڪ وقت لذت ۽ بيخودي طاري ٿي ويندي هئي. هن جي ڪلام جي اها ابدي لذت سنڌي زبان جي هڪ لازوال ۽ دائمي دولت آهي. فيض صاحب صرف اڄ جو نه بلڪ هر ايندڙ ڏينهن يعني سڀاڻي تائين، گويا ايندڙ صدين جو باڪمال شاعر سمجهيو ويندو.

فيض جي غزل ۾ صحت ۽ خلوص سان گڏ هڪ ڪامياب نقّاش جي نظر فريبي ۽ مصورانه دلنوازي ۾ موجود آهي. جنهن وقت هو مزه ۽ موج ۾ اچي لطيف انداز ۾ ڳالهيون ڪندو هو ڄڻ گل ۾ لڪل خوشبو صبح جي ٿڌڙي هير جي معرفت دماغ کي معطر ۽ روح کي مسرور ڪري ڇڏيندي هئي. هن مشڪل ۽ سنگلاخ زميني ۾ اهڙيون غزلون لکيون آهن، جن جو سنڌي ادب ۾ جواب ڪونهي! چند غزليات صنعت سهل ممتنع ۾ به موجود آهن. هن جي غزل جي شوخي ۽ شرارت، ڇيڙڇاڙ معامله بندي موجود آهي. اشاره ۽ ڪنايه غزل جي جان تين تا، اُهي هن جي غزل ۾ آبدار گوهر وانگر جرڪي رهيا آهن. الغرض فيض صاحب مسيحا بڻجي سنڌي نيم مرده غزل ۾ لازمات، غزل جو روح ڦوڪي ان کي زنده و جاويد بڻائي ڇڏيو آهي.

صنم کي سجده کيم، مظهر خدا سمجهي،
خدا پرستي بہ انداز کافرانہ کيم.

---

ديوارِ بتکده، درِ کعبہ هئا قريب،
شب روز، کفر و دين جو وصل و وصال هو.

---

توبہ توبہ کري، پِگهر توبہ،
وقت توبہ جو هو سحاب آيو.

---

فکرِ جنت سچي، معاذ الله
تون هجين، مئي هجي، بهار هجي.

---

سبزي کي ڏسي گور تي، گلرخ چيو هي گور
شايد شهيدِ تيغ خطِ گل رخسان هجي.

---

لاش تي روئي چيو هن نازنين،
"عمر پر هن ناز برداري کئي"

---

تنهنجي سر تان، هزار سر قربان،
کير توکان خفا ٿيو آهي؟

---

هُت روز سينڌ سرمو هِت خاڪ زيبِ تن آ،
هُنَ پاڻ کي سينگاريو مون پاڻ کي سينگاريو.

---

قيد الفت کان ٿي وڃان آزاد،
کوئي مونکي اها دعا نہ کري

فيض صاحب اهلِ فن جو قدردان هو جهڙي تهڙي شعر تي ڪنهن ڪي به داد نه ڏيندو هو ڇو ته هو به غالب وانگر غالب سند هو.

سر تي آهي تاج اقليمِ سخن،
مرحبا سرتاج شعراءِ ڪرام.

فيض صاحب جي فڪر رسا تي، ڪنهن جي رسائي هجي ته ڪلام کي سمجهي ۽ داد ڏي:

قريبي ڏين ها دادِ غزل تر جو غزل خوان،
غالب هجي ها بزم ۾ يا مير هجي ها!

---

مان فنِ غزل ۾ ڪوئي همسر نه رکان ٿو
آ ناز مونکي همنشين شيرين سخني جو.

---

منهنجي زبان تي ناز ٿي، سنڌي زبان ڪري،
دشتِ غزل کي، رشڪِ خيابان ڪري ڇڏيم.

----

واقف نه آه فيض جي رتبه کان، فيض خود،
افسوس آشنا رهي، نا آشنا رهيو.

---

فيض صاحب بي زري ۽ ڪسمپرسي جي عالم ۾ ڪڏهن به پنهنجي ڏننه‍رانه فرب ۽ قلندرانه روش کي ترڪ نه ڪيو هو:

دماغ، شمنشاهي آ، جهان تنگدستي ۾،
اچي ڪوئي ڏسي يارو تماشو هن قلندر جو.

پاڻ بي نياز ۽ بي باڪ، طبيعت لاآبالي، دنيا جي لاهين چاڙهين کان بي خبر، گويا پنهنجي دور جو مرد قلندر هو:

معاش فيض قلندر آ ورد الاالله،
نه فڪرِ نانِ شبينه، نه روز روزانه.

خودي خود داري جو اهو عالم جو ڪڏهن بہ اهل زر جي اڳيان سوالي ٿي، هٿ نہ وڌايائين. هن ڪي پنهنجي ڏاتار جو پورو پورو ڏڍ ۽ ڀروسو هو.

دست سوال غير ڏي، هرگز نہ ڪر دراز
محروم ٿي نہ رحمت پروردگار کان.

فيض اگرچہ اهل دنيا جي نظرن ۾ ديوانو هو مگر شعر چوڻ ۾ فرزانو هو جيڪي اشعار موزون ٿي ويندا هئا، انهن جي سمجهڻ لاءِ پاڻ کي دوباره غور ڪرڻو پوندو هوندس:

گويا جو گوهر صدف کان نڪتو هي سمجهو خلق،
هي شعر جڏهن قالبِ اشعار کان نڪتو.

---

ڪو ماهر ڪرشمہ نہ ڪليد ڪفل ابجد،
ٿئي شرح، شعر ڪنهن کان، ڪُلي باب گنج ڪنهن کان.

فيض صاحب وقت بوقت ملڪ جي ادبي ڪانفرنسن ۽ مشاعرن ۾ صدر جي نمايان حيثيت سان، شرڪت ڪندو ۽ پنهنجي فن جو سڪو ڄمائيندو رهندو هو. هن جي ڪلام ۾ بيدل دهلوي، حافظ شيرازي، صائب، مير تقي، ۽ حضرت غالب جو رنگ غالب هو. لاعلمي ۽ ڪوتاهہ بيني جي باعث وقت تي چند حاسد، حسد ۾ اچي هوٽنگ ڪندا هئا، انهن جو قصور ڪهڙو؟ "جيتري نظر، اوتري خبر" پاڻ انهن کي هن شعر ۾ جواب ڏئي، هميشہ هميشہ لاءِ لاجواب ڪري ڇڏيو اٿس:

چمڙو نہ آفتاب کي، اي همنشين ڏسي،
بي نور جو قصور آيا هن جي نور جو.

فيض صاحب ٽِنَ زبانن ۾ شعر چيو آهي، سندس چار مجموعہ ڪلام ادبي دنيا ۾ يادگار رهندا (1) شعلہ عشق 1958ع (2) خمخانۂ فيض 1967ع (3) گنجنيۂ فيض 1981ع (4) سرچشمۂ فيض اردو ڪلام جو مجموعہ 1989ع

وڏي خوشي جي ڳالهه جو فيض اڪيڊمي وجود ۾ اچي رهي آهي، فيض صاحب جي غير مطبوعه ڪلام سان گڏ، سيني ڪتابن کي نئين ترتيب ۽ نئين تحقيات بعد نهايت آب وتاب سان دوباره ڇپرايو ويجي. فيض صاحب پنهنجي موت جي اڳ ڪيتي ڪندي هي شعر چيو آهي:

بي ڪفن لاش فيض جو هائي،
ڪوئي ڪانڌي نه نوحه خوان آهي.

فيض صاحب جي گورستان جي بجا، پاڻ کي ڪوچئه قاتل ۾ دفن ڪرڻ واري مضمون جي ادائگي ملاحظه فرمايو:

قرار ايندو ڪٿي، شهرِ خموشان ۾ نه دفنايو
هي نعشِ فيض آهي، ڪوچئه دلدار جي قابل.

قبر ۾ ڪراماً ڪاتبين جي بندش ۽ داخله جو عجيب وغريب باعث شعر ۾ پڙهو ۽ داد ڏيو:

لحد ۾ بوئي مئي کان، خود فرشته پي نه ٿيا داخل،
عذابن کان ڇڏايو آهي، مونکي جام اي ساقي.

فيض صاحب جي وفات گويا سنڌي ادب جي وفات آهي، هي اهڙو عظيم الميه آهي، جنهن تي سنڌي ادب کي قيامت تائين افسوس ڪرڻو پوندو. افسوس صد افسوس نه وري دنيا ۾ غالب دهلوي ايندو، نه وري سنڌ ۾ غالب سنڌ پيدا ٿيندو. اسان کي فيض جي اوچتي موت تي دائمي غم ۽ ماتم ڪرڻ سان گڏ، تاحشر عقيدت جا ڳوڙها ڳاڙڻا پوندا. بقول حضرت فيض:

گذري ويا ڪي وره، ويو فيض گذاري
فارغ نه آهي خلق اجا نوحه گري کان.



# فيض صاحب جي سلاست نگاري

**سيد اظهر گيلاني**
صدر
جمعيت الشعراءِ سنڌ گهوٽڪي

غالب سنڌ حضرت فيض بخشاپوري صاحب، اهڙي پر آشوب دور ۾ شاعري شروع ڪئي. جڏهن ادب جي عالم ۾ صنفِ غزل کي هڪ فرسوده پيڪر تسليم ڪيو ويندو هو. "اڄ حالات اُن کان وڌيڪ بدترين آهن" اُن جا اساليب پساه پورا ڪري چڪا هئا. هن پنهنجي خدا داد فن و فڪر جي ذريعي، مسيحا جي مثال اُن ۾ نئون روح ڦوڪيو شمع سخن جي اهڙي جوت جاڳائي، جو علمي ۽ ادبي عالم ۾ روشني پکڙي وئي. فيض صاحب جي فڪري ۽ فني بلندي، ڪين بلندي جي مسند تي ويهاري ڇڏيو ۽ هن جي غزل جو سڪو اد ب جي بازار ۾ رائج الوقت ٿي هلڻ لڳو.

فيض صاحب پنهنجي علم جي آڌار مطالع جي مهرباني سان ادبي دنيا ۾ جن چند شعرا ڪرام کي پنهنجي معيار ۽ منزل موجب تسليم ڪيو آهي، انهن جا اسماگرامي پنهنجي تصنيف لطيف "گنجنيۂ فيض" ۾ هن نموني تحرير ڪيا آهن. "اصل شاعري اها آهي جا حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائي رح، سچل سرمست، صوفي غمدل درياه، غلام سرور مغل، ڪئي آهي اُردو ۾ شهنشاه متغزلين مير

تقي مير، خدائي سخن مرزا اسدالله غالب، مرزا سودا، مومن دهلوي، بيدم وارثي پنهنجو مٽ پاڻ آهن. فارسي ۾ لسان الغيب خواجه حافظ شيرازي، مولانا رومي، سعدي شيرازي، عمر خيام، نظيري نيشاپوري، عرفي، علامه تارڪ، خاڪاني، امير خسرو اعليٰ مقام جا مالڪ آهن.*

فيض صاحب جي اها علمي ۽ ادبي فتوا مطالع ۽ معيار جي دلادت ڪري ٿي، ته هو واقع قادرالڪلام ۽ بي بدل شعرا ڪرام هئا، جن کي فيض صاحب حضور دل سان تسليم ڪري رهيو آهي.

فيض صاحب جو ڪلام بلاغت نظام واقع ثقيل ۽ پرپيچ آهي، مگر ڪافي ڪلام "صنعت سهل ممتنع" ۾ به ملي ٿو. الفاظ سڌا سنوان، سادا سودا، هڪدم ذهن ۾ جاءِ وٺڻ وارا آهن. انهيءَ هوندي به شعر فڪري ۽ معنوي لحاظ کان بلند ۽ بالا هوندو آهي، دراصل اها هڪ نئين خوبي ۽ جدت سمجهي ويندي، جيڪا فيض صاحب جي ڪلام ۾ جرڪي رهي آهي، ورنه جن شعرا ڪرام انهيءَ صنعت ۾ طبع آزمائي ڪئي آهي، انهن سادن اکرن سان گڏ فڪر به سادو ۽ آسان هوندو آهي. فيض صاحب صاحبِ طرز شاعر آهي، جنهن جي سادن لفظن ۾ بلندي جا مضامين ملن ٿا.

منهنجي طويل مطالع ۾ صرف اهڙا به شاعر آيا آهن . هڪ حضرت فيض بخشاپوري، ٻيو جناب ثاقب لکنوي، هن جي به زبان مير تقي واري سليس ۽ سادي، مگر فڪر حضرت غالب وارو آهي. اچو ته حضرت غالب سنڌ حضرت فيض بخشاپوري جي چند اشعار جو غور وخوض سان مطالع ڪريون.

هن کي ڏسي ويو حوصلو ايمان وڪفر جو.
وسري ويو هو نام خدا جو ۽ رام جو.

---

شيخ جي ڪهڙو گنه، ڪعبه ۾ گر پيتم شراب؟
خود ڏنو پيرِ مغان، مونکي شرابِ ناب هو.

پري ناهي قيامت، شيخ صاحب ڦُر مريدن کي،
جو تنهنجو حشر ٿيندو حشر ۾ مڪار ڏسنداسون.

---

چمڙو نہ آفتاب کي اي همنشين ڏسي،
بي نور جو قصور آ، يا هن جي نور جو.

---

تنهنجي سر تان هزار سر قربان،
ڪير توکان خفا ٿيو آهي؟

---

ڇا خبر آهي ڇا نہ ٿيندو؟
عشق ۾ ڇا نہ ڇا ٿيو آهي؟

---

هاءِ خط ڪنهن سان منجان، جو نامزد ٿي پيو رقيب،
حسنِ ڪافر کي ڏسي قاصد پڻ حيران ٿي ويو.

---

طوفان ڏسي اي ناخدا بي حوصلہ نہ ٿي،
ممڪن نہ آ جو موج ۾ ساحل اچي وڃي.

---

ڪيو تو بي سبب انڪار، ڇو آخر محبت کان؟
ڀلا جي عرض منهنجو هو، صنم انڪار جي قابل.

---

نہ آيو ناز کان هو هت، نہ مونکي هُن گهرايو آ،
خدايا راه ويندي شل ملي هو ناگهان مونکي.

---

واقف نہ آه "فيض" جي رتبہ کان فيض خود
افسوس آشنا هي، نا آشنا رهيو.

---

ڇيو خلق هردم برو ڀلو،
رهيو عمر ڀر اهو سلسلو.



# غالبِ سنڌ جي شاعري ۾ حسن ۽ عشق

**سيد اظهر گيلاني**
صدر
جمعيت الشعراءِ سنڌ گهوٽڪي

غالب سنڌ حضرت فيض بخشاپوري جي اُردو ۽ سنڌي ڪلام بلاغت نظام ۾ "حسن ۽ عشق" جو مخصوص مقام آهي. انهن شعرن ۾ جدت بہ آهي، ندرت پڻ. جوش بہ آهي، جذبو پڻ. پيچ و خم بہ آهي، نڪتہ آفريني پڻ. فيض جي ڪلام ۾ اجتهاد جو پهلو پڻ آهي، روايت جي پاسداري پڻ. شوق بہ آهي، شغف پڻ. دراصل اهو عشقيہ شاعري جو اصول آهي. فيض صاحب غزل جي بي بدل شاعر آهي. اُن جي غزل ۾، غزل جا روايتي عاشق مجنون کان وٺي پرواني تائين، ۽ روايتي معشوق ليليٰ کان وٺي شمع محفل تائين موجود آهن.

حضرت حسن ۽ حضرت عشق جو پاڻ ۾ ازل کان وٺي لاڳاپو آهي، اهو بہ قانون آهي، تہ جتي حسن هوندو اُتي عشق بہ هوندو ۽ جتي عشق هوندو اتي حسن بہ نظر ايندو.

حسن سان چيڙ تو ڪري نادان،
عشق زيرِ نقاب ٿي ويندو.

حضرت فيض صاحب جو عشق، هڪ مدبّر ۽ باشعور هڪ

درويش ۽ اعليٰ انسان جو عشق هو. اهو به اهڙو مثالي انسان، جيڪو پنهنجي دور جي خاص پيداوار. اهڙي عاشق صادق جو نه بازاري عشق، نه وري بازاري محبوب هوندو آهي. معياري عشق ۽ معياري محبوب. سو پنهنجي محبوب کي اخلاقي قدرن ۽ پاڪ نظرن سان نهاريندو آهي. هو محبوب جي عزّت کي برقرار رکندي فرمائي ٿو:

آيو جو بي نقاب، صنم پرده پوش هو.
مونکي زبان نه، دل نه، جگر هو نه هوش هو.

قدرت جي سينگار جو نالو "حضرت حسن" آهي. جڏهن سورهن سينگار ملي، هڪ ٿيندا آهن، تڏهن حسن جلوه گر ٿيندو آهي. جيڪڏهن هڪ حسين ۽ دلنشين پيڪر اچا به هار سينگار ۾ اضافو آڻي، عشق جي آئينه خاني ۾ تشريف فرما ٿئي ته بهزاد مصوّر کي تصوير ڪيڻ جي ڪهڙي طاقت؟

سينگارِ حسن کي ڏسو ۽ سوزِ عشق کي ڏسو.
هو زلف مشڪبار آ، هو خشڪ وار وار آ.

مٿين شعر ۾ حسن ۽ عشق جي فلسفه کي نهايت نرالي انداز ۾ پيش ڪيو ويو آهي. هن شعر ۾ صنعت لف ونشر به پيش ڪئي وئي آهي. مصرع اول ۾ جيترين چيزن جو ذڪر ڪيو وڃي، ان کي "لف" سڏيندا آهن. هيٺين مصرع ۾ جن چيزن جو مفصل ذڪر ڪجي، ان کي "نشر" ڪوٺيو ويندو آهي. مصر ع اول ۾ حسن جو سينگار ۽ عشق جو سوز "لف" آهي. ۽ مصر ع ثاني ۾ زلف مشڪبار ۽ خشڪ وار وار "نشر" آهي. فيض صاحب قادرالڪلام شاعر آهي، هن جي بند خيالي ۽ بُلند پروازي معمولي ڳالهه کي به عرش تي پهچائي ڇڏيندي آهي. الفاظ جي بازيگيري ۾ فڪر جي طلسمات معمولي سڌ ٻڌ واري ماڻهو کي اتي پهچڻ جي اجازت نه ٿي ڏي. تنهن ڪري ڪلام سان گڏ، ڪلام جي شرح جي سهاري جي به ضرورت محسوس ٿيندي آهي. شعر:

هن کي ڏسي ويو حوصلو ايمان ڪفر جو.

وسري ويو نام خدا جو ۽ رام جو.

فيض صاحب هن شعر ۾ صرف پنهنجي ايمان ۽ ڪفر جو ذڪر نہ ڪيو آهي، چئي ٿو تہ هن ايمان شڪن ۽ ڪفر شڪن محبوب جي ڏسڻ سان مسلمانن الله الله چوڻ ڇڏي ڏنو ۽ اهلِ هنود کان رام رام چوڻ بہ وسري ويو.

عالم تمام تي ويو حيران ڏسي ڏسي،
زلفِ سياه رخ تي پريشان صبح صبح.

هن محبوب انساني نظرن کان پاڻ کي اوجهل رکڻ جي لاءِ هيئن ڪيو جو پنهنجي نوراني چهره تي زلفن جو پردو وڌو تہ پوري ڪائنات تي اونداهي جو پهرو بهجي ويو وري عاشقانہ نگاهن کي نوازڻ جي واسطي زلفن جو پردو پري ڪيائين تہ ظلمت ڪده روشن ۽ منور ٿي ويو جيئن صبح صادق اچڻ سان عالم جي اکڙ کي اجاگر ڪندو آهي. محبوب جي حسن جي اهڙي معجزه ڏسڻ سان ماڻهو ڏندن ۾ آڱريون وجهي حيران ۽ پريشان ٿي ويا.

مران ڇو نہ مان اڄ، ڏسي هن آفتِ جان کي؟
متان ڏيٺا پون اڳتي، هزارين امتحان مونکي.

فيض صاحب فرمائي ٿو تہ جان تي آفت آڻيندڙ محبوب کي ڏسي، آءُ موت جي مقرر ڪيل وقت کان اول مري شهادت جي مرتبہ کي ڇو نہ ماڻيان؟ موت کان اول مرڻ شهادت آهي، شهيد زنده ۽ جاويد آهي، جيئن تہ منهنجو محبوب لافاني ۽ زنده آهي ۽ تاقيامت زنده رهندو هن جو ڪم ماري جيارڻ آهي، پل هو مارينده رهي، انهيءَ سلسلہ سبب آءُ ان جي آڏو رهندس، حڪم جي بجا آوري پيو ڪندس اهڙي ريت مونکي عاشقانہ امتحان ادا ڪرڻا آهن. فيض صاحب غزل جو وڏو شاعر آهي، هن بي قدري جي عالم ۾ اُن جو اهو قدر نہ ٿيو جنهن جو هو مستحق آهي. سنڌي قوم مٽي جي پوجاري آهي، پنهنجي درويشن ۽ الله وارن، شاعرن ۽ اديبن، مفڪرن ۽ دانشورن، پيرن ۽ فقيرن جو حياتي ۾

قدر نہ ڪندي آهي. انهن جي برقع متائڻ ۽ پيالي ڪرڻ ڪانپوءِ ورسيون ملهائيندي، افسوس جا ڳوڙها ڳاڙيندي، ماتم ڪندي، مک وانگر منهن مهتيندي رهندي آهي. شاهہ جهڙي اعليٰ هستي کي بہ ٻن صدين ڪان بعد هڪ انگريز دانشور جي معرفت سڃاتو ۽ ڄاتو ويو. فيض صاحب تي نااهل طبقو معترض آهي تہ اُن جي ڪلام ۾ ثقيل الفاظ ۾ پيچيده مضامين موزون ڪيا ويا آهن. دراصل اهو فيض صاحب تي الزام نٿو اچي سگهي، بلڪ انهن ماڻهن جو قصور آهي، جيڪي علم ۽ معياري مطالع ڪان محروم آهن.

آءُ انهن کي فيض صاحب جو هي شعر ٻڌائي، محفل جي مورڻ ڪان اجازت وٺا نٿو. شعر:

چمڙو نہ آفتاب کي اي همنشين ڏسي،
بي نور جو قصور آ. يا هن جو نور جو.



# غالب سنڌ جي ادبي سرمايہ تي هڪ نظر

سيد اظهر گيلاني
صدر
جمعيت الشعراءِ سنڌ گهوٽڪي

موجوده دور جي شعرا ڪرام ۾ غالب سنڌ اعليٰ حضرت جناب فيض بخشاپوريءَ غزل جو باڪمال شاعر آهي. هن کي صنف غزل تي جيڪا فوقيت حاصل آهي. اها معاصرين شعرا مان ڪنهن جي ڀاڱي ۾ نہ آئي آهي. فيض صاحب جتي پنهنجي فڪر جي آب سان غزل جي چمن جي عمدي آبياري ڪئي آهي اتي ادبي ۽ اخلاقي، سياسي ۽ سماجي مذهبي ۽ ملي، نظم بہ لکيا آهن. هو غزل جو روايتي شاعر نہ آهي. بلڪ هن وقت ۽ ماحول موجب. غزل جي فرسوده مضامين ۽ غزل جي پراڻن لاڙن ۽ وڪڙن کان پاسو ڪريءَ نئين انداز بيان سان. حضرت غالب دهلوي وانگر پاڻ کي ادبي دنيا سان متعارف ڪرايو آهي. هن جي اها انفراديت ۽ خصوصيت سنڌي شعرا ۾ نمايان مقام رکي ٿي. آءٌ جناب فيض صاحب جي ڇپيل ڪتابن تي هڪ سرسري نظر وجهڻ سان گڏ. ايئن چوندس تہ فيض صاحب هڪ همہ گير شخصيت جو مالڪ هو.

انسان کي پنهنجي هستي جي ڄاڻ ۽ شعور ملي ٿو. غزل کي "نصف وحشانہ صنف شعر" چوڻ وارو طبقو جيڪڏهن فيض صاحب جي ڪلام

بلاغت نظام جو گهرائي سان مطالع ڪري تہ هو غزل جي اهميت جو قائل ٿي ويندو ۽ غزل گوئي جي افاديت تسليم ڪرڻ لاءِ خود بخود مجبور ٿي ويندو. ۽ ايئن محسوس ڪندو تہ شاعر منهنجي اندر جي آرسي ۾ جهاتي پائي، منهنجي درد ۽ غم، رنج ۽ مصيبت جي شعر ۾ قلمي تصوير ڪڍي آهي، دراصل غزل جي معنيٰ ۽ مقصد بہ اهو ئي آهي.

روڪ دل، پنهنجي گرم آهن ڪي،
هي ڪليجو ڪباب ٿي ويندو.

لکيل آهي:

نقش بنقش آئينہ،
حسن و جمال خوبرو
مهر بهر، مه جمه
قلبہ برين جو رنگ ويو

1. **سرچشمہ فيض:** غالب سندّ حضرت فيض جي . و ڪلام جو مجموعو ڊيمي سائيز 116 صفحات تي مشتمل 5 جولاءِ سنہ 1989ع ۾ شايع ٿيو. هن ۾ 814 اشعار ليٿو ۾ ڪتابي شڪل ۾ موجود آهي.

2. **شعلہ عشق:** بہ هي فيض صاحب جي غزليات جو پهريون مجموعہ ڪلام، ڪرائون سائيز ۾، 100 صفحات تي پکڙيل، سادي سفيد ڪاغذ تي سنڌي ٽائيپ ۾ ڇپيل سرورق سادو ۽ رنگين، هي ڪتاب 27 جنوري سنہ 1958 ۾ منصفہ شهود تي آيو.

هن ۾ فيض صاحب جي طره دستار سان تصوير شامل آهي. هيٺان هي شعر فنا کان بقا جو ترجمان آهي.

گذري ويا ڪي ورهہ،
ويو فيض گذاري،
فارغ نہ آهي خلق،
اچا نوحہ گري کان.

هن ۾ 47 غزليات، 8 نظم، 2 قصيده درج آهن. جملہ 690 اشعار

آبدار موجود آهن. هن مجموعي ۾ معياري ۽ ارتقائي غزليات جو اعليٰ نمونو ملي ٿو جيڪو عهد حاضر جي ڪنهن بہ شاعر جي ڪلام ۾ نظر نہ ايندو. فيض صاحب غزل کي پنهنجي خداداد قابليت سان وسعت ڏني، ان ۾ عجيب ۽ غريب رنگ پريو آهي. هر باڪمال شاعر زماني جي رفتار سان گڏ هلندو، پنهنجي خيالات کي موڙ ڪارائي، حالات جي عڪاسي ڪندو رهندو آهي. فيض صاحب بہ انهي سلسلي ۾ ڏاڍو پاڻ موکيو آهي. هن مجموعہ ۾ صحيح ۽ حقيقي جذبات، حالات واقعات، محاڪات جا مثالن ملن ٿا. گويا غزليات جي مطالع سان ذي حس هن مجموعي جي پهرين غزل جي هي پهريون شعر آهي.

آيو جو بينقاب. صنم پرده پوش هو
مونکي زبان نہ. دل نہ. جگر هو نہ هوش هو.

ڪتاب جي آخرين قصيده جو پهريون بند هي آهي.

آهي سبق آموز صداقت حسين جي،
آباعث نجات محبت حسين جي،
آ لوح دل تي نقش شهادت حسين جي،
ماتم ڪيان ٿو فيض دمادم حسين جو.

3. **خخانئہ فيض:** هي فيض صاحب جي غزليات جو ٻيو مجموعو آهي، ڊيمي سائيز 140 صفحات تي مشتمل، ولايتي سفيد ڪاغذ تي چپيل ۽ پڪي جلد سان، ماھ مئي سنہ 1967ع ۾ اهل نظر جي نظر ۾ آيو. فيض صاحب جي تصوير شامل، ان جي هيٺان هي شعر رقم آهي.

لسان فيض، لسان سروش، عالم غيب،
نزول شعر، نزول صحيفہ وآيات۔

هن ۾ 52 غزليات 15 نظم 3 قصائد 3 غزليات اردو 4 اردو نظم ۽ اشعار جو ڳاٽيتو (414) آهي. پهرين غزل جو پهريون شعر هن ظر سان

يا ربّ نہ آهي منهنجي گناهن جو ڪو حساب،
ڪري بي حساب لطف، ڇڏي ڏي حساب کي،

کير توکان کري ٿو سر پيارو،
امتحان تي، چو امتحان آهي.
فيض صاحب جي هن مجموعہ جو آخري شعر هي آهي:
رہتا ہے طلبگار مے ناب محمد،
ساقی! یہ لب فیض کی چہ خوش نصیبی ہے۔

4. **گنجينئہ فيض:** هي غزليات جو ٽيون مجموعہ ڪلام آهي. ڪرائون سائيز ورقن جو وچڙ 168 آهي. ولايتي سفيد ڪاغذ تي ٽائيپ ۾ ڇپيل سائي ڳاڙهي ٻن رنگن ۾ گرد پوش، ماهہ جنوري سنہ 1981ع ۾ ڇپيو. فيض صاحب جي هلڪي نيري رنگ ۾ تصويران جي تائيد ۾ هي شعر لکيل آهي.

ڇپيو مغني افلاڪ کي هو روح الاامين،
ٻڌاءِ فيضؔ قلندر جو عارفانہ ڪلام.

هن مجموعي جو هر غزل سوز وگداز، درد ۽ غم ۾ ٻڏل آهي. هر هڪ شعر تي درد مند دل ضرور ڏڪڙندا ۽ ڪنڌ ڏوٽي زبان مان غزل جي صورت ۾ گردپوش رنگين ۽ دل نشين شعر تي داد ڏيندا. جمموعي جو فيض صاحب جي تازه تصوير شامل هيٺيان هي شعر لکيل آهي.

اترے ہیں عرش زمین سے آیات کی طرح،
ہر شعر فیض، آیات الکتاب ہے۔

هن مجموعہ ڪلام ۾ سنڌي جديد غزليات جو نهايت معياري نمونو موجود آهي جڏهن سنڌي شاعر فارسي شعرا جي تقليد ڪرڻ ۽ فارسي شعرا جي نقش قدم تي هلڻ فخر ۽ تمڪندن سمجهندا هئا ۽ گل وبلبل، هجرو وصال، درود غم، ساقي وساغر جي مضامين ٻڌڻ ۾ مصروف ۽ مشغول هئا. تڏهن فيض صاحب غزل جي منزل جي طرف هلڻ جي لاءِ نئين ۽ خوبصورت راهہ اختيار ڪئي.

يارب! نہ آهي منهنجي،
بي ساختہ آه ۽ واه.

جي آواز نڪرندا. اهو شعر ڪهڙو جيڪو دل تي اثر نہ ڪري؟ ۽ ماڻهو کي پاڻ ڏانهن نہ ڇڪي.

لاش تي روئي ڇيو هن نازنين،
عمر ڀر هن ناز برداري ڪئي.
بُتن ڪان صاف ٿيو ڪجھہ
مگر هو فيض بتخانہ
نہ نڪتو نازنين دل ڪان،
اگرچہ نازنين نڪتو.

هن ۾ 63 سنڌي غزليات 19 نظم 10 قطعات 5 رباعيون 18 اردو نظم، قصيده، نعتون 22 اردو غزليات 3 ترانا، 21 غزليات ذميمہ آخر ۾ 5 بلوچي غزل جملہ (39) اشعار آبدار موجود آهن. شهيد اعظم امام حسين عليہ السلام جي شان ۾ آخرين ۾ اردو جو هي شعر ڪهڙو نہ معياري آهي.

سر بلند ابن علي سي،
امر يزدان هوگيا،
پيش انسان حشر مين،
شيطان پشيمان هوگيا.

فيض صاحب فڪر جي بلندي لاءِ اهڙا تہ عمده الفاظ تلاش ڪندو آهي جنهن جي جيتري تعريف ڪجي اوتري ٿوري آهي، جدت سان گڏ رواني، قدرت سان گڏ جولاني، ڪارفرما رهي ٿي. ان پنهنجي ڪلام ۾ ڪيترائي مترنم بهي استعمال ڪيا آهن. ان جي اشعار تي بي ساختگي ۽ جاميت جو جامو پيل آهي. فيض صاحب جو مطالع وسيع ۽ حافظ بلا جو هو. هن تي فارسي ۽ اردو شعر مان حضرت حافظ شيرازي، صائب، خيام مرزا عبدالقادر بيدل، مير تقي مير، حضرت غالب جو رنگ غالب آهي.



# فيض صاحب جا چند اشعار

سيد اظهر گيلاني
صدر
جمعيت الشعراءِ سنڌ گهوٽڪي

غالبِ سنڌ حضرت فيض بخشاپوريءَ هڪ قادرالڪلام غزل گو شاعر آهي، هن نئين انداز نون محاورن، نئين ترڪيبن سان غزل جي صنف کي نوازيو، علمي ۽ ادبي دنيا ۾ هڪ انقلاب آندو آهي. اها حقيقت آهي، تہ هن عشق جي تصوّرات کي مختلف نموني سان پيش ڪرڻ جي ڪامياب ڪوشش ڪئي آهي هر زماني جي شاعرن انهيءَ موضوع کي جدا جدا پهلن تي، طبع آزمائي ڪئي آهي. ليڪن سماجي حالات جي انقلابات تغيرات جي زيرِ اثر اُن ۾ پڻ تبديليون ايندڙيون رهيون آهن. سماجي حالات جي تبديلين سان گڏوگڏ شاعرن افتاد طبع ۽ ذهني رجحانات ۾ پڻ عشق جي تصوّرات کي مختلف سانچن ۾ ڍالي پيش پئي ڪيو آهي. گويا سنڌي شاعري جي حالات جي زيرِ اثر اُن ۾ ڦيرو ايندو رهيو آهي، اها بہ عشقيہ تصوّرات جي تاريخ آهي. جنهن ۾ ڪٿي گل ۽ بلبل جي پيرا ۾ مشرقي عشق جي تصوّرات جو بيان آهي، ڪٿي قيس ۽ فرهاد، ليليٰ ۽ شيرين جي بردي

۾ جذبۂ عشق جي هڪ شدت جو تذڪره موجود آهي جنهن قومن ڪي
ڪائي ڇڏيو ڪٿي عشق جي افلاطوني نظريہ جي ترجماني آهي.
الغرض سنڌي شاعري عشق جي انهن جملي تصورات ۾ پري پئي آهي،
۽ سيني رنگا رنگ گلن جو گلدستو نظر اچي ٿو. ليڪن مرزا غالب
وانگر غالب سنڌ جناب فيض صاحب جو انداز بيان ئي الڳ آهي.
جنگ جي سامان تي نظر رهي:

گيسو, ڪمند و لعل ولب, چشم سرمہ سا,
تڙپي ويم مان, جنگ جو سامان ڏسي ڏسي.

وفا جو زرين ذڪر هن ريت ڪيو ويو آهي:

ڏنو مون تيغ قاتل کي آ، هر وار تي بوسو
جو مجبورِ وفا آهيان, ڪٿي آهي زبان مونکي؟

محشر برپا ٿيڻ جو باعث:

گهٽ قيامت ڪان ڪٿي آ، تنهنجو فتنہ فتنہ خو؟
دردِ دل جو تو ڏنو محشر جو سامان تي ويو.

بتِ ڪافر تعزير جي لائق نہ آهي.

بتِ ڪافر، ڪيو ڪافر، قسم ڪافر جي ايمان جو
نہ آهي عاشق ڪافر ادا، تعزير جي قابل.

مٿين شعر ۾ صنعت تڪرار "ڪافر" جدا جدا مفهوم ۾ سان
ڪم آندو ويو آهي ڪهڙي نہ عمدي انداز سان پيش ڪيو ويو آهي.

ٿي ويون آهن اُميدون سڀ شهيد،
دم عدم تائين ڪندو ماتم ويس.

مٿين شعر ۾ سنڌي ادب ۾ ٻہ محاورات خاص سنڌي ادب اضافو
سمجهڻ گهرجن: (1) اُميدون شهيد ٿيڻ (2) عدم تائين ماتم ڪندو رهڻ.
اُميدون ختم ٿيڻ، اُميدون پوريون ٿيڻ تہ آهي مگر اُميدون شهيد
ٿيڻ نئون محاوره آهي. اهڙي طرح عدم تائين ٻہ عمدو ۽ نئون محاوره
مليو آهي.

خورشيد روز، اچي ٿو شب ماهتاب ۾،
اي "فيض" شرمنده مه ڪامل نہ ٿي وڃي.
خوبصورت الفاظ جو انتخاب ۽ اعليٰ قسم جي تشبيهہ آهي.
رهي شوقِ نظاره ۾، مگر ديوانگي باقي،
ڇڪي اسرار جو پردو سچو اسرار ڏسنداسون.

---

جليو نہ زور برق سان، ويو آه سان جلي،
ڇا سينئہ موسيٰ ۾، محبّت جو جوش هو.

---

ڪير توڪان ڪري ٿو سر پيارو
امتحان تي . ڇو امتحان آهي؟

---

فيض صاحب جي اهڙي پرپيچ اشعار جي آواز تي شاعر اهلبيت سيّد اظهر گيلاني، جناب فيض صاحب جي چند اشعار آبدار جي ڪتاب بنام "فڪرِ فيض" ۾ شرح لکي، جيڪا ادبي حلقہ پسند فرمائي، صاحب موصوف اهڙو پيو ڪتاب بہ منظرِ عالم تي آڻڻ جو وعده فرمايو آهي.

جناب فيض صاحب تعلّي جي عالم ۾ اچي فخرو ناز سان فرمائي ٿو:

شعر غالب ېڏي اگر همدم،
مهربان هي جناب ٿي ويندو.

---

واقف نہ آهي "فيض" جي رتبہ کان "فيض" خود،
افسوس آشنا رهي، نا آشنا رهيو.

فيض صاحب جي بلند خيالي ۽ غالب جو پيرو سمجهي ادبي ۽ علمي دنيا زبردست آجيان ڪئي. ان وقت جمعيت الشعراءِ جو اوج ۽ عروج هو فيض صاحب جمعيت جو ميمبر ٿيو. هن جماعت فيض

صاحب جي فڪر ۽ فن کي داد ڏيندي، کين نہ صرف "غالب سنڌ جي اعليٰ لقب سان نوازيو مگر ڪل سنڌ 18 ادبي ڪانفرنس گهوٽڪي ۾، تاريخ 21_ 22 سيپٽمبر سنہ 1957ع جي موقع تي جميعت الشعراءِ سنڌ جي نائب صدر جي اعليٰ عهدي تي بغير مقابلہ جي منتخب ڪيو. ان مشاعره جي مصرع طرح هئي.

اچا مستن کي گهرجي پيو بہ دورِ جام اي ساقي،

صاحب طرح سّيد اظهر گيلاني.

هن ادبي ڪانفرنس جي تاريخي مشاعره ۾ سنڌ کان آيل هڪ سئو کان مٿي اديبن ۽ شاعرن پنهنجو ڪلام پڙهي داد تحسين حاصل ڪيو.

(فيض صاحب جو طرحي غزل)

(1) سرور آيو نہ جنّت ۾، جو پيتو جام اي ساقي،
شراب ناب پي آ، روغنِ بادام اي ساقي.

(2) همہ رند آهيان، سمندر جُنبشِ لب ۾ ڪيم خالي
ظروف جام آهي، چرخ نيلي فام اي ساقي.

(3) پيئو اي ميگسارو، موسمِ باد بهار آهي،
ڏنو بادِ صبا ويندي، مونکي پيغام اي ساقي.

(4) خدا شاهد زمين تي، آسمان تي، عرش تي، پيتم،
رهيو هر هر جگهہ منهنجو آ مشلِ جام اي ساقي.

(5) طوافِ ڪعبه ڪان پي اڳ، ڪيم ڪعبه ۾ مينوشي،
فرشتن پي ڏنو منهنجو بدّل احرام اي ساقي.

(6) ڪيو جامِ فنا، هن سست پا کي، تيزپا ڪيڏو
ڪيم راهِ عدم کي باخدا هڪ گام اي ساقي.

(7) پيڻ کان بعد فڪرِ چشم ميڪش ۾ ٿيو مضطر،
خوشي ۾ پيش آئي، صورتِ آلام اي ساقي.

(8) پڳم فوراً جهان کان گور ۾، پي جام تنهائي،
ڏنو محشر نہ هِتِ مونکي، ڪرڻ آرام اي ساقي.

(9) لحد ۾ بوئي هئي هُئي فرشتہ ۾ نہ ٿيا داخل،
عذابن کان ڇڏايو آ، مونکي هڪ جام اي ساقي.

(10) هي دؤرِ جبر آ، يا دورِ جهموري جو وحشين کان،
ڦري ٿي پاڪ ۾ انسانيت، ناڪام اي ساقي.

(11) وڃان ڪ ۾ ميڪده مان تشنہ لب، بادِ بهاري ۾،
غضب آهي چوين ٿو ڇو هي فيضِ عام اي ساقي؟

(12) ڪندو ڇا هي جنون صحرا نوردي، چاڪ داماني،
"اچا مستن کي گهرجي، پيو بہ دورِ جام اي ساقي"



# شهنشاهه تغزل غالبِ سنڌ ۽ صاحب طرز نظم
# حضرت فيض بخشاپوري

ڊاڪٽر عابد لغاري

شاعري انساني احساسات ۽ جذبات جي وڏ ۾ وڏ بهترين کان بهترين آئينہ دار هوندي آهي. فن جي ثانوي حيثيت هوندي آهي. پر جڏهن احساسات ۽ جذبات فن جي سانچي ۾ اچي اظهار جي روپ ۾ ظاهر ٿيندا آهن تہ اهي پنهنجي انفراديت جا آئينہ دار هوندا آهن.

حضرت شاهہ عبداللطيف سان گڏ سنڌ توڙي ساري دنيا جي شعرا ڪرام جا مثال سندن بي مثال شاعري جي انداز ۾ اڄ بہ دنيا ۾ عهد دور ۾ توجهہ جي قابل رهيا آهن.

غالبِ سنڌ شهنشاهہ تغزل بہ پنهنجي موجوده دور ۾ پنهنجي بي مثال شاعريءَ جي حواليّ سان انفراديت رکندڙ شاعر آهي جنهن کي فطرتي شاعر سان گڏ قدرتي شاعر ان لاءِ چئي سگهجي ٿو تہ پاڻ پنهنجي زندگي دوران مختلف حالات ۽ واقفات تي پنهنجي جذبات ۽ احساسات جو بهترين منظوم انداز ۾ اظهار ڪندو رهيو. هو فقط غزل جو شهنشاهہ نہ هو پر صاحبِ طرز نظم جو پڻ بادشاهہ هو.

فطرتي طور تي فيض صاحب خدا شناس انسان هو. اهو انسان

جيڪو پاڻ کي ڄاڻي ۽ سمجهي توڙي سڃاڻي ٿو اهوئي صحيح طور تي خدا شناس ثابت ٿئي ٿو. تنهن ڪري پاڻ الله جل شان جي وحدانيت ربوبيت ۽ ٻين مڙني او صافِ خداوندي کي سنڌي توڙي اردو ۾ ٻين ٻولين ۾ غزل جي انداز ۾ نظمي طور ٿي انفرادي انداز ۾ ظاهر ڪندو رهيو.

سندس سنڌي طويل حمدِ مان هڪ قطعو پيش ڪجي ٿو:

"هر گهڙي وردِ زبان، الله هو الله هو
هر نفس ۾ آ نهان، الله هو الله هو.
مايہ مردِ قلندر، فيض ذڪرِ لاالله
بندگيءَ عارفان، الله هو الله هو.

انسان جي اندر ۾ خاص طور تي مسلمان جي دل جي ڌڙڪن ۾ پنهنجي رب جي ياد هميشہ جاري وساري رهندڙ هوندي آهي. هڪ ٻي حمد مان هڪ قطعو بهترين جذبات جو مظهر آهي:

* هر هنڌ پنهان هر جا مظهر، باهو لاهو الاهو
ظاهر مطلق غيب سراسر، باهو لاهو الاهو.
مستي مستي وهم پرستي، گم تي نوشي جام الستي
ورد وظيفہ فيض قلندر، باهو لاهو الاهو

ڇا تہ لفظن جي بندش، جوش ۽ ولولي جو مظهر هن پوري حمديہ نظم مان ملي ٿو جيڪو جذب سان پڙهندو دل سان هنڍائيندو اهوئي احساس ڪري سگهندو.

الله جل شان سان گڏ جيڪو شخص عشقِ نبي سان سرشار هوندو، ان جي دل ۾ هر وقت يا نبي يا رسول يا حبيب الله جو ورد روان دوان هوندو. فيض صاحب پڻ نرالي انداز ۾ پنهنجي جذبن جو اظهار ڪيو آهي طويل نعمتن مان ٻہ ٻہ شعر نموني طور قطعن ۾ پيش آهن:

ڏٺم آئينہ ۾ لاءِ حقيقت يا رسول الله،
خدا شاهد خدا آ تنهنجي مورت يا رسوالله.

پڪاري ٿو پيو محشر ۾ "فيض" بي سرو سامان
شفاعت ڪر شفاعت ڪر شفاعت يا رسول الله

ٻين نعتن جا مطلع آهن:

آئينہ حق حاملِ قرآن محمدﷺ
يزدان جو قسم مظهر يزدان محمدﷺ

لبِ يزدان تي اذڪار محمدﷺ
پڙهو صلي عليٰ بار محمدﷺ

---

انوارِ محمد ڪان آئي ڪون و مڪان نور
آيو جو جهان ۾ تہ ٿيو سارو جهان نور

---

حاصلِ هر دو جهان عشقِ رسولﷺ
بندگي ٻي ورنہ آ ڪارِ فضول.

---

محمد حامد و ممدوح يزدان
محمد حاملِ آيات و قرآن

۽ اهڙي طرح دلِ فيض عشق نبي ۾ ٻيون بہ ڪيتريون ئي نعتون چيون جن ۾ اردو جون نعتون پڻ شامل آهن. سندس قصيدا ۽ مدحون شخصيت جي اصل آئيني مثل آهن.

پاڻ ملڪي ۽ بين الاقوامي حالات جو بخوبي ادراڪ رکڻ وارو سچاڻ صوفي صادق مردِ قلندر پنهنجي دور جو باخبر انسان هو. هو هڪ نظم ۾ ڪعبي لاءِ جذبات هيئن ٿو ظاهر ڪري:

لاوارثيءَ ڪعبہءِ ڪعباتي رئان ٿو.

محرم جو مهينو آيو تہ قصيده ۽ سلام لکيائين. هڪ قصيده جي مصرع اوليٰ آهي:

هر آدمي جي دل ۾ آهي غم حسين جو.

هو عيد جي حوالي سان غزل جي انداز ۾ هيئن ٿو جهومي اٿي:

ٿي ويو نظارهِ رخ جانان بروز عيد

فيض تشبيهون، اشعارا ۽ ٻيون فارسي ۽ سنڌي يا اردو ترڪيبون بخوبي استعمال ڪيون آهن. سندس نظمن ۾ قرآن تي لکيل بي مثال نظم آهي:

اهلِ ايمان کي ڏنو گوهرِ ايمان قرآن

هو قلندر جي ڪانفرنس ۾ رطب السان آهي:

قلندر واقفِ شانِ قلندر

هو لطيف جي لاءِ گوهر فشان آهي:

آ رسالو تنهنجو گنج ڪيميا عبدالطيف

سچل سرمست لاءِ احساس ٿو ڏياري:

ڪري پرواز ويو ملڪ عدم از خاڪدان سچل

علامه اقبال جي ورسي تي اچي ته سندس دل چوي ٿي:

خوشا! آغاز ماه وسال اقبال

قائدِاعظم جي حوالي سان ڏينهن اچن ٿا ته چوي ٿو:

ڪشورِ پاڪ جو هو قاعداعظم سان وقار

۽ پاڪستان جي ڏينهن ملهائڻ تي چوي ٿو:

مثال خلدِ برين پر بهار پاڪستان.

يوم آزادي لاءِ چوي ٿو:

ديار پاڪ ۾ چمڪي رهيو آ نورِ آزادي

هو بابِ السلام، ڪشمير، ماهه رمضان ۽ ٻين موضوعن تي جذبات جو بهترين اظهار ڪري ٿو.



# حضرت فيض بخشاپوري جي شاعري
# مرحوم امير علي چانڊيو جي نظر ۾

پروفيسر ڊاڪٽر عبدالجبار عابد لغاري

لاڙڪاڻو سنڌ ۾ نہ فقط سياست ۾ اڳيرو رهيو آهي پر ادب ۾ بہ ان جا ڪيترائي ڪونتل ڪڏايل آهن. مرحوم امير علي چانڊيو جيڪو هو تہ پوليس آفيسر پر ان شاگردي جي زماني کان ترجمن، شاعري ۾ تحقيق تي ڪيترو ئي ڪم ڪيو مطالعو بہ دل کولي ڪيائين. سندس ڪيترين ئي انگريزي مان ترجمو ٿيل ڪهاڻيون رهبر ڊائجيسٽ ۾ ڇپيون ۽ شاعري پڻ.

امير علي چانڊيو مشڪل پسند شاعر هو شايد اهو ئي سبب هو جو هو شهنشاهہ غزل غالب، سنڌ فيض بخشاپوري جي شاعري جو عاشق هو. پڻ جڏهن ٽنڊو محمد خان ۾ اي ايس پي جي عهدي تي فائز هو تہ فيض صاحب جي صدارت ۾ سنڌي اردو مشاعرو منعقد ڪرايو هو جنهن ۾ حيدرآباد مان آئون ڪيترائي شاعر ساڻ ڪري ان ۾ شريڪ ٿيو هئس. انهي مشاعري جي آخر ۾ هن مِنو ڪڇي کان ڪيترائي غزل فيض جا ڳارايا هئا جن تي هن کان ڪيترائي ڏينهن رياض ڪرايو هو.

آگسٽ 1996ع ۾ جڏهن آئون پاڪستان نيشنل سينٽر حيدرآباد ۾ ڊپٽي ريزيڊنٽ ڊائريڪٽر طور خدمتون سرانجام ڏئي رهيو هوس تہ رهبر ادبي سوسائٽي طرفان "ڏات ڏٽي ڪانفرنس" منعقد ڪئي ۽ غالبِ سنڌ تي امير علي چانڊيو کي مقالو لکڻ جو چيو تہ

باوجود طبيعت سخت خراب هئڻ جي هُن "فيض جي نعتيہ شاعري" تي بهترين مقالو لکيو. جنهن ۾ هن اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي بلڪہ ثابت ڪيو تہ اها دنيا جي ٻين ٻولين خاص ڪري عربي، فارسي، اردو يا ٻين ڪن بہ مشرقي ٻولين ۾ سيني ڪان گهٽي بلند گهٽي اعليٰ سخن جي حامل آهي. هن اهو پڻ ظاهر ڪيو تہ سندس ٻي شاعريءَ ۾ بہ نعتيہ رنگ گهڻو ملي ٿو. سندس تمهيد اها هئي تہ:

"نعت هڪ وسيع ۽ مشڪل ميدان آهي، چاڪاڻ تہ نعت جو مضمون هڪ ذات جي چوڦير ڦري ٿو. اها ذات لامحدود ۽ ايتري تہ بلندو بالا آهي جو اها نعت جي ننڍڙي احاطي ۾ بيان نٿي ڪري سگهجي. باوجود ان مضمون تي بي شمار شاعرن لکيو آهي پر ڪاميابي تڏهن ممڪن آهي جو انهيءَ وصِف جا نوان نوان پهلو نفيس نُڪتا ڪڍي پيش ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو ۽ ڪٺن ڪم آهي. جڏهن تہ رب تعاليٰ انهيءَ ذات جي وصفن کي چڱيءَ طرح بيان ڪري ڇڏيو آهي. پوءِ تہ ڪا گنجائش باقي ر ڄ ئي نہ گهرجي. رب تعاليٰ تہ پنهنجي محبوب جي شهر جو بہ قسم کائي ٿو. قرآن شريف ۾ آهي: "لا اقسم بهٰذا البلد" صحابہ ڪرام کي فرمايو ويو تہ پاڻ سڀُورن جي آواز مبارڪ کان پنهنجا آواز هلڪا رکو: "لا ترفعو اصواتڪم فوق صوت النبي".

متان ڪير حضور سائين جن کي ادا چئي مخاطب ٿئي، ان ڪري هي آيت سڀُوري نازل ٿي: "ماڪان محمد ابا احد من الرجالڪم".

اهڙيءَ طرح امير علي چانڊيو ٻيون بہ ڪيترين ئي آيتون مثال طور پيش ڪيون. غالبِ سندۃ فيض بخشاپوري 1970ع جي ڏهاڪي ۾ ۽ ان ڪانپوءِ ڪيترين ئي نعتون لکيون جن ۾ عشقِ رسول ۾ ذهني ۽ قلبي لڳاءُ صاف طور تي جهلڪي پيو ۽ نعت گوئي ۾ ڪمال ڪري ڇڏيو آهي. هو هڪ نعت ۾ چوي ٿو:

جيڪو ڪعبۃ دل کي تنهنجي عشق سان ٿو معمور ڪري،
پنهنجي رنگ محل کي ٽينڊي جنت ۾ تعمير ڏئي.

هڪ غمديده رنج رسيده خاڪ نشين آفاق زده،
تنهنجي در تي شاهہ دو عالم ويٺي فيض فقير ڏٺم.

هي نعتيہ لفظ چڻ تہ نازل ٿي رهيا آهن. ڪعبہ دل_ عشق سان معمور ڪرڻ_ رنگ محل ۽ جنت جو توازن، ڇا تہ خوبصورت ترڪيبون آهن، جن ۾ بهترين شعريت سان گڏ بهترين عقيدت بہ آهي.

هيٺ ڏنل نعتيہ شعر ۾ رواني ۽ لفظن جي ردم گڏجي ڪيڏي نہ رنگين بياني پيدا ڪئي آهي:

ڇا حسن وجمال آهي. ڇا شانِ ڪمال آهي
انسان بہ شيدائي، الله بہ شيدائي.

امير علي چانڊيو ان موقعي تي حضرت علي ڪرم الله وجہ ڪان وٺي عربيءَ جي باڪمال شاعرن جا مثال پيش ڪيا. فارسيءَ جي بلند پايہ شاعرن: خاقاني ۽ خاڪواني جي قصيدن جا شعر پيش ڪيا آهن. هن فيض صاحب جي مجموعہ ڪلام "گنجينہءِ فيض" تي جيڪو مطالعاتي جائزو پيش ڪيو ۽ آگسٽ سيپٽمبر 1981ع جي نئين زندگيءَ ڇپيو آهي ان ۾ نعت سان گڏ غزل جي شاعريءَ تي تبصرو ڪندي لکي ٿو

"جيڪو مقام غالبِ سنڌ کي غزليہ شاعريءَ ۾ نصيب ٿيو آهي اهو سنڌيءَ جي ڪنهن ٻئي شاعر کي شايد ئي نصيب ٿيو هجي..... سندس رنگ ۾ اهڙي شاعري نہ ڪنهن اڳ ۾ ڪئي آهي ۽ نہ ڪو ان رنگ ۾ غزل چئي سگهي ٿو." هو وڌيڪ لکي ٿو:

"فيض هڪ اهڙو شاعر آهي جنهن "مسلسل غزل" لکيا آهن. سندس غزلن ۾ "رنگِ تغزل" شدت سان ملي ٿو ايتري قدر جو سندس نظمن ۾ بہ "رنگِ تغزل" پوري آب وتاب سان جهلڪي پيو" هو فيض جي غزل کي ساراهيندي آخر ۾ لکي ٿو تہ:

"فيض هڪ فطري شاعر آهي. جنهن مٿان شاعريءَ جي ذات مينهن وانگر وسندي ٿي رهي. خيال ايندا رهن ٿا ۽ فيض غزل چوندو رهي ٿو. ...... چڻ تہ فيض جو پيشوئي شاعري آهي. يا فيض شعرن جي

مشين آهي. سندس مشڪل لفظن ۽ ترڪيبن جا شاهد هي شعر ڏسو:

نهاري نازنين هر هر ٿو تيز تر نگاهن سان
پياري ٿو پيو ساقي شراب آهسته آهسته
رخ روشن تي آ ڇوڙي ڇڏيو شبِ رنگ زلفن کي
مهِ ڪامل ٿيو زير سحاب آهسته آهسته

فيض جي هڪ ٻئي غزل جا شعر نموني طور پيش ڪندي امير علي چانڊيو واقعي بهترين چونڊ جو مظاهرو ڪيو آهي:

بيمار عشق جو نه مسيحا کان ٿيو علاج،
يادِ صنم کي درد جو درمان ڪري ڇڏيم.

----

اندازِ دوستي ۾ ڏسي رمزِ دشمني،
عرصي کان ترڪ صحبتِ ياران ڪري ڇڏيم.

سندس هڪ مسلسل غزل مان مثال ڏيندي امير علي لکي ٿو:

سرمد پنهنجي جان وڃائي، سوريءَ تي منصور چڙهيو
ڪرب و بلا ۾ تنهنجي سِر تي، ڏيندي سِر شبير ڏٺم.
درويشن جي دستِ دعا ۾، هر دو عالم لوح وقلم.
مظلومن جي آهه ۾ همدم، بجلي جو تاثير ڏٺم.
ديرو حرم ۾ ڳوليم جنهن کي، عرش فرش تلاش ڪيم.
تنهنجي در تي شاهه دو عالم، ويٺي "فيض" فقير ڏٺم.

امير علي چانڊيو مرحوم هڪ طرف ته شاهه لطيف جي بيتن جو انگريزي ۾ ترجمو ڪري هڪ وڏو ڪارنامو سرانجام ڏئي ويو آهي ته ٻئي طرف غالبِ سنڌ جي نعتيه ۽ غزليه شاعريءَ کي پنهنجي بهترين تجزيه نگاري سان پيش ڪري سنڌي ادب ۾ پاڻ کي "فيض" جي مداحن ۾ شامل ڪري اهم ادبي خدمت سرانجام ڏئي ويو آهي.



# سي لاهوتي لڏي ويا

**ڊاڪٽر عابد لغاري**

ادبي دنيا ۾ اڪ ڪولي هئم ته سنڌ ۾ بلڪ پاڪستان ۾ جيڪي اردو ۽ سنڌي جا آفتاب ۽ ماهتاب مون کي نظر آيا. غالب سنڌ ۽ شهنشاهِ تغزل جنابِ فيض بخشاپوري انهن مان هڪ هو. رهبر ڊائجسٽ جو اهو ڪهڙو پرچو هو جنهن ۾ فيض صاحب جي غزل سرفهرست نه هجي. حقيقت ۾ منهنجا جيڪي رهبر هئا فيض صاحب انهن مان هڪ هو ۽ انهن سڀن جي طرفان پڙهندڙن کي گڏ ڪيل مواد پيش ڪندو هئس.

سائين فيض الله خان فيض بخشاپوري کي جيڪب آباد جي ادبي حلقن جيڪي غالب سنڌ ۽ شهنشاهه تغزل جا خطاب ڏنا هئا. اهي سچ، صحيح ۽ حقيقت تي مبني هئا. مرزا غالب جو مقابلو اردو ۽ فارسي جي شاعري ۾ اگر ڪير ڪري نه سگهيو آهي، هو پنهنجي انداز ۽ اسلوب ۾ اگر يڪتا آهي ته انهيءَ انداز، رواني،گهرائي ۽ معنوي حيثيت ۾ سنڌي ۽ اردو شاعري ۾ جناب فيض مجائي چڪو هو هو فقير تن هو مگر پرجلال هو. هو ڪم گو مگر باهمت . دلير حق گو انسان هو. هن ڪڏهن به ۽ ڪهڙي به موقعي تي وڏي کان وڏي ماڻهو کي حق چوندي ڪونه ڪيٻايو. پاڻ هميشه سفيد پوش ۽ پروقار زندگي گذاريائين جيڪب آباد ۽ ڪنڌ ڪوٽ ائين لڳندا هئا ته پاڻ انهن جو بي تاج بادشاهه آهي. هر قومي سردار، ضلعي آفيسر سندس عزت ۽

احترام کي قائم ۽ برقرار رکيو. ان جو سبب سندس با رعب شخصيت ۽ ادبي ۽ شاعري جي بلند وبالا حيثيت هئي.

سنڌ ۾ جمعيت الشعراءِ سنڌ جو ڪيتروئي عرصو اثر رکيو. ان جون سالانہ ڪانفرنسون ۽ مشاعرا سڄيون راتيون جاري رکندا هئا. انهن ۾ فيض بخشاپوري صاحب، ڊاڪٽر شيخ محمد ابراهيم خليل، مخدوم محمد زمان طالب المولیٰ ۽ ٻين بلند پايہ شعرا ڪرام ۾ شامل رهي انهن ڪانفرنسن جي رونق دوبالا ڪندڙ هئا. انهن کان سواءِ سنڌ ۾ جيڪي بہ عظيم ڪانفرنسون ٿيون ۽ اردو سنڌي مشاعره منعقد ٿيا اهي محمد بن قاسم سوسائٽي طرفان هُجن، رهبر ادبي سوسائٽي طرفان هجن يا ٻي ڪنهن بہ اداري يا تنظيم طرفان منعقد ڪيا ويا هجن. غالب سنڌ هميشہ انهن ۾ صدارت ڪئي ۽ حقيقت اها آهي، تہ ان عهدي جي لڄ بہ رکي. خود جيڪب آباد ۾ منعقد ٿيندڙ سالانہ ميلہ ۾ اردو ۽ سنڌي مشاعري جي يا تہ صدارت ڪيائين يا انهن ۾ مهمان خاص رکيو. نازڪ مزاج بہ ايترو جيئن دلبر ۽ لاڏلو ڪنهن ڳالهہ تي ضد ڪري ۽ سندس خوشيءَ جي خاطر اها ڳالهہ قبول ڪئي وڃي. مون کي اهڙا ڪئي واقعا ياد آهن جڏهن اهڙي ڪنهن موقعي تي جناب قطب الدين تاب ۽ مراد علي نور صاحب جن مون کان مدد طلب ڪئي هوندي ۽ آئون فيض صاحب جي شفقت ۽ پيار مان پورو پورو فائدو وٺندي ڪيس اهڙي ڪنهن فيصلي تي آڻڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندو هئس جنهن جي ان وقت ضرورت بہ هوندي هئي. حقيقت ۾ فيض صاحب جي بلند پايہ شخصيت ۽ نازڪ مزاجي جي ڪري ڪير بہ سائنس حجت تہ ڇا گذارش بہ نہ ڪري سگهندو هو.حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رح جي ان بيت مطابق تہ:

اڄ نہ اوطاقن ۾ طالب تنوارين،
آديسي اٿي ويا، مڙهيون مون ماريِن،
جي جيءَ کي جيارين، سي لاهوتي لڏي ويا.

لفظ مڙهي کي مرحوم سيد سردار علي شاهہ جي دفتر "مهراڻ" هير آباد حيدرآباد سان منسوب ڪيو ويو هو. جنهن ۾ شاهہ صاحب کي وڏو فقير ۽ باقي صحبتن کي فقير چيو ويندو هو. جناب فيض صاحب جن جڏهن اتي ايندا هئا تہ صبح شام فقط سنڌس ئي تازا ڪلام ٻڌا ويندا هئا. پر حقيقت هي آهي تہ فيض صاحب جون مڙهيون جيڪب آباد جي ٻوڙڪي هائوس، ڪنڌ ڪوٽ پريس ڪلب، حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ جا جاگيردار هوٽل بہ هئا. جو پاڻ ئي انهن جو وڏو فقير هو ۽ پاڻ موجود هوندو هو تہ مڙهيون بارونق رهيون ورنہ ويران ويران نظر ايندڙيون هيون. پاڻ جتي بہ هوندو هو تہ سنڌس عارفانہ انداز جا غزل ٻڌا ويندا هئا. جن ۾ "مددي" وغيره جا غزل بي حد پسند ڪيل هئا. مشاعرن ۾ پڙ سنڌن غزلن جون فرمائشون ڪيون وينديون هيون. سنڌي شاعري جو ماهتاب ۽ شخصيت کي هِن نذرانہ عقيدت ۾ بهتر طور تي پيش ڪيو ويو آهي. فيض زندهہ آهي زندهہ رهندو.

شعر جنهن جا رهبري، سو فيض آ بخشاپوري
سنڌ جو آ انوري، سو فيض آ بخشاپوري
چست جنهن جي زبان، برجستہ فقرا واهہ واهہ
حرف جنهن جا آخري، سو فيض آ بخشاپوري
نيهن جو نهوڙيل، عشق ۾ صوفي صفا.
تيسين آهي ظاهري، سو فيض آ بخشاپوري
لفظ جملا بي مثال،
وقت جو آجو ڪري، سو فيض آ بخشاپوري
جسم ۾ ڪمزور آ. پر قلب ان جو ثقيل،
جو شڪستہ ظاهري، سو فيض آ بخشاپوري

# 20 صدي جو عظيم هفت زبان شاعر
# غالب سنڌ حضرت فيض بخشاپوري

**پروفيسر ڊاڪٽر عبدالجبار عابد لغاري**

سنڌ اها عظيم سر زمين آهي جنهن تي هر دؤر ۾ ڪيترائي شاعر اديب ۽ اسڪالر پيدا ٿيندا رهيا آهن جن جي عظمت ۽ فن کي قدر جي نگاهہ سان ڏٺو ويو آهي ۽ تاريخي ۾ انهن جي عظمت کي سهڻي نموني پيش ڪيو ويجي پيو ڪلهوڙن جي دور ۾ اها عظمت حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رح ۽ شايع عنات رضوري کي حاصل رهي اهي سنڌي زبان ۾ بيت جي شاعريءَ جا شهنشاهہ آهن جد آهن تہ انهن کان پوءِ صوفي شاعرن ۾ سچل سرمست فقير نواب ولي محمد. سيد مصري شاهہ. محمد فقير ڪتياڻ ۽ ٻين شاعرن انگريزن جي دور ۾ وڏو ناماچار حاصل ڪيو.

سچل سرمست هفت زبان شاعر سان گڏ عروضي شاعري ۾ اوليت جي حيثيت رکي ٿو ۽ فقير نواب ولي محمد انهيءَ ڏس ۾ ٻئي نمبر تي نظر اچي ٿو انهن جي شاعريءَ ۾ حمد. نعت. نظم ۽ غزل توڙي ٻين ڪيترين ئي عروضي صنفن تي سهڻي طبع آزمائي ڪئي، پر 20 صدي ۾ اگر نظر ڊوڙائبي تہ لاتعداد بلند مرتبہ شاعرن ۾ غالب سنڌ حضرت فيض بخشا پوري جو نالو سر فهرست نظر ايندو ڇاڪاڻ تہ

سندس شاعري ۾ علم عروض مطابق اهي سڀ صنفون نظر اچن ٿيون جن تي مختلف ٻولين ۾ سچل سرمست ۽ ٻين شاعرن ڪامياب ۽ سهڻي ڪوشش ڪئي آهي پر سندس شاعريءَ ۾ فن ۽ فڪر سان گڏ تصوف جون اونهون باريڪيون پڻ ملن ٿيون.

هڪ طرف "فيض" جي شاعري ۾ اردو جي بلند پايہ شاعرن مان خاص طور تي مرزا غالب (اسدالله) جا لطيف نڪتا، فن ۽ فڪر ملي ٿو تہ ٻئي طرف سنڌ جي قابل فخر سرتاج اشعرا صوفي شاعرن جا اهي نڪتا بہ سهڻي انداز ۾ بيان ڪيل آهن جيڪي مولانا جلال الدين رومي، حافظ شيرازي يا عبدالرحمان جامي جي شاعريءَ جا مرڪ رهيا آهن ايران ۽ هندستان جي آڳاٽن شاعرن ڪي دنيا ۾ جيڪا شهرت سندن فن ۽ فڪر جي ڪري ملي، اهي رموز ۽ انداز غالب سنڌ ۽ هفت شاعر جي فن ۽ فڪر مان ملن ٿا.

فيض الله خان ڏومڪي ڀرازيءَ جي مٽي مان پيدا ٿيندڙ فن ۽ فڪر جي انداز کي آسمان تائين ڪڻي ويو. هو نہ فقط سنڌ جي برک شاعرن ۾ صف اول ۾ مٽي نظر اچي ٿو مگر اردو جي بلند پايہ شاعرن جي نظرن ۾ واقعي غالب جو ثاني نظر اچي ٿو ڇاڪاڻ تہ غزل جي ميدان ۾ مرزا اسد الله خان غالب انهن وٽ مڙني اردو شعراءَ ڪرام ۾ بلند مرتبہ تسليم ڪيو ويو آهي.

اگر علامہ اقبال اردو شعراءَ ڪرام ۾ پنهنجي انفراديت رکي ٿو تہ فيض الله خان بخشا پوري جي ڪلام ۾ سنڌي توڙي اردو ۾ پاڻ کي اقبال جو پڻ ثاني ثابت ڪري چڪو آهي.

"فيض" صاحب اهو اڪيلو سنڌي شاعر آهي جنهن پوري پاڪستان ۾ اڪثر سنڌي مشاعرن جي صدارت ڪئي يا مهمان خاص بڻيو ۽ سندس وفات 14 مئي 1992ع بعد سندس ورسين تي پوري پاڪستان جي هر طبقہ فڪر ۽ ٻولي جي شاعر کيس خراج عقيدت پيش ڪيو آهي.

20 صدي جي سنڌي توڙي اردو جي لاتعداد نامور شاعرن سان
ڀيٽ ڪرڻ بجاءِ هر صنف سخن مان سندس شاعري پيش ڪري انهن
مڙني مٿي بيان ڪيل نڪتن جي تصديق ڪنداسين.
جناب "فيض" صاحب ڪيترائي حمديہ غزل ۽ نظمون چيون آهن
سندس ڪليات جي پهرين حمد جا ٻہ شعر آهن جن ۾ لفظ لفظ عشق
حقيقي ۾ ٻڏل آهي.

نڪو خوبرو مليو آ نڪو روبرو ٿيو آ
ڪيم عاشقي ۾ سجده بہ يقين غائبانہ
مون کي بيخودي رسايو وڃي عرش آگهي تي
سر عرش ڪان پري آ منهنجو عرش آشيا نہ

ٻي حمد تہ بس ذِڪرخدا ۾ ورد خدا آهي:

هر گهڙي ورد زبان الله هو الله هو

حضور رسول صلي الله عليہ وسلم جي شان اقدس ۾ سندس
نعمتون هر هر وِرد ڪرڻ سان يقين آهي تہ ضرور ثواب ائين ملندو
جئين صلوات سڳوري جو ورد ڪجي پاڻ سڳورن کي رب ڪريم
شفاعت جو اختيار ڏنو آهي تہ فيض بہ اهائي گهري، تصوف جي
باريڪين سان ٽمٽارهن نعت جي هڪ هڪ شعر کي موتين سان تور
جي تہ بہ انهن جو وزن ڪرڻ مشڪل آهي:

نہ ناسوتي نہ ملڪوتي نہ جبروتي نہ لاهوتي
ڪري ڇا ڪوئي انداز ولايت يارسول الله
پڪاري تو پيو محشر ۾ 'فيض' بي سرو سامان
شفاعت ڪر شفاعت ڪر شفاعت يا رسول الله

صلوات سڳوري کي غالب سنڌ هن طرح پنهنجي نعت شريف ۾
سموهيو آهي جو سبحان الله:

الله سر عرش ثناخوان محمدؐ
ڇا صلي عليٰ مرتبہ وشان محمدؐ

هر چيز ۾ نُور نهان روح جي صورت
هي ڪون ومڪان جسم آهي جان محمدﷺ
قرآن پي تنهنجو آ خدائي پي خدا پيو!
جبريل امين تنهنجو آ قربان محمدﷺ

فيض صاحب عاشق رسول رهيو آهي پيون بہ ڪيتريون ئي نعتون انهي عشق ۽ محبت ۾ چيون آهن پاڻ ڪيترائي قصيدا حضرت علي ڪرم الله وجہ حضرت امام حسين ۽ شهداد ڪربلا جي شان ۾ چيا آهن. جيڪي سنڌي تہ چا. پر اردو ۾ بہ آهن.

"فيض" صاحب پنهنجي دؤر جي سيني شاعرن ۾ شهنشاهہ غزل مشهور رهيو ۽ انهي صفت ڪيس غالب سنڌ جو اعزاز پڻ بخشيو هو پاڻ ڪي تصوف جو پياڪو سمجهي ٿو جنهن جي پيئڻ سان سندس اندر جو سارو ڪفر صاف شفاف ٿي ويو چوي ٿو:

مري ويو "فيض" مي نوشِ تصوف،
اچي ٿو صوفيءِ قلبِ صفا ياد.

"فيض" صاحب پنهنجي غزل ڪي حمد. نعت يا مدحہ ۾ پنهنجي هڪ هڪ شعر ڪي جيئن ٿو ڪتب آڻي، اُن جو نمونو سهڻي انداز ۾ ڪجهہ هن طرح مشڪل الفاظ ۾ آهي،

مد حت احمد ۾ آ، هر شعر مثل ڪهڪشان،
يعني هر حرف غزل همدم آ مدحت جو چراغ

---

حيدرو صديق و فاروق و غني ڪان دهر ۾،
غيرت خورشيدِ تابان هو خلافت جو چراغ

غزل جو هي هڪڙو ئي شعر حمد جي اندز ۾ شاهہ عزل آهي:

صدقي وجان مان شان ڪريمي تي اي ڪريم،
"فيض" گناهہ گار وڃي ٿو بهشت ۾.

"فيض" صاحب جي هڪ غزل ۾ جدائي جي عذاب کي هيئن ظاهر ٿو ڪري ته:

تارن کان گهڻا شب فرقت ۾ مون ڏٺا،
اي مه جبين نه داغ دل آيا شمار ۾.

حمديه انداز جا اشعار "فيض" صاحب جي شاعريءَ ۾ اڪثر غزلن ۽ نظمن ۾ عام جام ملن ٿا ۽ ڏاڍا پيارا آهن اهو نداز عام پڙهندڙ جي لاءِ نصيت به آهي تبليغ پڻ هو پنهنجي گناهه گار هجڻ جو اعتراف ڪندي چوي ٿو.

بيحد گنهگار آهيان شرم تو اچي،
ڪيئن وڃان مان درگه پروردگار ۾.

بي نيازي سان هو مخاطب آهي بي نياز سان جنهن کي دوست ٿو چوي:

قابو ڪيو مون دوست کي دام نياز ۾،
مليو پو بي نياز هو هر هر نماز ۾.

---

بي عشق آهي بخدا بي لطف زندگي،
مون کان نه پڇ جو لطف آ سوزو گداز ۾.

---

آزاد ٿي اي "فيض" غمن کان دل حزين،
ڦهتس جڏهن جو بار گه دل نواز ۾.

---

فيض جو ڪلام سيني شاعرن کان منفرد آهي ان کي ڪنهن سان ڀيٽي به نٿو سگهجي....



# شهنشاه تغزل غالب سنڌ فيض بخشاپوريءَ جي شاعري "گنجينۂ فيض" جو جائزو

امير علي چانڊيو

فارسي زبان گهڻي عرصي تائين سنڌ جي سرڪاري زبان رهي آهي، جنهن ڪري فارسي زبان کي اول درجي واري حيثيت پڻ حاصل رهي آهي. سنڌ ۾ فارسي کي وڌڻ، ويجهڻ ۽ ترقي ڪرڻ جا ڪافي موقعا ميسر ٿيا.

انهيءَ ڪري ان عرصي دوران سنڌ ۾ ڪافي تصنيفون نثر خواه نظم ۾ فارسي زبان ۾ تخليق ڪيون ويون. جن ۾ اعليٰ پايي جي فارسي ڪم آندل آهي. فارسيءَ جي ان غلبي، هتان جي زبان، ادب ۽ ثقافت تي ڪافي اثر ڇڏيو. جڏهن سنڌ مان ميرن جي حڪومت ختم ٿي ۽ انگريزن فارسيءَ جي بجاءِ سنڌيءَ جي ترويج ۽ همت افزائي شروع ڪئي، ته آهستي آهستي سنڌي ٻولي، فارسي جي جاءِ پرڻ شروع ڪئي.

هتان جي ٻولي ۽ ماڻهن تي فارسي شاعري ۽ ادب جو تمام گهڻو اثر هو ان ڪري سنڌي اديبن ۽ شاعرن فارسي طرز جي نثر ۽ فارسي طرز جي شاعريءَ کي اختيار ڪيو جنهن جي ڪري سنڌ ۾ عروضي شاعري جي ابتدا ٿي. فارسي شاعريءَ ۾ هوندئن ته انيڪ اصناف سخن موجود آهن ۽ سنڌي شاعرن بہ تقريباً هر صنف تي طبع آزمائي ڪئي آهي ۽ ڪندا پيا اچن، پر شاعريءَ جي انهن سڀني قسمن مان غزل ئي هڪ زوردار ۽ مقبول عام قسم رهيو آهي، جنهن هر هنڌ پنهنجي ڌاڪ

وهاري ۽ اثر ڄمايو آهي. سنڌ ۾ فارسيءَ جي زور ٽٽڻ ڪانپوءِ هتان جي شاعرن گهڻو ڪري پنهنجي شاعريءَ ۾ غزل کي ئي جاءِ ڏني. اهو ان ڪري ته غزل بذات خود پُر تاثير، آسان ۽ مختصر ٿئي ٿو.

سنڌي شاعرن فارسيءَ جي طرز ۽ رنگ ۾ نه رڳو غزل لکيا، بلڪ ان ۾ قافيا، رديف، تشبيهون حتيٰ ڪ فارسي لفظ ۽ ترڪيبون به بڪثرت استعمال ڪيون ويون. اهڙي قسم جي غزلن ڇوڙڻ وارن جو حلقه اثر نهايت وسيع هو. اهڙي قسم جي شاعرن جي اڪثريت هڪ اهڙو حلقه خيال پيدا ڪري وڌو. جيڪو زياده تر پڙهيل ماڻهن تي مشتمل هو. اهڙيءَ طرح اُهو حلقو پنهنجو اثر وڌائيندو ويو ۽ مشاعرن جي صورت وجي اختيار ڪيائين. مشاعرن ۾ ڏنل مصرع طرح تي به گهڻو ڪري غزل لکڻ وارن شاعرن کي خوب داد ملندو هو ۽ سندن همت افزائي ڪئي ويندي هئي، جنهن ڪري غزل ماڻهن جي دلين ۾ گهر ڪري ويو.

انگريزن جي دور ۾ اردو جي واڌاري ته ويتر سوني تي سهاڳي جو ڪم ڪيو: ڇاڪاڻ ته اردو ۾ غزل گوئيءَ تمام مقبول هئي ۽ اردو ۾ غزل جا وڏا وڏا شاعر موجود هئا، جنهن ڪري پورو برصغير غزل جي مقبوليت جي لپيٽ ۾ اچي ويو. اسان جي سنڌي شاعرن به ان ڏس ۾ ڪافي ڪوششون ڪيون ۽ ڏسندي ئي ڏسندي سنڌي زبان ۾ به ديوان شايع ٿيڻ لڳا.

سنڌي غزل جي پوري دور ۾ شاعرن جيترا به غزل لکيا. تن مان اڪثر غزل ته فارسي غزلن جو سنڌيءَ ۾ ترجمو هئا. مطلب ته انهن ۾ تخليقي تخيل ۽ انفرادي خيال افروزي گهٽ هئي. ليڪن ان کان ٿورو پوءِ واري دور ۾ ساڳئي فارسي آميزي واري رنگ هئڻ جي باوجود سنڌي غزل ۾ نواڻ ۽ انفراديت پيدا ٿي.

سانگي مرحوم کان بعد ۾ غزل نهايت زور شور سان ڇيو ويو آهي، پر انهن ۾ ٿورا ڪي شاعر اهڙا ملندا جن "سانگي" وانگر رنگ تغزل سان پرپور غزل ڇيا هجن: غزل تي پورو پورو توجه ڏنو هجي ۽ ان ۾ نواڻ

پيدا ڪئي هجي. اهڙا شاعر آڱرين تي ڳڻڻ جيترا آهن، جن ۾ قابلِ ذڪر مراد علي "حافظ" ۽ "سرور" مغل آهن. پر افسوس آهي جو انهن جو ڪلام زياده تر منظرِ عام تي اچي نه سگهيو آهي. حافظ ۽ سرور وارن جي وچين ۽ آخرين دور ۾ به گهٽيئي بلند پايہ شاعر پيدا ٿيا آهن. جن غزل جي ميدان ۾ پنهنجي فڪر جي اسپِ تازي کي خوب ڊوڙايو آهي. ليڪن ويجهڙائي واري عرصي ۾ اهڙن سيني شاعرن مان جيڪو مقام غالبِ سنڌ "فيض" بخشاپوريءَ کي نصيب ٿيو آهي، سو سنڌي غزليہ شاعريءَ ۾ شايد ئي ٻئي ڪنهن سنڌي شاعر کي نصيب ٿيو هجي. "فيض" جي غزل جو پنهنجو هڪ مخصوص رنگ آهي. جنهن رنگ جي شاعري سنڌي زبان ۾ نه اڳ ۾ ڪنهن ڪئي آهي ۽ نه ئي ڪو ان رنگ ۾ غزل چئي سگهندو. هن کان اڳ ۾ ماڻهن ڪوشش ڪري غزل چوندا هئا. ليڪن غزل جي زمين جو مستقل شاعر ڪونه هو جنهن صرف ۽ صرف غزليہ شاعري ڪئي هجي ۽ غزل جي صنف سان انصاف ڪيو هجي، ٻئي طرف "فيض" ئي هڪ اهڙو شاعر آهي، جنهن مسلسل غزل لکيا آهن ۽ مستقل غزليہ شاعر جو مقام ماڻيو اٿس. "فيض" صاحب جي شاعريءَ ۾ رنگِ تغزل نهايت شدت سان ملي ٿو. ايتري قدر جو سندس نظمن ۾ به رنگ تغزل پوري آب و تاب سان موجزن آهي ۽ "فيض" صاحب جي نظمن تي به غزل جو گمان پيو لڳندو آهي. غزل، رنگِ تغزل کانسواءِ غزل نه آهي: جنهن شاعر جي شعر ۾ رنگِ تغزل نہ آهي تہ ان جي شاعري ڪرڻ ئي اجائي آهي.

حضرت "فيض" صاحب سنڌي غزل کي هڪ نئون رخ ڏنو آهي. جنهن ۾ تخيل جي بلندي، سرخوشي ۽ مسرت ڇانيل آهي. فيض صاحب پنهنجي ولولہ انگيز تخيل، لفظ جي بيساختہ استعمال ۽ زورِ بيان جي ڪري هڪ پرشڪوه اسلوب پيدا ڪيو آهي، جيڪو غزل جي ميدان ۾ ڪوبہ سنڌي شاعر پيدا ڪري نہ سگهيو آهي. "فيض" جي غزلن ۾ دردِ دل منجهان ائين اڀرندڙ سوڻن کي چڳيءَ طرح محسوس

ڪري سگهجي ٿو. "فيض" جي شاعري احساس ۽ تجربي، تخيل جي رنگيني ۽ ڦهلاءَ جي ڪري، اهڙا تصورات پيدا ڪيا آهن. جيڪي شاعري جي ميدان ۾ بلڪل نوان آهن. "فيض" لفظن ۽ ترڪيبن جي پرحشمت استعمال جي ذريعي تخيل جي رنگ محل ۾ نوان رنگ ڀري ٿو ۽ پنهنجو خاص اسلوب خلقي ٿو. سندس اهڙي اسلوب جي بنياد ڪنهن بہ تڪلف يا "آورد" تي مبني نہ آهي، بلڪ سندس غزل پڙهڻ ڪان بعد معلوم ٿئي ٿو تہ هر لفظ بيساختہ بغير ڪنهن تڪلف ۽ مصنوعيت جي استعمال ٿيل آهي. پڙهندڙ حيران ٿي وڃي ٿو تہ ايترا مشڪل الفاظ ڪيڏي نہ رواني ۽ مهارت سان استعمال ٿيل آهن. جيڪو صرف ۽ صرف "فيض" جو ڪمال آهي.

هن وقت شهنشاهہ تغزل غالب_ سنڌ حضرت فيض بخشاپوري جي نئين ڇپجي آيل مجموعہ ڪلام "گجينہ فيض" تي مختصر تبصرو تعارفي انداز ۾ پيش ڪريون ٿا. هن مجموعي جي اشاعت جيتوڻيڪ سال 1981ع ۾ ٿي آهي، ليڪن پوءِ بہ سڀ غزل ڪافي پراڻا آهن. پراڻا ان ڪري چوان ٿو جو "فيض" هڪ فطري شاعر آهي، جنهن مٿان شاعري جي ڏات مينهن وانگر وسندي رهي ٿي، خيال ايندا رهن ٿا ۽ "فيض" غزل سرا ٿيندو رهي ٿو. مان سمجهان ٿو تہ جيترا اشعار هن مجموعي ۾ آيل آهن، "فيض" انهن کان ٻيڻا ٽيڻا شعر هن وقت تائين چئي چڪو هوندو. گويا ائين ٿو معلوم ٿئي تہ "فيض" جو پيشو ئي شاعري آهي يا فيض شعرن جي مشين آهي، جنهن مان ڏڙا ڏڙ شعر نهندا ٿا اچن. هت ڪتاب ۾ آيل شعرن جو مختصر انتخاب قارئين اڳيان پيش ڪريون ٿا تہ هو خود پڙهن ۽ اندازو لڳائين:

نهاري نازنين هر هر ٿو دز ديده نگاهن سان،
پياري ٿو پيو ساقي شراب آهستہ آهستہ.
رخ روشن تي آ ڇوڙي ڇڏيو شب رنگ زلفن کي،
مه ڪامل ٿيو زير سحاب آهستہ آهستہ.

مٿي بيان ڪيل پهرين شعر ۾ "دزيده نگاهن" مان هر هر نهارڻ
کي "فيض" ساقي جي آهستي آهستي شراب پيارڻ سان تشبيهه ڏني
آهي. هتي گويا نگاهون پيمانا آهن ۽ انهن جي مستي شراب وانگر
آهي. اهو بذات خود نئون تخيل به آهي ۽ نئين تشبيهه. پر ٻئي شعر
۾ "فيض" "رخ روشن" ۽ "شب رنگ زلفن" جو تلازمو "مهِ
ڪامل" ۽ "اسحاب" سان ڪري شعر جو لطف ٻوالا ڪري ڇڏيو
آهي.

سِر مٿيو سنگِ درِ يار تي سودائي جو
داد ڏي عشق مون کي ناصيہ فرسائي جو.

"ناصيہ فرسائي" جو داد "عشق" کان حاصل ڪرڻ بلڪل نئون
خيال آهي ۽ نئون تخيل آهي:

بيمار عشق جو نہ مسيحا کان ٿيو علاج،
يادِ صنم کي درد جو درمان ڪري ڇڏيم.

اندازِ دوستي ۾ ڏسي رمزِ دشمني،
عرصي کان ترڪ صحبتِ ياران ڪري ڇڏيم.

دورِ شراب و نغمه چنگ و رباب کي،
همدم علاجِ گردشِ دوران ڪري ڇڏيم.

زاهد کي ويہ ڪوئي خرابات ۾ وٺي،
اي شيخ! هن فرشتي کي انسان ڪري ڇڏيم.

شرحِ جمال عارض نور آفرين ڪري،
ڪافر کي ٻيو اي "فيض" مسلمان ڪري ڇڏيم.

غزل جي مٿين شعرن ۾ بعض جو خيال يا مضمون عام يا فرسوده

آهي ليڪن "فيض" جي متغزالانہ بيان انهن ۾ هڪ نئين ڪيفيت پيدا ڪري ڇڏي آهي. "فيض" ان غزل ۾ جنهن قسم جا خيال آندا آهن. انهن مان صاف صاف معلوم ٿئي ٿو تہ انهن مان سندس مطلب پنهنجي جذبي جو اظهار ڪرڻ آهي. نہ ڪ پنهنجي مخاطب کي تبليغ ڪرڻ انهن شعرن کي پڙهي، "فيض" جو قاري محسوس ڪري ٿو تہ "فيض" سندس خواهشن مطابق ۽ سندس سطح تي لهي اچي ڳالهہ ڪري رهيو آهي.

مٿئين غزل جو چوٿون نمبر شعر ذو معنيٰ آهي ۽ شعر جي ذو معنويت شعر کي بلندي جي عرش تي پهچائي ڇڏيو آهي. اهڙو اظهار خيال وڏن وڏن شاعرن کي بہ مشڪل سان نصيب ٿيو هوندو "زاهد" کي فيض "فرشتي" سان پيٽي ٿو. ان "فرشتي" کي بظاهر تہ "فيض" خرابات ۾ وٺي وڃي سندس عزت گهٽائي ٿو. يعني "انسان" ڪري ڇڏيس ٿو چو تہ "فرشتا" ڪائڻ پيئڻ کان پاڪ هوندا آهن. هتي فيض انکي ڇُڪي پياري ڪيس "انسان" بڻائي ڇڏي ٿو يعني سندس رتبو گهٽائي ٿو. پر فيض "فرشتي" کي "انسان" بڻائي ٿو: يعني "انسان"، "فرشتي" کان عزت، تڪريم ۽ مرتبي جي لحاظ کان افضل آهي.

هيٺين غزل ۾ جيڪا بيساختگي، رواني، سلاست ۽ زور بيان آهي سو ڪنهن سيلِ روان وانگر وهي وڃي ٿي، جيڪڏهن اتي ڪا ٿوري گهڻي رسائي آهي تہ اها بہ ملتاني سرائڪي کي آهي. بخشاپور جي نہ ڪا ثقافتي حيثيت آهي. ۽ نہ ڪا ادبي حيثيت، ائين ڪٿي چئجي تہ ان علائقي جي خاص ٻولي ڪابہ نہ آهي. سنڌي ٻولي تہ ماڻهو لاچار گذاري خاطر ڳالهائيندا آهن ۽ اتي جيڪا سنڌي ٻوليءَ سان حالت ڪئي وڃي ٿي ساقابل ديد آهي. خاص طرح تذڪير ۽ تانيث ۽ جمع ۽ واحد استعمال ڪرڻ وقت. ويتر اهڙي ماحول ۾ وري ماڻهوءَ کي صرف فارسي پڙهائي وڃي تہ پوءِ تہ اهڙي حالت ۾ جيڪو حال ان جي

زبان جو ٿيندو سو توهان پاڻ پروڙي سگهو ٿا.

اهڙي ماحول ۾ ظاهر آهي تہ جيڪو ماڻهو اڪ ڪوليندو ۽ پنهنجي ٻولي ڇڏي ٻي ٻولي ۾ تخليقات ڪندو تہ ظاهر آهي تہ ان جي ٻولي بہ پنهنجي ئي رنگ ڍنگ جي هوندي. اهو ماڻهو ظاهر آهي تہ اهلِ زبان وانگر تہ ٻولي نہ لکي سگهندو ليڪن هن جي ٻوليءَ تي هن جي ماحول جي ڇاپ لڳل هوندي. فيض جي ڪلام ۾ بہ گهڻو تڻو ان طرز جي ئي ٻولي استعمال ٿيل آهي. جيڪا هڪ بلوچي ڳالهائيندڙ فارسي پڙهيل قبيلي ۾ استعمال ٿيندي آهي. اهڙي شاعر تي نہ تہ اسان کي ناراض ٿيڻ گهرجي ۽ نہ ئي ان کي نظرانداز ڪرڻ گهرجي. "فيض" اهڙي لساني طرح پسمانده قبيلي مان اٿي ڪري ماڻهن کي پنهنجو گرويده ڪري ۽ قادرالڪلامي ۽ استادي جي سند حاصل ڪري سا هڪ غير معمولي ڳالهہ آهي. اهڙو ماڻهو غزل جي سنگلاخ زمين تي بغير ڪنهن لغزش جي هلي بلندين تي پهچي، ۽ مضامين خيال جي تلاش ۾ جگر ڪاوي ۽ جگر سوزي ڪري سنڌي ٻولي ۽ ادب جي خدمت لاءِ پاڻ کي وقف ڪري ڇڏي ۽ پنهنجي مادري زبان کي ڇڏي سنڌيءَ ۾ شاعري ڪري سو هر طرح قابل _ تحسين ۽ لائقِ صد احترام آهي. ايڏين تڪليفن ۽ مشڪلاتن جي باوجود بہ فيض غزل جي مسلسل آبياري ڪندو اچي. هن وٽ نہ تہ ڪنهن جغرافيائي طور ثقافت ۾ ترقي يافتہ علائقي جي شاعرن واري پرتڪلف ٻولي آهي ۽ نہ ئي تصنع. هو جيڪي ڪجهہ چوي ٿو سو انهن ڳالهين کان پاڪ آهي. هن جي شاعريءَ ۾ لفظن جي مناسبت، لفظن جو تضاد، لفظن جا آواز، لفظن جي روايتي اهميت ۽ لفظن ۾ لڪل دقيق ۽ سنجيده معنوي ڪيفيت بنيادي حيثيت رکي ٿي.

"فيض" جي شاعري رعايت لفظي جي سهاري تي بيٺل نہ آهي، جنهن جي پرورش "آورد" جي آغوش ۾ ٿي هجي ۽ جنهن جو اسلوب بہ پرتڪلف رعايتي لفظي جي سهاري تي استوار ٿيو هجي.

ليڪن "فيض" جي غزلن ۾ واردات_ قبلي جي ترجماني ڪرڻ وارا شعر ملن ٿا. جن ۾ "آمد". بي تڪلفي ۽ بي ساختگي جي اهڙي ڪيفيت سمايل ٿئي ٿي. جيڪا فوراً دل ۾ گهر ڪري وڃي ٿي. اچو تہ چند بيا مثال بہ ڏسون:

چاهي چاهي اي تند خو چاهي؟
آخر هي طرز گفتگو چاهي؟
زلف و خط. رخ ولب. سبحان الله.
باغ_ جنت جو رنگ و بو چاهي؟
عرش_ دل تي جلوه آرائي.
سوئي ڪعبہ هي جستجو چاهي؟

---

مجنون پي ڇيو مون کي ديوانہ و سودائي.
ڇا داد_ جنون آهي؟ ڇا حوصلہ افزائي؟

ڇا حسن وجمال آهي؟ ڇا شان. ڪمال آهي؟
انسان پي شيدائي. الله پي شيدائي!

هر چيز آ. آئينو هن شاهد_ فطرت جو
هر هنڌ نظر آيو آ يار پي هرجائي.

اي حسن_ ازل تنهنجو ثاني نہ ڪوئي همسر.
مرغوب دو عالم کي. هي نازشِ يڪتائي.

اي "فيض" فزون تر آ. هر عيش دو عالم کان.
هڪ هن سان شناسائي، هڪ گوشہ تنهائي.

رندي رنگ. واردات_ قلبي ۽ تصوف جي جهلڪ "فيض" جي

هيٺين شعرن مان جهلڪي ٿي:

تاجدارِ سخنوران آهيان،
شاعرِ آخرالزّمان آهيان.
مقصد حرف ڪن فڪان آهيان،
ذات پنهنجي ۾ هڪ جهان آهيان.
ڪلمئه لااِلله آ لب تي،
همہ طريق، قلندران آهيان.
شيخ جو رند سان تناسب ڇا؟
هو زمين آ، مان آسمان آهيان.
جسم خستہ و روح برجستہ،
عهد_ پيري ۾ پي جوان آهيان.
نفي اثبات و ظاهر و باطن،
ناهيان آهيان جي درميان آهيان،
مون خدا کي ڇيو جهان دشمن،
هن ڇيو مان جو مهربانِ آهيان.
سجدو مونکي وري ڪر اي جبريل،
سجده گاه_ فرشتگان آهيان.
منهنجا اشعار سر بسر اسرار،
هاتف_ غيب جي زبان آهيان.
"فيض" کان عالمِ سخن روشن،
مشعل_ بزم_ شاعران آهيان.

ان کان علاوه "فيض" جي هن مجموعي ۾ وطن جا گيت، نعتون، رباعيون، قطعا، مدح ۽ منقبت وغيره شامل آهن. "سنڌ" متعلق سندس ڪجهہ شعر قارئين جي دلچسپي لاءِ پيش ڪجن ٿا.

سدا سر سبز تنهنجو گلستان سنڌ،
تون آهين غيرت_ باغ_ جنان سنڌ

اهو آ نغمۂ پير و جوان سنڌ
ٿئي قومي زبان، سنڌي زبان سنڌ
حريفِ زمزم و تسنيم و ڪوثر
خوشا مهراڻ جو آبِ روان سنڌ

---

الفت وطن جي آهي دراصل جزو ايمان،
صدبار آ وطن تي قربان جان پٽائي،
ڪنهنجي مجال ناهي، تنهنجي زبان مٽائي،
قومي زبان رهندي سنڌي زبان پٽائي.

---

هن مجموعي ۾ اردو غزل، نظم ۽ نعتن کان علاوه ڪجهه بلوچي ۽ فارسي ڪلام پڻ شامل آهي. جيڪو پڻ پنهنجو مثال پاڻ آهي.

حقيقي شاعري اها آهي جنهن ۾ آفاقيت هجي ۽ ڪائنات جي ذره ذره تي ان جي رسائي هجي.



# فيض بخشاپوري، شخصيت ۽ شاعري

## اسحاق اثر

مان ڪجهه دوستن جو قلمي مقروض آهيان. بعض اوقات ايئن به ٿيو جو ڪنهن دوست پنهنجي تصنيف عنايت ڪندي تقريظ ۽ تبصري جي تقاضا ڪئي، مگر مان دل سان چاهيندي به حڪم جي تعميل ڪري نه سگهيس. ان سلسلي ۾ فقط هڪ مثال پيش ڪندس، يعني پنهنجي پياري مرحوم دوست قربان علي بگٽيءَ جو. وڏي پاڻ مان مونکي پنهنجو هڪ نئون تصنيف ٿيل ڪتاب پيش ڪيائين ۽ تاڪيد ڪيائين ته ان تي تنهنجو تبصرو تمام ضروري آهي. ڪتاب ڇا هو؟ هڪ زنده شخصيت جي ماضي، بلڪ ابتدائي دور جي ڪوتاهين، ڪمزورين، لغزشن ۽ هيراڦيرين، جو مستند داستان هو ڇاڪاڻ جو مرحوم بگٽي ڪڏهن به سند ۽ حوالي کانسواءِ ڪنهن جي مدح يا هجو نه ڪندو هو.

ڪتاب پڙهڻ کانپوءِ مون محسوس ڪيو ته ان ۾ ڪا هڪ ڳالهه به غلط يا خلاف حقيقت نه هئي، مگر انجي باوجود مان تبصري ڪرڻ کان گريز ڪندو رهيس. انهي وچ ۾ به ٽي دفعا بگٽي مرحوم آيو ۽ ڪتاب تي لکڻ بابت پڇندو رهيو ليڪن مان هڪ نه ٻيو بهانو پيش ڪري قصي کي ٽاريندو رهيس. ٻروچ ماٺهو هو هڪ ڏينهن طيش ۾ اچي مونکي چوڻ لڳو ته شايد تنهنجي علمي ۽ ادبي معيار کان هي ڪتاب گهٽ آهي، انڪري لهرائي رهيو آهين؟ لاحول ولا قوة ڇا مان

۽ ڇا منهنجو علم مقام؟ شرم کان پاڻي پاڻي ٿي ويس. نيٺ ڪيس پنهنجي دل جي ڳالهہ ٻڌائڻ تي مجبور ٿي پيس. ۽ بگٽي مرحوم کي چيم تہ "بنده پرور! جنهن شخصيت جي توهان پسوري پڌري ڪئي آهي، ماشاءَالله اڃان زنده ۽ تابنده آهي. ڇا اهو مناسب نہ پئي ٿي سگهيو تہ ڪجهہ وقت انتظار ڪري اهو ڪتاب موصوف جي وفات کانپوءِ شايع ڪرايو ها. مگر بگٽي صاحب ڪي منهنجو دليل شايد قائل ڪري نہ سگهيو ۽ ان سلسلئہ گفتگو کي اُتي ئي ختم ڪندي چيائين تہ "خير ڇڏ انهي قصي کي، ملڪ جو ڇا حال آهي...."

اهو سندس تڪيئہ ڪلام هوندو هو. يعني "ملڪ جو ڇا حال آهي."

فيض بخشاپوري سان منهنجي شناسائي ويهن سالن تي محيط آهي. موصوف هميشہ پاڻ کي "درويش خدا مست" لکندو آهي. مگر فيض صاحب جيڪڏهن مونکي "جان جي امان" ڏي تہ مان عرض ڪندس تہ مون هميشہ کيس "درويش خود پرست يا خود مست" جي روپ ۾ ڏٺو آهي ۽ خود مستي يا خود پرستي هروڀرو ڪا بري شيءِ بہ نہ آهي. ادبي اصطلاح ۾ ان کي فرگيت چوندا آهن ۽ شعراء حضرات بطور خاص انهيءَ عارضي ۾ مبتلا هوندا آهن. مون فيض صاحب لاءِ قصيده خود پرستي وارو اصطلاح استعمال ڪيو آهي اگرچہ انهيءَ خودپرستيءَ ۾ خود شناسي جو عنصر بہ شامل هوندو آهي.

بقول علامہ اقبال رح:

*فطرت آشفتہ کہ از خاک جہان مجبور،*
*خود گرے خود نہ گرے خود شکنے پیدا شد۔*

هتي خود نگري جي معنيٰ ئي خودشناسي آهي. مان جيئن تہ فيض صاحب بابت پنهنجي ذاتي تعلقات ۽ مشاهدات جي روشنيءَ ۾ ئي قلمي قرض ادا ڪري رهيو آهيان. ان ڪري مان پنهنجي محسوسات جي مطابق ئي لکڻ جي ڪوشش ڪندس. خدانخواستہ مان فيض صاحب جي دعوائي درويشي ۽ خدا مستي جو منڪر نہ

آهيان. مگر اجا تائين بيخبر ضرور آهيان ۽ ان صاف گوئي لاءِ فيض صاحب کان معافي طلب بہ آهيان. ها ايترو ضرور عرض ڪندس تہ فيض صاحب کي "خود پرست" ٺيڙ يا بنائڻ ۾ ايترو قصور فيض صاحب جو ناهي جيترو انهن حساد ۽ جُهلاء رقيبن ۽ همعصرن جو آهي جن مان هڪڙا تہ فيض صاحب جي شاعري جا منڪر آهن ۽ ظالمن جو هڪ ٻيو گروهہ اهڙو بہ آهي جيڪو فيض جي وجود کي بہ تسليم ڪرڻ لاءِ تيار ناهي. منهنجي خيال ۾ فيض جي متعلق انهيءَ يڪ طرفہ سنگدلانہ ۽ بيرحمانہ طرز عمل کيس انهيءَ منزل تي پهچائي ڇڏيو آهي جو هو هاڻي پنهنجي وجود ڪانسواءِ ڪنهن ٻي شيءِ کي تسليم ڪرڻ جو روادار ئي نہ رهيو آهي ۽ پوري جرئت ۽ بيخوفيءَ سان بار بار اعلان ڪندو ٿو رهي تہ:

اے مستی الفت تو سبق کفر دے جا

جبتک مجھ ہر چیز سے انکار ہو جائے

باقي رهي هي ڳالهہ تہ فيض جي شاعري متنازعہ آهي، تہ براءِ ڪرم مونکي اهو ٻڌايو وڃي تہ ماضي ۽ حال ۾ اهڙو ڪو هڪ شاعر بہ آهي جيڪو متنازعات جي نشترن کان بچيل هجي. "غالب" جي شخصيت ۽ شاعرانہ عظمت تي ڪجهہ ڳالهائڻ مان پنهنجي طرفان سوءِ ادب ٿو سمجهان. مگر مرحوم جيستائين جيئرو رهيو پنهنجن پراون جي طنز و تشنيع جو شڪار رهيو. غالب جي بدبختي ملاحظہ ٿئي جو سندس همعصرن ۾ هڪڙو صاحب مرزا "عيش" بہ هو. وقت جي رواج مطابق "عيش" صاحب بہ "غالب" تي تنقيد ڪرڻ پنهنجو فرض منصبي سجهندو هو. تنهنڪري هڪ دفعي فرمايائين تہ: (هن شعر ۾ "مير" ۽ ميرزا جا لفظ ڪتب آيل آهن جن مان مراد آهي، مير تقي مير ۽ ميرزا "سودا")

کلام "میر" سمجھے اور کلام میرزا سمجھے

مگر ان کا کہا وہ آپ سمجھے یا خدا سمجھے

(ان کا کہا، معنیٰ غالب جو چيل)

ميرزا "عيش" جي انهيءَ شعر جي روشنيءَ ۾ مونکي خود فيض جو هڪ واقعو ياد اچي ويو جيڪو موصوف گهڻا سال اڳي مونکي ٻڌايو هو. فيض صاحب ڪراچي مان واپس موٽيو ۽ حيدرآباد اچڻ کانپوءِ اڪثر هن فقير جي آفيس ۾ به ايندو آهي. هڪ ڀيري کان خبرون چارون پڇيونسين. حڪم ٿيو ته چانهه گهرائي. لهجي ۾ مون ڪجهه افسردگي محسوس ڪندي پڇيو ته. "فيض طبيعت ته ٺيڪ آهي" (حالانڪ فيض صاحب جي طبيعت ڪڏهن به ٺيڪ نه هوندي آهي) چوڻ لڳو ته ڪراچي ۾ فلاڻي مونکي چانهه تي گهرايو (هڪ وڏي علمي ادبي شخصيت ۽ منفرد لئبرري جي مالڪ. جا افسوس جو هن جهان مان ڪوچ ڪري چڪي آهي) هيڏانهن هوڏانهن جون ڳالهيون ڪرڻ کانپوءِ فرمائش ڪيائين ته فيض صاحب ڪو ڪلام عنايت ٿئي. بقول فيض جي مون هڪ غزل پڙهيو ۽ سندس تقاضا تي جڏهن بيو غزل پڙهي پورو ڪيم ته مذڪوره مرحوم شخصيت چيو ته. "فيض صاحب هاڻي ڪو سنڌي ۾ ڪلام ٻڌايو؟" (حالانڪ ٻئي غزل جيڪي فيض پڙهيا سي عبراني زبان ۾ نه پر سنڌي زبان ۾ هئا.)

ان سوال تي فيض صاحب جو پارو آسمان تي چڙهي ويو ۽ خود سندس الفاظ ۾:

"مان چانهه جو ڪوپ اڌ ۾ ڇڏي پنهنجو لڪڻ هٿ ۾ ڪنيم ۽ اٿي بيهي چئني پاسن کان موصوف جي لئبرريءَ تي هڪ ڀرپور نگاهه وڌم ۽ پوءِ اهو چئي ٻاهر نڪري آيس ته:

"مون اڄ ڏينهن تائين هيڏي ساري وڏي لئبرريءَ ۾ هيڏي پاءِ جو جاهل نه ڏٺو آهي."

ابتدائي سطور ۾ مان فيض صاحب جي خود پرستي جو ذڪر ڪري چڪو آهيان ۽ مٿيون واقعو انجو هڪ ادنيٰ مثال آهي. ۽ فيض جو اهو ردعمل ڪو بيجا ۽ ايٽيڪيٽ جي خلاف به نه هو. فيض شعوري طرح سان پنهنجي مقام کان آشنا آهي ۽ ڪوبه ماڻهو پوءِ ڪٿي اهو. ڪهڙي به پايه جو هجي. فيض جي عروس شاعري سان ڇيڙ ڇاڙ ڪرڻ

جي ڪوشش ڪندو ته فيض ٽڏي تي حساب ڪتاب چڪائي ونندو آهي. مونکي ياد ناهي ته اڄ ڏينهن تائين فيض سان گڏ مون ڪيترن مشاعرن ۾ شرڪت ڪئي آهي. شايد ئي سنڌ جو ڪو اهڙو شهر هوندو جنهن جي مشاعري ۾ فيض هوندو ۽ مان نه هوندس. ان سلسلي جا ڪئين دلچسپ واقعا فيض جي حاضر جوابي ۽ بذلہ سنجي سان تعلق رکن ٿا جن مان فقط هڪ ھن جو ذڪر ڪندس.

خيرپور ۾ هڪ آل پاڪستان قسم جو مشاعرو هو. مرحوم عطا محمد "حامي" ۽ فيض جي اڪثر پاڻ ۾ دوستاڻه قسم جي نوڪ جهونڪ ٿيندي رهندي هئي. جڏهن فيض صاحب جي ڪلام پڙهڻ جو وارو آيو ته مرحوم حامي عادتاً خاص آواز ۽ لهجي ۾ داد ڏيڻ لڳو جنهن مان طنز جي تيزي صاف محسوس ٿي رهي هئي. ايستائين به معاملو ٺيڪ هو مگر هڪ شعر تي "حامي" اٿي بيٺو ۽ فيض کي خطاب ڪندي چيائين ته:

"قبلا انهي شعر جو سنڌي ۾ ترجمون به عنايت ٿي وڃي ته وڏي مهرباني ٿيندي"

ظاهر آهي ته فيض صاحب جي اڳيان مائيڪ هو. ترڪي به ترڪي حامي کي خطاب ڪندي چيائين ته:

"مونکي تنهنجي داد مان به جهالت جي بوءِ اچي رهي آهي."

۽ سڄو مشاعرو ڪشت زعفران ٿي ويو.

اهڙي طرح هڪ ٻئي آل پاڪستان قسم جي مشاعري ۾ فيض صاحب، مان، سردار علي شاهه مرحوم وغيره شيخ احمد حلوي وارو (مرحوم) جي گهر ڪراچي ۾ مهمان طور رهايا وياسون. گهر ڇا هو؟ مغليه دور جو ڪو ديوان خاص هو. صبح جو ناشتي جي ميز تي ڪچهري ٿي رهي هئي. بحث ڪو نظرياتي قسم جو هو جنهن ۾ فيض جو عمل دخل گهٽ هو. يعني دوران گفتگو شيخ صاحب مرحوم، فيض جي ڳالهين کي نظرانداز ڪندو رهيو. فيض صاحب ڪجهه دير ته خاموش رهيو ۽ پوءِ شيخ صاحب جي گفتگو کي وچ ۾ قطع ڪندي چيائين ته:

شيخ صاحب هي جنت جا مزا تہ توهان هتي ئي ماڻي رهيا آهيو،
ڇا آخرت ۾ بہ اسان غريبن لاءِ ڪا گنجائش باقي ڇڏيندا يا ....... ۽ ان
ڪانپوءِ محفل ۾ هڪ زبردست ٽهڪڙو ٿيو جنهن سان خود شيخ
صاحب بہ لطف اندوز ٿيو.

انهيءَ واقعي مان جيڪا ڳالهہ مان واضح ڪرڻ يا ثابت ڪرڻ ٿو
چاهيان تہ ڪنهن بہ تقريب، اجتماع يا محفل ۾ خواه اهل علم و دانش
جي هجي يا اهل اقتدار جي، فيض صاحب پنهنجي طبيعت جي اُفتاد
مطابق "وغيره وغيره" جي حيثيت ۾ نہ شامل ٿيڻ پسند ڪندو آهي ۽
نہ شرڪت ڪرڻ گوارا ڪندو. بيجا نہ ٿيندو جو هتي مان مرزا
"غالب" جو هڪ واقعو دهرايان. 1857ع جي بربادي ڪانپوءِ مرزا
صاحب کي بہ نوڪري جي ضرورت لاحق ٿي. نوڪري ڏيڻ وارو
صاحب بهادر انگريز هو. انٽرويو واري ڏينهن مرزا غالب پالڪي ۾
سوار ٿي صاحب جي دفتر پهتو ۽ ٻاهر انتظار ڪندو رهيو. خوش فهمي
مرزا کي اها هئي تہ صاحب بهادر خود پذيرائي لاءِ ٻاهر ايندو. آخر
جڏهن صاحب بهادر کي انهي صورتحال جي خبر پئي تہ مرزا صاحب
کي چورائي موڪليائين تہ: جناب هينئر توهان عرضدار جي صورت ۾
نوڪري لاءِ مون وٽ آيا آهيو لهاذا منهنجي طرفان استقبال يا
پذيرائي جو سوال ئي پيدا ڪون ٿو ٿئي.
مگر غالب بہ آخر غالب هو! صاحب کي ويٺي ويٺي چورائي
موڪليائين تہ: "حضور نوڪري جي آرزوان ڪري ٿي تہ عزت و آبرو
۾ اضافو ٿئي ۽ نہ تذليل نفس." ايئن چئي ساڳين پيرن تي پنهنجي
گهر واپس پهتو.

منهنجي مشاهدي جي مطابق فيض پنهنجي اطوار و عادات، وضع
قطع جي اعتبار کان بہ هڪ منفرد مقام جو مالڪ آهي. "مير" جو ڪج
ڪلاه محبوب نہ سهي. مگر هن نازڪ دور ۾ بہ پنهنجي ٻنهي هٿن سان
طرهَ دستار کي سنڀالڻ ڪا معمولي ڳالهہ ناهي ۽ فيض جو اهوئي طرهَ
امتياز آهي جيڪو سندس حريفن جي اکين ۾ ڪنبي وانگر چڀندو

آهي. مان فيض کي خود پرست ۽ خود مست ته لکي چڪو آهيان مگر غرور ۽ آڪڙ هن شخص جي ويجهو به نه ويا آهن. انهتائي معصوم ۽ ساده لوح شخصيت جو مالڪ آهي. البته نظرياتي مخالفن جي روبرو تڪبر ۽ غرور جي اظهار کي مباح به تصور ڪندو آهي جو:

ایسے موقعوں سب عبادت کے برابر ہے غرور

هاڻي مان فيض جي مسلڪ ۾ جيڪي شيون مڪروه آهن تنجو تورو ذڪر ڪندس.

ستم ظريفي ملاحظه ٿئي ته فيض صاحب خود شاعر آهي ۽ شاعر جي ڪمزوري حصول داد ۽ طلب تحسين آهي. مگر فيض جي مسلڪ مڪروهات ۾ ٻين کي داد نه ڏيڻ يا انتهائي بخيلي کان ڪم وٺڻ سرفهرست آهي. شاذ و نادر ئي ڪنهن شعر تي فيض صاحب به انداز دلربائي تبسم فرمائيندو آهي. ورنه تمام وقت هڪ هيبتناڪ سنجيدگي اختيار ڪيو ويٺو هوندو آهي. پر خدانخواسته جيڪڏهن فيض کي داد ڏيڻ جي سلسله ۾ ڪا ڪمي يا ڪوتاهي ٿي وڃي ته اسان جهڙن نيازمندن جي شامت اچي ويندي آهي. اهڙا واقعا ته ذهن ۾ جيڪي گهڻا آهن مگر هتي فقط هڪ جوئي ذڪر ڪندس.

گهڻن سالن جي ڳالهه آهي، ريڊيو پاڪستان حيدرآباد ۾ شام جو مشاعري جي رڪارڊنگ ٿيڻي هئي. پوري سنڌ مان چوٽيءَ جا شاعر موجود هئا. فيض صاحب ڪلام پڙهيو. واقعي داد گهٽ مليو بلڪ نه ملڻ جي برابر هو. رڪارڊنگ ختم ٿيڻ ڪانپوءِ سيئي شاعر ۽ ٻيا ڪيترا سامعين اچي ڪميٽي روم ۾ ويٺا. منهنجي خيال ۾ چاليهارو ڪن ماڻهو هئا. فيض سيني کان پڇاڙي ۾ ڪميٽي روم ۾ داخل ٿيو. ۽ توهان کي خبر آهي داخل ٿيڻ شرط فيض انهي سموري هجوم کي مخاطب ٿيندي بلند آواز سان ڪهڙا رمارڪس پاس ڪيا؟

"اڄ يا توهان سيني بغض ۽ حسد کان ڪم وٺي مونکي داد نه ڏنو آهي، يا جهالت سبب خاموش رهيا آهيو!"

ڪنهن جي مجال هئي جو فيض صاحب سان بحث ۽ تڪرار

ڪري سڏو اچي منهنجي پرسان ويٺو. مون ڏڪندي ڏڪندي جهيڻي آواز ۾ چيو ته "فيض صاحب. مون ته داد ڏنو هوا!" جواب مليو ته تون "به ماٺ ڪيو ويٺو هئين ۽ فلاڻي سان سمورو وقت ڳالهائي رهيو هئين. تو منهنجو ڪلام پڌو ئي ڪونه آهي ته پوءِ داد ڏيڻ جو ڪوڙ ڇو ٿو ڳالهائين."

فيض ڪن شين کي مڪروه يا ناپسنديده ٿو سمجهي ۽ ڪن کي مطلوب ۽ محبوب تصور ٿو ڪري. اهو هڪڙو نفسياتي مسئلو آهي، جنهن جو تفصيل ۾ وڃڻ، مان مناسب نٿو سمجهان. شايد هي شعر انهيءَ معاملي تي ڪا روشني وجهي:

خود پرستي خدا نہ بن جائي
احتياطاً گناه کرتا هون.
(حفيظ جالنڌري)

باقي رهي فيض جي شاعري، جنهن تي مون اجان تائين نه ڳالهايو آهي. افسوس جو هن وقت مون وٽ فيض جا جيڪي به مجموعا موجود آهن يعني "شعر، عشق" ۽ "گنجنيۀ فيض" تن ۾ غلطين ۽ پروف وغيره جي چُڪن جي ايڏي ته ڀرمار آهي جو خود ناشرن کي احساس ندامت سان تنجو اعتراف ڪرڻو پيو. هونئن به هن مضمون ۾ منهنجو مقصد فيض جي شاعري جي بجاءِ سندس شخصيت جي تصور ڪشي آهي.

تاهم جيتر يقدر فيض جي ڪلام جو تعلق آهي،
اپ اے ہمرہ ے جو معتقد "میر" نہیں۔

جيڪو صاف ۽ سٿرو آهي ان تي معجزي جو گمان ٿيندو آهي. بالخصوص سهل ممتنع ۾ فيض صاحب جو جواب ناهي.

خانہ عشق نہ کر آباد،
تنهنجو خانو خراب ٿي ويندو.
يا
ابھی سے طرز تکلم تو پھر خطاب نہ کر
سلیقہ چاہیئے رندوں سے گفتگو کے لئے

یا

میں نے کہا مہر فلک کو غور سے دیکھیں

اس شوخ نے کہا کہ مرے روبرو کریں

هر پُرگو ۽ بسيار گو شاعر وانگر فيض جي ڪلام ۾ به رطب ويابس جي ڪمي ڪانهي. فيض بنيادي طرح سان غزل جو شاعر آهي ۽ حاصل غزل يا بيت الغزل عموماً به يا ٽي شعر ٿي سگهندا آهن. جيڪي شاعر هر ممڪنه قافيه کي شعر ۾ ضبط ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. ظاهر آهي ته پر تي ۽ بدمزگي جا اسباب پيدا ڪندا آهن.

مون اساتذه جا اهڙا ڪلام به ڏٺا آهن جن ۾ فقط هڪ يا به شعر چيل هوندا آهن. بلڪه ڪي ته فقط هڪ مصرعه ڪان به اڳتي وڌي نه سگهندا آهن. شعراء جي اصطلاح ۾ اهڙن شعرء ڪرام کي شاعر احساس چوندا آهن.

ذرا غور ڪريو مير تقي "مير" جهڙو خداء سخن به

اب کے بھی دن بھار کے یو نھی، گذر گئے

واري مصرعه ۾ ڪو اضافو ڪري نه سگهيو.

(بحواله آب حيات مصنف محمد حسين آزاد)

اج 25 مارچ تي رات جو ٽي وي تي اهو ڏسي ته حڪومت پاڪستان جناب فيض بخشاپوري جي ادبي خدمات جو اعتراف ڪندي کيس حُسن ڪارڪردگي جي تمغه سان نوازيو آهي: بي پناه خوشي ٿي ۽ هاڻي فيض صاحب اهو چوڻ ۾ حق بجانب آهي ته:

حفیظ اھل زباں کب مانتے تھے،

بڑی مشکل سے منوایا گیا ھوں

# سنڌ جو يگانو سُخنور: فيض بخشاپوري

## الطاف آثيم

منهنجي ڪاليج جي زماني جو هڪ دوست اتفاق سان ڦڦڙن جي مرض ۾ مبتلا ٿي پيو ڊاڪٽر ڪيس ڪوئيٽا جي سينيٽوريم ڏي علاج لاءِ اماڻيو جيئن ته ٿي بيءَ جو علاج وقت طلب آهي تنهنڪري هو جيسين سامت ۾ اچي ۽ چار مهينا ڪوئيٽا ۾ زير علاج رهيو. منهنجو اهو دوست جڏهن ڳوٺ وريو ۽ مون سان ملاقات ٿيس ته سڀ احوال هڪ پاسي رکي مون سان فقط ڪوئيٽا ۾ هڪ شاعر سان ٿيل رهاڻين، سندس نصيحت ڀرين لفظن ۽ شعر و شاعري جو احوال اوريائين. هو بيحد متاثر هيو ان ڪري ڪيترن ئي غزلن جا مصرعَ ور ور ڪري پئي مون کي ٻڌايائين مون جڏهن پهريون ڀيرو اهڙي قسم جي شاعري سابه هڪ نوجوان کان ٻڌي تي واقعي آئون به غائبانه طور ان سلجهيل سخنور جي شخصيت ۽ ڪلام جو مداح بڻجي ويس.

اهو سنڌ جو يگانو سخنور هو سائين فيض بخشاپوري، انهيءَ زماني ۾ پاڻ گرمين جي موسم ۾ هر سال ڪوئيٽا ويندڙ هئا تنهن ڪري منهنجي دوست کي فيضياب ٿيڻ جو موقعو مليو هو؟ برصغير ۾ سڀ کان وڌيڪ جيڪا صنفِ سخن شاعرن جي طبع آزمائي هيٺ رهندي آئي سا هئي غزل، جيئن غزل بنيادي طور ايراني ۽ فارسي شاعري جي

صنف آهي ۽ ان جون ترڪيبي ۽ توضيحي گهرجون بہ خالص ان خطي جي سماج ۽ ثقافت مطابق هجن ٿيون فارسي سنڌ ۾ حاڪمن جي سرڪاري ٻولي رهي هئي تنهنڪري سنڌ جي شاعرن غزل جي ميدان ۾ صدين کان پنهنجي فن ۽ فڪر جا گهوڙا پئي ڊوڙايا آهن ۽ سون جي تور ۾ فارسي، سنڌي ۽ اردو جا غزل گو شاعرِ سنڌ جي ادبي تاريخ جي صفحن جي سونهن بڻيل رهيا آهن. مگر ويهين صديءَ جي آخري ڏهاڪن ۾ اترِ سنڌ مان ادب جي اُڀ تي غزل گو شاعر جي حيثيت ۾ اڀرندڙ هڪ تابناڪ شاعر فيض بخشاپوريءَ جو پڻ منفرد مقام آهي. فيض صاحب سان غائبانہ شناسائي تہ دوست معرفت ٿي مگر پوءِ حاضرانہ يا روبرو ملاقاتون بہ ٿيون مون کين پهريون پيرو سچل سائين جي شهردرازه ۾ سندس درگاه جي صحن تي مخدوم طالب المولىٰ سائين جي صدارت هيٺ ٿيندڙ مشاعري ۾ ٻڌو سنڌ جا نهايت ئي ڪُهنہ مشق ۽ ماناٿتا شاعر موجود هئا. سڀ ڪنهن پنهنجي انداز ۾ سچل سائين کي عقيدت جا نذرانہ پيش ڪيا مگر فيض سائين جيڪو ڪلام پيش ڪيو مون کي سچ پچ تہ فارسيءَ جي ايتري چاڻ ڪونہ هئي پر پوءِ بہ هڪ جادوئي اثر ۾ شعر منهنجي ذهن ۾ دائمي نقش ٿي ويا جيڪي هيٺن هئا.

طلبگارن جا پيمانا، ڇڏي ٿو اڄ بہ ڇلڪائي
اڇو رندو پيئو ڪولي ڇڏيو آ خمستان سچل
پيو اي ميگسارو جام وحدت کي درازن ۾
جو هن مئخانہء توحيد جو پير مغان سچل

اهڙي ريت پاڻ جيسين حال حيات هئا تہ درازه ۾ هر سال کين روبرو ٻڌڻ جو موقعو ملندو رهيو ۽ جتي جتي بہ سندن ڪلام ڇپيو ۽ جي هٿ چڙهيو تہ ضرور مطالع ۾ رهيو. نتيجا فيض صاحب جي مطالع، مشاهدي، اندازِ بيان ۽ لفظن جي ذخيري ۽ قافين جي چونڊ ۾ ڪمال وغيره لاءِ دلي ۽ ذهني طور معترف بڻجڻو پيو.

ڏسندي ڏسندي زماني ۾ هڪ اهڙي هوا گهلي جو اسان جا ڪيترائي عالم اديب شاعر عربي فارسي آميز شعر ۽ صنف کي قبول ڪرڻ لاءِ تيار نہ پئي ٿيا. هو فارسي بدران هندي لفظن جي استعمال تي متعرض نہ هئا توڙي هندي بہ سنڌي نہ هئي، اهي غزل يا نظم بدران پابند شاعري بدران آزاد نظم يعني بقول فيض صاحب تہ جيئن چئجي "آزاد قيدي" ۽ هائيڪو قبول ڪرڻ لاءِ تيار هئا. انهيءَ سڄي وايو منڊل ۾ ڪوبہ خود احتسابي عمل يا خود تجزيائي طريقو عمل فرما نہ هيو نتيجي ۾ ڪيئي سهڻا ۽ ڪهنہ مشق شاعر گوشيہ نشين ٿي ويا. جن پنهنجن اصولن جي پاسداري ڪندي پسپائي اختيار نہ ڪئي انهن اڳواڻن ۾ فيض بخشاپوري بہ هڪ هيو هُو هر هنڌ وڏي واڪ چوندو وتندو هو تہ:

انسان کي شيطان جي شرارت کان بچايو.
ايمان کي بيهوده سياست کان بچايو.
نيلام ڪرن ٿا پيا هو گنج گران کي،
اسلام کي علماء جي تجارت کان بچايو.
علم وهنر جي شمع فروزان کي جلائي،
انسانيت کي جهل جي ظلمت کان بچايو.
صد بار پڙهي ڪلمہء حق برسرِ ممبر،
مُصحف کي منافق جي تلاوت کان بچايو.
ارباب سياست کي ڏيو درسِ صداقت،
ليڊر کي ڪزب گوئي جي عادت کان بچايو.
نمرود جي محفل کان رهو فيض گريزان،
هستيءَ کي پنهنجي چشمِ حقارت کان بچايو.

جناب فيض جي ڪلام تي گهري نظر وجهڻ سان معلوم ٿيندو تہ ونس سڀ کان اول جيڪا محبت پهتي سا خدا، خدا جي حبيب ۽ ان

جي پيارن جي پهتي آهي. سندس سيني ۾ سڀ سرچشما ان محبت جي طفيل ئي ڦٽي نڪتا آهن.

واحد لاشريڪ ربِ ذوالجلال جي ذات سان محبت جو اظهار ڪندي زاهد و عابد سان مخاطب ٿيو ۽ ڪيس چيائين تہ پنهنجي پنج وقتي نماز تي ناز نہ ڪر آءُ تہ گهڙي گهڙي ۾ عجز ۽ نياز سان مالڪ آڏو سِر ٿو جهڪايان.

ڪيم لحظ لحظ سجده بہ نياز عاشقانہ
تنهنجي بندگي اي زاهد هي نماز پنجگانہ
خطِ وحده رقم آ جو جبين لوح دل تي،
مان ڪيا جبين سا ئي ٿو بہ عشق والهانہ

حقيقي مقام عشق تي پهچي چوي ٿو:

عجب جو مظهرِ خدا هجي خدا نہ هجي،
خدا خدا نہ هجي ها جي مصطفيٰ نہ هجي

فيض صاحب هڪ صادق عاشق رسول هو سندس ڪلام ۾ اهڙا بيشمار مثال موجود آهن، سندس ايمان هو تہ سواءِ عشق محمد جي زندگي بيڪار ۽ فضول آهي. رب العالمين جي محبت تي فيض کي ايترو تہ ناز آهي جو.

محشر جي ميدان ۾ سندس هي جسارت تہ ڏسو.

فيض ھو جائے تيرا اے خدا از بان
نعت ايک بروز جزا چاھيے

جتي فيض مقام نبوت کان پوري طرح آگاهہ اتي امامت جي مرتبي کان بہ بيخبر نہ هيو اهوئي سبب آهي جو سندس ڪلام ۾ امام اوليا علي اسدالله ۽ سندس اولاد جي شان ۾ قصيده سرائي وڏي مقدار ۾

موجود آهي. حضرت علي جي شان ۾ چيل سندس قصيدي جا ڪجهه شعر پيش آهن.

مولا علي، امام علي، مرتضيٰ علي،
ڪعبه علي قرآن علي، ڪبريا علي،
ياور علي، پناه علي، پيشوا علي،
منزل علي مراد علي، مدعا علي
آئينه دارِ جبر و جلالِ الوهيت غالب علي،
اسد علي شيرِ خدا علي،
دم ۾ هزار مشڪلون آسان ٿي ويون،
مشڪل ڪشا جو ٿي ويو مشڪل ڪشا علي.

شهيد اعظم فاتح ڪربلا حسين ابن علي سان پنهنجي دلي عقيدت جو اظهار هن طرح به ڪيو اٿائون.

لختِ دل علي و محمد جي جان حسين
فرمانِ حق حسين، خدا جي زبان حسين ص
وجه وجود آدم و اسبابِ ڪائنات
نازِ خدا، وقار شهه دو جهان حسين.
ڪٽجي ويو مگر نه جُهڪيو هو سرِ بلند
سرخم رهي ٿو تنهنجي اڳيان آسمان حسين

تصور ۾ ڪربلا جي تتيءَ ريت تي مصومن جو ناحق خون ڏسي فيض تڙپي اٿي ٿو ۽ چئي ٿو.

هر چند ٿي آيو آ. سچو گهر جو گهر صفا
دستِ حسين ۾ آ مگر دامنِ رضا
هڪ قطره لهو جو آ هر دو جهان بها
ڇا ڏيندين خون بها تون محمد کي اي خدا؟

شاعرن جي شاھہ ۽ سنڌ جي عظيم مبلغ حضرت شاھ عبداللطيف ڀٽائي کي پنھنجي لفظن ۾ پيٽا ڏيندي چوي ٿو تہ.

سرتاج شاعرن جو سردار صوفين جو
روحانين جو آھين روحِ روان ڀٽائي
الھام آھي گويا، ھر بيت، بند وائي
آھي زبانِ ھاتف تنھنجي زبان ڀٽائي
ڪنھن جي مجال ناھي تنھنجي زبان مِٽائي
قومي زبان رھندي، سنڌي زبان ڀٽائي.

فيض جي ڪلام جنھن لاءِ پاڻ چيائين تہ:

ھي مصحفِ دل ۾ ٿيا اي فيضِ نزول آرا،
آيات جي صورت ۾ اشعار نظر آيا.

ڳوڙھي مطالعي ڪرڻ سان معلوم ٿئي ٿو تہ ھو پنھنجي سموري قول ۽ عمل جي آڌار تي ھڪ عملي صوفي ھو. سرمد ۽ منصور سندس ھيرو ھئا.

سرمد پنھنجي جان گنوائي، سوليءَ تي منصور چڙھيو.
ڪرب و بلا ۾ تنھنجي سر تي، سر ڏيندڙ شبير ڏٺم.
ديرو حرم ۾ ڳوليم جنھن کي عرش و فرش تلاش ڪيم.
دل جي آئيني ۾ آخر دلبر جي تصوير ڏٺم.

ھو جڏھن صوفيانہ سرمستي ۾ اچي ڳالھائي ٿو تہ ھيئن بہ چوي ٿو.

بجاءِ ڪعبہ طوافِ نگار خانہ ڪيم،
ادا نماز بہ اندازِ عاشقانہ ڪيم،
صنم کي سجده ڪيم مظھرِ خدا سمجھي،
خدا پرستي بہ اندازِ ڪافرانہ ڪيم.

هر روشن ضمير شاعر پنهنجي مطالع يا مشاهدي جي آڌار تي عجيب انڪشافات ڪندو آهي. اهڙا انڪشاف سندن ڪلام جا عجب اسرار ليکي سگهبا آهن.

فيض جي ڪلام ۾ اهڙا سوين اسرار موجود آهن مگر هت چند پيش ڪجن ٿا.

موذن تو ڪري الله اڪبر
خدا جي نام تي انگشت درگوش

پئي هندُ چوي ٿو.

وچي رات بتڪدي ۾ ڏٺم قدرت خدا ڪي
ڪرن بت خدا خدا پيا، بطريق ذاڪرانہ

---

سندس هڪ اردو غزل جو بند آهي:

صنم تراش تها آذر، خدا پرست خليل
خدا ڪي شان بلند، ابنِ بت تراش ڪري

پنهنجي مشاهدي تي ڪامل ڀروسو ڪندي فيض هيئن بہ فرمايو هو تہ:

درويشن جي دستِ دعا ۾، هر دو عالم لوح و قلم
مظلومن جي آهہ ۾ همدم، بجليءَ جو تاثير ڏٺم.

فيض هڪ حساس اهلِ دل شاعر هو سندس آسپاس جيڪي ويل وهيا پئي تنهن تي ڪيئن ٿي چپ رهي سگهيو.

مسلمان ڪي مسلمان سان لڙايو
برادر خون برادر جو وهايو
اُهو فتنو ڪيو انسان برپا
جو شيطان ڪي تصور ۾ نہ آيو.

اها وقت جي وڏي ستم ظريفي آهي جو اسان فيض جهڙن شاعرن جي زندگي ڪلام ۽ پيغام تي پروڙ جي نگاهہ اجا نہ وجهي سگهيا

آهيون مجون ٿا ته سندس ڪلام کي عام ڪرڻ ۾ به اسان کان ڪوتاهيون ٿيون هونديون مگر وقت اڃا ويو ناهي. هاڻي دنيا هڪ عالمي ڳوٺ بڻجي چڪي آهي اسان ميڊيا جي مختلف ذريعن کان ڪم وٺندي فيض بخشاپوري بابت حقيقي ۽ سائنسي بنيادن تي کوجنا ڪرائي سگهون ٿا ۽ ان لاءِ پنهنجي جيئري جناب فيض اسان کي اها دعوت ڏئي ويا هئا ته:

اگر غواص بھی ہیں، گوھر شناس بھی ہیں،
ہمارے بحر سخن میں، گوھر تلاش کریں۔

ڪين اها به خبر هئي ته سندن بيان ڪيل نقطا سڀ ڪنهن جي سمجهه جا به نه آهن انهن کي سمجهڻ لاءِ فيض وارو مطالعو مشاهدو ۽ طبع سليم هجڻ لازمي آهي.

بيان تو ڪيا فيض شل ڪوئي سمجهي،
فقيرانه نقطا، سخن عارفانه



# حضرت فيض بخشاپوري جي 'سرچشمۂ فيض' ۾ عشقِ مصطفوي

ڊاڪٽر بشير احمد شاد

جب تک نہ کرے مشکِ محبت سے زباں پاک،
لیوے جو کوئی نام، بہت بے ادبی ہے۔
فیضان ہے ترے سے فیض ولایت سے ولایت،
ہے فخرِ نبوت، کہ نبیوں کا نبی ہے

## عشق مصطفيٰ

حضرت فيض بخشاپوري متعلق چند سٽون لکندي پنهنجي لاءِ اعزاز تصوّر ڪريان ٿو. ڇاڪاڻ جو جنهن ڀلي مانس جي شخصيت ۽ شان، ڪلام ۽ پيغام جا مداح ملڪ جا نامور اديب، شاعر ۽ سخنور سيّد سردار علي شاه ذاڪر، محمد ابراهيم خليل، مخدوم طالب المولىٰ، جوش مليح آبادي، سراج الدين ظفر، بهزاد لکنوي، ماهر القادري، احسان دانش، شورش ڪاشميري، راغب مراد آبادي ۽ ڪوثر نيازي جهڙا قداور انسان هجن. جنهن آفاقي فڪر جي مالڪ جي شاعريءَ جو موضوع ڪائنات ۽ خالق ڪائنات، فخرِ موجودات ۽ انسان ذات هجي، جنهن جي رڳ رڳ ۾ عشقِ رسول رچيل هجي، اهڙي انمول انسان متعلق لکڻ يقيناً اعزاز کان گهٽ ڪونہ آهي. وقت جي ڪميءَ سبب

فقط يوسف جي خريدارن ۾ نالو ڳڻائڻ خاطر مون پڻ غالب سنڌ جي ڪتاب 'سرچشمۂ فيض' مان فقط عشقِ رسول بابت اُردو زبان جا چند شعر ڪنيا اٿم جيڪي مٿ مان خرارجي پرک جيان آهن.

ٻنهي جهانن جي سردار ۽ سرواڻ سان حضرتِ فيض جي عقيدت جو اهو عالم آهي جو هو ڪريمن جي عشق کي ٻنهي جهانن جو سرمايو ۽ حاصل تصوّر ڪري ٿو ۽ نبيءَ جي نظرِ ڪرم کي ئي سڀ ڪجهه سمجهي ٿو. فرمائي ٿو:

حاصل، دوجہاں آپ کا عشق ہے
آپ چاہیں، تو پھراور کیا چاہئے۔

نبي مڪرم صہ جي ذات والاصفات لاءِ فيض صاحب جو اهو پختوا ايمان آهي تہ پاڻ ڪريم جن بظاهر جيتوڻيڪ بشريت جو جامو پهري ڪائنات لاءِ رحمة للعالمين بڻجي آيا. پاڻ افضل البشر آهن پر بباطن سراپا نور آهن. سندس عقيدي موجب جيڪو انسان نبي پاڪ جي ذات کي فقط پاڻ جهڙو بشر تصوّر ٿو ڪري اهو جاهل، اڄاڻ ۽ حق جو منڪر بولهبي آهي.

جو نور، مجسم کو کہے کوئی، بشر ہے
مجھولی ہ نا خوانہ گی و بو لہبی ہے
وجود نور، لباس، بشر میں ہیں ملبوس
یہ راز خاص ہے اسباب شاہد مشود

حضرتِ فيض اهو مست الست مردِ مومن هو جنهنکي جنت جي تمنا هرگز ڪان هئي. هو فقط مصطفيٰ محبوب جي دامن جي پاڇي جو طلبگار هو ان ڪري جنت جي متلاشي عابد ۽ زاهد کي دو ٽوڪ چئي ڏنائين.

تم کو جنت مبارک اے زاہد ! ہیں
سایۂ دامن، مصطفےٰ چاہیئے

غالبِ سنڌ ظاهر ۾ تہ زاهد کي سندس عبادت جي حوالي سان فرشتو ٿو ڪوٺي جيڪو گناه کان پاڪ هوندو آهي. پر پاڻ کي خطاڪار ۽ گنهگار چوائڻ ۾ ڪوبہ عار نٿو سمجهي. بلڪ زاهد سان مخاطب ٿي چوي ٿو تہ اي زاهد! رحمة للعالمين جي رحمت ۽ شفاعت جي درياءَ مان سيراب ٿيڻ لاءِ تہ خطائون درڪار آهن هو تہ گنهگارن جو شافع آهي. تون پڻ فرشتو هج مان انسان پلو آهيان مٿين خيال ۾ ڪيڏي نہ ندرت آهي. حضرت. فيض انهيءَ خوبصورت خيال کي لفظن جي مالها ۾ ڪيئن پويو آهي ملاحظہ ٿئي:

تو اے زاہد! فرشتہ ہے انساں نہیں
بہر دریائے رحمت خطا چاہیئے

هن عاشقِ رسول جو اهو ايمان هو تہ مسلمان سڏائڻ لاءِ فخرِ دو عالم نورِ مجسّم نبي مڪرم صہ سان عشق بنيادي شرط آهي. جيڪڏهن ڪو انهيءَ نعمت کان محروم آهي تہ اهو الله پاڪ جي پسنديده بندن ۾ هرگز شمار ڪون ٿيندو ۽ نہ ئي خالقِ دوجهان مٿس مهر ڀري نظر وجهندو.

نہ ہو عشق، محمد تو مسلماں ہو نہیں سکتا
پسندیدہ نگاہ مہر یزداں ہو نہیں سکتا

حضرتِ فيض ڪائنات جي ڪارٽيءَ کي شفيع المذنبين کان علاوه پنهي جهانن لاءِ رحمت جو درياءَ ٿو ڪوٺي ۽ شفاعت ۾ پختي ايمان جو اظهار ڪندي چوي ٿو تہ جڏهن منهنجو سائين سراپا رحمت آهي تہ پوءِ مونکي پنهنجي گنهگار هجڻ تي ڳڻتي ڀلا ڇا لاءِ هجي! فرمائي ٿو:

شفیع المذنبیں و رحمت اللعالمیں تم ہو
تو پھر کیوں دبائے رحمت مجھے ہو فکر عصیاں کی

مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته هن مرد قلندر کي پاڻ ڪريمن جي ذات سان غير متزلزل عقيدت ۽ انتهائي عشق هو. فرمائي ٿو ته منهنجي پياري نبيءَ سان جنهن به لنئون لڳائي ان جا ٻئي جهان جڙي ويا. گويا ٻيڙا پار ٿي ويا. چو ته محبوب، ربّ العالمين سان محبّت ۽ نسبت رکڻ وارن شيدايئن تي ربّ پاڻ شيدا ٿي پوندو آهي. اهڙي عاشقِ رسول کي دنيا توڙي عقبيٰ جون نعمتون نصيب ٿينديون آهن.

جو ہے تیرا ہے، خدا اس کا، خدائی اس کی
تیرے شیدائی پہ اللہ بھی شیدا ہو گا
مظہرِ نور خدا، ختم ارسل وجہ عالم
تم سا پیدا نہ ہوا کوئی، نہ پیدا ہوگا

حضرت فيض کي پنهنجي اوڻاين جو به شدت سان احساس آهي. پر نبيءَ سان نسبت سبب نا اميد هرگز نه آهي. فرشن سان مخاطب ٿيندي چوي ٿو ته اي فرشتو منهنجو سياه اعمال نامو به ادب سان کڻجو اچجو جو ان ۾ منهنجي محبوب ڪريم جو قصيدو به شامل آهي. هو پُر اميد آهي ته ڪريمن جي ان قصيدي جي طفيل سندس بخشش ضرور ٿيندي.

اے فرشتو! سیہ نامۂ اعمال، ادب سے لدوَ
اس میں اک میرے محمد کا قصیدہ ہوگا

نبي مڪرم ﷺ جي متبرّڪ هستيءَ جي منزل ۽ مقام متعلق هن عاشقِ رسول جو اهو ايمان آهي ته هيءَ غفلت جي ننڊ ۾ ستل دنيا جڏهن جاڳي پئي ته دنيا جو هر انسان ڪامل اڪمل نبيءَ کي پنهنجو آقا ۽ اڳواڻ ڪري مڃيندو.

بیدار تو ہونے دو خوابیدہ عالم کو
ہر کوئی پکارے گا محمد تو ہمارا ہے

آخر ۾ غالبِ سنڌ حضرت فيض بخشاپوري جي هڪ معرڪة الارا نعت جا چند بند پيش ڪريان ٿو جن مان هن مردِ قلندر جي نبي اڪرم صہ جن سان بي پناه محبّت ۽ عقيدت جهلڪي ٿي. سندس اهو ايمان آهي تہ محمد صہ جو عاشق ڪڏهن بہ دوزخ ۾ ڪونہ ويندو بلڪ اهو سدائين جنت جون نعمتون ماڻيندو. نعت جا بند ملاحظہ ڪريو:

نہ جائے گا کبھی دوزخ میں مستانہ محمد کا
رہے گا دائی جنت میں دیوانہ محمد صہ کا
نکل کر کعبہ سے اے دل رہیں جاکر مدینے میں
وہ کعبے کا بھی کعبہ ہے جو ہے خانہ محمد کا
پئیو پیر مغاں کے ہاتھ سے یہ بادہ عرفان
کھلا ہے خلق کی خاطر یہ مے خانہ محمد کا
میری تر دامن کو ناز ہے دریائے رحمت پر
جو دیکھا عالمِ شانِ کریمانہ محمد کا
زباں کو دیدیا رحمت نے بوسا فیض محشر میں
کہا جب میں نے یا رب ہوں میں دیوانہ محمد۔



# نگاهِ حق آگاهہ عاشق رسول ﷺ حضرت فيض بخشاپوري

## ڊاڪٽر غلام نبي سڌايو

نہ ڪو صاحبِ ڪرشمہ نہ ڪليد قُفل امجد

تنئي شرح شعر ڪنهن ڪان، کُلي بابِ گنج ڪنهن ڪان

مٿين شعر جي خالق حضرت فيض بخشاپوري جو واسطو رندانہ مسلڪ سان آهي جنهن کي صوفيانہ ٻولي ۾ قلندر چئجي ٿو. حضرت فيض پنهنجي وضع قطع جي لحاظ کان هڪ اهڙو عامل هو جنهن جي اکين ۾ تسخير و جلال، چهري مان عظمت ۽ بزرگي ۽ هيبت ۽ حق عيان هو. آئون سندس ڪچهرين ۾ ويٺس، صحبتي رهيس ۽ سندس حيات جا پوپان پندرهن سال سندن سايہ عاطفيت ۾ رهڻ جو شرف حاصل رهيو.

حضرت فيض فلسفي نہ هو پر صوفي هو. فلسفي جي واٽ عقلي ۽ منطقي آهي جڏهن تہ صوفي جو رستو ڪشفي آهي ۽ هو سچائي کي ڄاڻڻ لاءِ سير وسفر ۽ مشاهدو ماڻيندو آهي. فيض اهڙي حاصلات لاءِ نہ صرف پنهنجي اخلاق ۽ معملات کي درست ڪيو پر طبيعت جي طلب تي بہ ضابطو آڻي ورتو. ان ڪري ئي ماڻهو ڪيس حضرت فيض جي وليت واري نالي سان پڪاريندا هئا. ابن عربي چوي ٿو تہ ولي، الله

تبارڪ وتعاليٰ جو ناءُ آهي تنهن ڪري الله سائين جيان وليت بہ ڪڏهن ختم نٿي ٿئي. هي قائم دائم سلسلو آهي. ولي اُهو آهي جيڪو نفسِ اماره کي ناڪيلي وجهي قابو ڪري ٿو. حضرت فيض اهڙو ئي پاڪباز انسان هو ۽ اهڙي حقيقت جو پاڻ شاهد ٿيندي فرمائي ٿو:

لسانِ فيض لسانِ سرفروش عالمِ غيب.
نزولِ شعر نزولِ صحيفہ و آيات.

مطلب تہ فيض جي زبان عالم غيب جي فرشتي جي زبان آهي. مٿس شعر ائين نازل ٿيندا آهن جيئن نبين تي آيتن جو نزول ٿيندو آهي.

اهڙي شاعر جي ڪلام کي ڪو اهل دل درويش يا نقد و علم جو صاحب سمجهي سگهي ٿو. آئون تہ ابجد جي الف کان بہ واقف ناهيان تہ ابجد جي ڪنجي ڪٿان آڻيندس. هتي تہ ڪو ابدي عاشق هجي جيڪو انهي معاملي کي کولي، مون جهڙي خشڪ ناصح کي ڪهڙي ڳالهہ.

بهرحال بقول پٺائي رح اميد اٿم تہ:

محبت پائي من ۾ رنديا روڙيا جن.
تن جو صرافن، اڻ توريو اگهايو.

محبت جي هي ڪشتي ڪڏهن تون ٿو چڪين، ڪڏهن مان ٿو چڪيان. بحر بيڪران آهي پر بيهٺو ناهي، ٻيڙيءَ کي اڳتي ڇڪي هلڻو آهي. درياه جا ٻئي ڪنارا حيات ۽ موت جي علامت آهن. انسان ٻنهي جي وچ تي، ڪڏهن ٽُرهي تي تہ ڪڏهن بنا ٽُرهي، تار ۾ ترڳندو هِن ڪناري کان هُن ڪناري پهچڻ جي ڪوشش ۾ رڌل آهي. جو تہ زندگي پلٽجي پوئتي ڪونہ ويندي آهي بلڪ هر حال ۾ اڳتي وڌندي رهندي آهي. جرمن جو مشهور شاعر گوئٽي بہ زندگي جي انهي اصول تي هلڻ جي تلقين ڪري ٿو تہ هر قدم تي موت مان حيات پيدا ڪريو اڳتي وڌندو رهجي. اها ڪشمڪش ئي اصل ۾ شين جي ماهيت کي سمجهڻ جو سبب بڻجي ٿي جنهن کي اسين تصوف چئون ٿا جنهن جو

بنياد وري لقاءِ ربَ کي پسڻ ۽ ماڻڻ جي آرزو آهي ۽ حيات جو مقصد بہ اهو ئي هجڻ گهرجي.

سنڌ جي مٽيءَ ۾ تصوف جو رنگ رچيل آهي. ڪڏهن ان مٽي کي شاه لطيف رح، بديڻ جي سنياسي پڳت ميڪڻ جي اشاري تي پيوتي بڻائي جسم کي ملي ٿو تہ ڪڏهن انهي ساڳي مٽي سان پاڻ کي ميرو ڪري داتا گنج بخش رح مراد ماڻي ٿو اهي سڀ اسباب آهن. يار جي ديدار جا جيڪي انهن اختيار ڪيا.

'ڏيئو' نور جي نشاني آهي جيڪو مٽيءَ سان جڙي ٿو ۽ پاڻ اونده ۾ رهي، پنهنجو اندر جلائي ڪائنات کي نور ۽ روشني عطا ڪري ٿو. پر جنهن نور اسرار جي آسمانن تي چمڪي، پنهنجي تجلي ۽ تاب سان اڻجاڻائي جي اونده دور ڪري، من تان مير لاهي ڪائنات کي چٽو ۽ اجرو ڪيو اُهو نور هيو حضور ڪائنات حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم جو جنهن کي قرآن حڪيم ۾ سراج منير سڏيو ويو آهي. هي عشق جو معاملو آهي جنهن جو واسطو اهل دل صوفين سان آهي. جڏهن اسان جي ممدوح حضرت فيض ان لقاءِ نور کي نروار تيندي ڏٺو تڏهن حيرت ۽ استعجاب ۾ هوش ۽ هواس وڃائي ويٺو: ع

آيو جو بي نقاب، صنم پرده پوش هو
مونکي زبان نہ دل نہ جگر هو نہ هوش هو.

هي اهڙو پاڪ ستارو هو جيڪو نوري غيب مان سِرجي نروار تي موٽي آيو ۽ روشنائي توڙي نور ۾ سمورن نورن کان وڌي ويو.

شاعر شعلہ بيان، لطافت، بَلاغت، نَزاڪت جي لحاظ کان ڪوڙ سارا آهن، انهن ۾ سودا هجي يا مير ۽ مومن، اِنشا هجي يا غالب. سواءِ هڪ ٻن جي سيني جي شاعري ۾ حسن وعشق، غم ۽ ارمان کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نظر نٿو اچي. پر حضرت فيض اهڙو عاشقِ رسول آهي جنهن تصوف جو پيچرو اختيار ڪري شوق ۽ جذبي سان پنهنجي هستي کي تبديل ڪيو ۽ حضور صلي الله عليہ وسلم جي ذات اقدس جي

تابعداري کي ذريعو بڻائي حريم ناز تائين پهچڻ جي سعي ڪئي.

هو شهباز جيان بي ڊپو ۽ دلير انسان هو. پر جڏهن نام محمد صلي الله عليہ وسلم زبان کان ادا ٿيندو هو تہ سارو جسم ڪنبڻ لڳندو هو ۽ زبان تي ورد درود جاري ٿي ويندو هو ۽ اهائي مومن جي نشاني آهي ۽ عشق جي مام آهي ۽ جيڪا هر ڪنهن کي حاصل ناهي ٿيندي.

فيض ان راز جو هڪ پوش هٽائيندي فرمائي ٿو: ع

حاصل ٿئي ها ڪيئن، نظارو جمال جو

ستر هزار پرده ۾، جو هو روپوش هو.

صوفي چاهن ٿا تہ حضور صلي الله عليہ وسلم جي آمد، ڪائنات جي مڙني ذي روح لاءِ خوشي، بشارت، آزادي، امن ۽ آسودگي جو سبب هئي ۽ آهي ۽ سڀ موجودات، ممڪنات، مخلوقات ۽ ڪائنات جو ڪارڻ وجود حق تعاليٰ جو نور يا تجلي آهي ۽ اهائي وحدت الوجود ۽ هم اوست آهي ۽ ڪائنات جي هر شيءِ ان جو اولڙو آهي.

جڏهن اسدالله غالب انهي مام کي پروڙيو تہ چيائين. ع

چھوڑو نگاہیں نہ اس، بت کافر پوجنا،

چھوڑے نہ خلق گوا مجھے کافر کرے

غالب سنڌ فيض بخشاپوري جڏهن ان حقيقت تائين پهتو تہ چيائين:ع

ڪندس جبين کي خاڪ مان، هُن تي جُهڪي جُهڪي،

اي ڪاش! مونکي يار جو ڪو نقش پا ملي.

هڪ عرب چوڻي آهي تہ:

لاَ تَسُبّوُ الدَهرَ فَاِنَّ هُوَ الدَّهرُ

يعني: دهر کي بدشد نہ چئو جو الله تعاليٰ دهر آهي.

شيخ اياز تڏهن تہ چيو:

اول مٽي آخر مٽي،

مٽي زنده باد

حضور صلي الله عليہ وسلم باطني طور اڳ ۾ اول موجود هئا پر صورت ۾ سيني نبين کان پوءِ هن دنيا ۾ آيا. ان ڪري پاڻ قرب ۾ اول ۽ نبوت ۾ آخرين آهن.

"ڪُنت نَبياً وَ آدم بئَينَ الماءِ والطين"

"مان تڏهن بہ نبي هوس جڏهن آدم مٽي ۽ پاڻي جي رچ ۾ (گاري جي حالت) هو.

جڏهن دعاءِ ابراهيمي آسمان جي بلندين کان ٽينڌي عرش عظيم تائين پهتي ۽ درگاه خداوندي ۾ شرف مقبوليت حاصل ڪئي تڏهن محمد صلي الله عليہ وسلم جو انتظار ٿيڻ لڳو. اهل دل ۽ تمام مومنين سان گڏ غالب سندّ حضرت فيض بہ انهي هستي جي آمد لاءِ واجهائي رهيو هو. جنهن جي بعثت سان پوري عالم جو رنگ ئي بدلجي ويو ۽ پوري ڪائنات ۾ روشني پکڙجي ويئي. حضرت فيض جي زبان ان شمعِ رسالت جا شمائل بيان ڪرڻ کان قاصر آهي: ع

ڏني تشبيهہ جنهن مهہ تاب سان، خورشيد تابان سان،
ڏٺو آهي نہ هُن هرگز، رُخ انور محمد جو.

زمين جا بہ ڏيئا آهن جيڪي آسمان ۾ ايري روشني پکيڙن ٿا. هڪ آهي ۽ پيو قمر پر فيض ڇاڻي پيو تہ ڪائنات جو چنڊ. سراج منير ئي اصل ۾ مدبر ناسوت. ۽ حق الحقيقت تائين رسائي جو ذريعو آهي. جتي نہ موسيٰ ڪليم الله عليہ جي رسائي آهي تہ نہ جبريل امين جي پهچ. پر پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وسلم لاءِ هي اُهو مقام هو جتي ڪوبہ پردو ۽ گمان باقي نہ رهيو.

"فڪان قاب قوسين او ادنيٰ"

رڳو ٻن ڪمانن جي وٿي هئي يا اجا ٻي ويجهو. حضرت فيض انهي ملاقات کي ڪيڏي نہ عجز ۽ لطافت سان پيش ڪيو آهي: ع

جواب رب ارني، لن تراني،
مخاطب عرش تي، هستي سان هستي.

هڪ وجود جو ٻي وجود جي ويجھو وڃڻ يا هستي جي هوڏ کي ڇڏي پور پور ڪرڻ سان شيون فنا نٿيون ٿين بلڪ افضل ۽ اعليٰ روپ اختيار ڪن ٿيون. سچو صوفي پنهنجي وجود جا سڀ ظاهري لباس لاهي، پنهنجي هستي مالڪ حقيقي جي حوالي ڪري ٿو ڇڏي. حضرت فيض کي جڏهن راز جي آشنائي ٿي تڏهن چيائين: ع

ڪُليو جو فيض رازِ بود و نابود.
مٽايم صفحہ هستي کان هستي.

الاهي اسرارن جي آگاهي ۽ راز آشنائي هڪ مرتبو آهي ۽ انهي مرتبي وارو شخص جڏهن پنهنجي هستي جا سڀ سازو ويڃائي، حيرت جو درياه پار ڪري، جاڻ جي ڪناري تي پهچي ٿو تڏهن ڪيس پسڻ نصيب ٿئي ٿو ۽ ڪمري توڙي برتري جي چار مان ٻاهر نڪري ٿو. انهي ڏاڪي تي پهچڻ تي فيض فرمايو: ع

ٿيم آشنا جڏهن راز کان.
پري ٿيم نشيب و فراز کان.
نہ جنون و وحشتِ ڪمتري.
نہ خيال و احساسِ برتري

حضرت فيض جي شاعري ٻڌندڙ ۽ پڙهندڙ جي دل و دماغ تي سحر طاري ڪريو ٿي ڇڏي. اهڙي ساحرانہ اندازِ بيان جو واسطو سندس لاشعوري ڪيفيت سان آهي ۽ اهڙن جذبن ۽ احساسن جو مرڪز سندس قلب آهي. فڪر جي گهرائي ۽ تخيل جي بلند پروازي وري عقل جون محتاج آهن. پهرين صورت ۾ سالڪ قلبي تنوار سان اعليٰ ۽ ارفع مقام تي پهچي، مالڪ حقيقي جي نور جي چاشني ۽ ٿڌاڻ محسوس ڪري ٿو ۽ ٻي صورت ۾ عقل وسيلي امتياز ۽ تميز پيدا ٿئي ٿي ۽ سالڪ علم اليقين جو گس پسي، خود شناسي ۽ خدا شناسي تائين رسائي حاصل ڪري ٿو ۽ پوءِ دل و زبان تي هڪڙو ئي ورد طاري رهي ٿو جنهن جو اظهار ڪندي فيض چيو: ع

رهي ٿو ڪلمه توحيد. فيض وردِ زبان.
نفس نفس ۾ نهان، لااله الاالله.

حقيقتِ محمدي ﷺ جي نور ڪان پوءِ الله تبارڪ وتعاليٰ جي صفاتي تجلي نروار ٿئي ٿي ۽ اهائي وحدانيت آهي، ڪثرت جي منڊ آهي ۽ جنهن جي ظاهريت وحدت وجود آهي، انهي نڪتي جي وضاحت ڪيڏي نہ اثرائتي انداز ۾ حضرت فيض ڪئي آهي. ع

جُهڪي چونہ سرِ جبريل در تي،
ميسر آ مقامِ قبلہ گاهي.

وحدت الوجود جو تاجي پيٽو صفا ۽ صقوت سان جڙيل آهي ۽ اُهوئي ماڻهو مٿيون ڳالهيون ڳالهائي سگهي ٿو جنهن عملن نفس تي ڪنٽرول ڪري، من (Mind) کي آئينو بڻائي، پنهنجا عمل ۽ گڻ ڏوئي، پرين جا گڻ ۽ خاصيتون پاتيون هجن. اهڙي ئي طالب ۾ قرب ۽ وصال جي قوت پيدا ٿئي ٿي ۽ پوءِ هو جيڪي چاهي ٿو سو پائي ٿو ۽ جيڪي گهري ٿو سو لهي ٿو فيض اهڙي ئي مومن ۽ عاشق رسول جو مرتبو ٻڌائيندي چوي ٿو: ع

شنشاه، قيصرو ڪسريٰ ڪان، دارا ڪان سڪندر ڪان،
بلند آ مرتبو شاهِ دو عالم جي گداگر جو.

اهڙوئي انسان وقت جو قطب، الله تعاليٰ جو خليفو ۽ خلق خدا جو هادي ۽ رهنما بڻجي پوي ٿو. انکي عين الحق چوندا آهن ۽ اهڙائي شخص عين جي ماڻڪي سان، هر شيءِ ۽ هر هنڌ ڏسندا ۽ ماڻيندا آهن. فيض چوي ٿو: ع

لتاڙينس نہ پيرن سان، زمين پاڪِ يثرب کي،
وڃي روضو ڏسندس، فيض مان سِر پر محمد جو.

حضرت فيض هڪ پاڪ باز سالڪ ۽ نگاه حق آگاه شخص هو. ڪيس دنيوي مال متاع سان ڪار غبت نہ هئي. هن جو مال متاع تہ دل و دماغ ۽ حق واري نگاه هئي جيڪي سڀ شيون چائنتِ رسول تي گهورڻ

لاءِ سدائين آتو رهيو. هيٺين سٽن ۾ حضرت فيض نفسِ لواما کي رهبر بڻائي خود سپردگي جو ڪيڏو نہ اعليٰ مثال پيش ڪيو آهي: ع

دل و دماغ و ضمير و نگاهِ حق آگاه،
متاع فيض، سپردِ نگاهِ يار ڏسو.

بس، اِها خود سپردگي، جذب ۽ شوق جي ڪيفيت سدائين مٿس طاري رهي ۽ انهي خواهش سان زندگي جا آخري پساهہ پورا ڪيائين: ع

تنهنجي ڪوچہ ۾ جو مزار هجي،
ڇو قيامت جو انتظار هجي.



# فيض هڪ مردِ قلندر

## ڊاڪٽر غلام نبي سڌايو

ڪنهن ڏاهي جي ذات ۾ پرک لاءِ ادبي لحاظ کان ٻه ماڻ مقرر ڪيل هوندا آهن ماڻ جا اهي اصول ڪنهن لاءِ سٺا ته ٻئي لاءِ مڃا به ٿي سگهن ٿا. اسان وٽ ادب ۾ به پرکا جا ماڻ مقرر آهن. انهن مطابق ڪو جدت پسند ته ڪو قدامت پسند ٿي پوي ٿو. پر ان سچائي جو به هر ڪو واقف آهي ته ڪي اڄ جي اقدارن ۾ حق جا تمنائو آهن. سي ئي قدامت پسند ليکيا وڃن. چو ته پهرين سوچ جي جاين تي نوان (يعني تبديلي پسند) اچي، ايندڙ نين تبديلين مطابق ئي سماج جي ڪايا پلٽڻ جي ڪوشش ڪندا. پر اڳيان ترقي پسند ٻن خيالن آڏو سينوتاڻي ۾ چوندا ته جيڪي اسين هٿ ۾ ڪنيو آهي ان کي منزل تي پهچائڻ سان اصلي مقصد حاصل ڪري سگهجي ٿو اهڙي طرح اهو تبديلي وارو سفر جاري رهندو. فني لحاظ کان جنهن فڪر کي فني تارازي ۾ پرکبو ته سڀ کان اڳ ۾ ان جي فِڪري رسائي واري عمل کي تارازو رکڻو پوندو ۽ اهو سوال ته سندس فڪر سماجي ذميواري نڀائڻ ۾ ڪامياب ٿيو يا نه؟ سماج ۾ طبقاتي جوڙ جڪ، منافقانه رويا ۽ ڏاڍي واري لٽ کي ڏهه مٿا وارن سماجي روايتن جي ڪيتري نِدا ڪئي اٿس ۽ سندس فن ۽ فڪر ماڻهن جي ڪيتري رهنمائي ڪئي آهي.

غالبِ سنڌ، شهنشاه تغزل حضرت فيض بخشاپوري جي عملي ڪي زندگي ۾ ته انهن معيارن تي پرکڻ جي پاڻ کي جرعت ڪونه ٿي سگهي چو ته سندس چواڻي ته:

ڪو صاحبِ ڪرشمہ نہ قليد قفلِ ابجد.
ٿئي شرح شعر ڪنهن ڪان، کُلي باب گنج ڪنهن ڪان.

معلوم ٿيو تہ سندس شاعرانہ فڪر و ادراڪ سمجهڻ لاءِ صاحب ولايت يا عامل ۽ يا علم معاني، صنايع ۽ بدايع ۾ ماهر ٿي قلم کڻي سگهيو ٿو. پر هن وقت سندس غير موجودگي ۾ بہ انهيءَ احساس کي سامهون رکي قلم کڻڻ جي جرئت پيو ڪريان تہ ڪٿي وري ائين نہ چئي ويهي تہ بابا تو جهڙا ڇوڪرا مون تي ڇا لکي سگهندا! سچ پچ اُهي بيباڪانہ فقرا منهنجي ذهن کي اڄ بہ جهجنجهوڙي جهنجهوڙي چئي رهيا آهن تہ فيض جي ڪلام کي سمجهڻ لاءِ واقعي مٿين عملن جي ڄاڻ سان گڏ فارسي جو بہ ڄاڻو هجڻ گهرجي.

اها تہ فيض صاحب جي هر مداح کي خبر آهي تہ مشاعري ۾ جان ئي تڏنهن پوندي هئي جڏنهن سندس شعر چوڻ جو وارو ايندو هو ۽ پوءِ واه واه ۽ مڪرر مڪرر! جي تڪرار تي پاڻ شعر مٿان شعر ٻڌائيندو ويندو هو. ٻڌندڙ پنهنجي انداز سان مٿس ليلي جي مجنون جيان سنگ بازي ڪندا هئا ۽ هي مرد ڪنهن فرهاد جيان ڪير جي ندي وهائي مسڪرائيندو شعر ٻڌائيندو ۽ پڪيڙيندو رهندو هو.

مين هنستا هون الاهي! وحشت دانا و نادان پر.
وه هنستي هين ڪہ گويا هو گيا هي فيض ديوانہ

سماجي جوڙ جڪ تي سيني سوچيندڙن ۽ سرجيندڙن انسانن جيان فيض بہ مطمئن نہ آهي. هو اهڙي سماج ۽ ان جي ڪرتن ڏرتن جي آگاهي ڏيندي چوي ٿو:

جل جائيگا دل سوز مٹ جائينگي سب داغ،
ظالم يہ چمن، نذر خزان هو ڪي رهيگا.

هر شاعر يا اديب جي شخصيت جا ڪجهہ اصول ۽ لاڙا ٿين ٿا. حضرت فيض ۾ بہ انهن اصولن جي سٽا نظر اچي ٿي. هو نفاست پسند، عزت طالب، انفراديت پسند ۽ بيباڪ هو. ڪاري شيرواني، چاپئين

ڏاڙهي، سفيد ڪلني دار دستار ۽ خوبصورت عمل سندس شخصيت کي باوقار بڻائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪندا هئا. جائز عزت ۽ مان نہ ملڻ تي بيقرار ٿي ويندو هو. گفتگو سدائين اعتماد ۽ اڪيون اکين سان ملائي ڪندو هو. ايترو سنجيده طبع ۽ قدرت فيصلہ رکندڙ جو مجال آهي ڪنهن ايري غيري جي، جو سندس رٿ کي رد ڪري ها! ڪي صاحب دل ۽ بيباڪ انسان ساڻس علمي ۽ ادبي لحاظ کان بحث ڪندي هبڪندا ڪين هئا ۽ پاڻ بہ انهن انسانن کي پسند ڪندو هو فتاح عابد ۽ مان ساڻس جڏنهن ملڻ ويندا هئاسون تہ اهڙو اظهار ڪندو هو تہ بزدل ڪيس اصل ڪونہ وڻڻ ۽ ڪيس چاڻ هئي تہ اهي ڪائنس ڏڄي حڪم مڃن ٿا. هو چوندو هو تہ سچا ماڻهو سڻا ٿين ٿا جو ڪڏهن ڪڏهن، ڪوڙو ئي ڪٽي پر سچ چئي ڪا چڱي ڳالهہ ڪري ڏيندا آهن.

هو مرد قلندر هو ۽ ساري زندگي قلندر ٿي رهيو. وٽس عشق جي محبتا ۽ جمال جي پرستش حد درجي جي هئي. سيني ماڻهن ۾ سونهن جو متلاشي هو. خوبصورتي ئي سندس مقصود هو ۽ انهيءَ کي ئي متاعِ حيات سمجهندو هو. دنيوي مت ييد جي خلاف هو.

رڳو ڪارِ عشق و جنون ڪيم
نڪي دينداري نہ ڪافري،
رهيو ورد منهنجو صنم صنم،
نہ خدا خدا نہ هري هري

پر آخر هو بہ سوچيندڙ سماج جو سوچيندڙ فرد هو. هن کي ڪريم جي ڪارسازي ۽ لطف و ڪرم سان گڏ تهاري وصف جي بہ ڄاڻ هئي. پنهنجي گناهن تي نگاهہ وجهڻ سان مٿس خوف طاري ٿي وڃي ٿو. مالڪ ڪائنات آڏو گداگري جي جهولي ڦهلائي التجا ٿو ڪري:

يا رب نہ آهي منهنجي گناهن جو ڪو حساب،
ڪر بي حساب لطف، ڇڏي ڏي حساب ڪي،

پراڻي دور جي شاعري تي نگاه وجهبي تہ يونان جي ڏاهن جو تصور سامهون ايندو. جن جو خيال هو تہ هر اها شيءِ عظيم آهي جيڪا انساني زندگي کي سڌاري ٿي ۽ عظمت جو پهريون مينار هنن حُسن کي سڏيو. مصر ۽ هندوستان ۾ وري خوف ۽ طاقت بہ اهڙا عنصر هئا جن ان دور جي سماج ۾ راڪشس پيدا ڪري وڌا. پر ان جي پيٽ ۾ سنڌ ڌرتي صوفين ۽ سنتن جي آماجگاه رهي آهي. جتي مذر پيار جا قافلا بہ هلندا رهيا آهن تہ مئي، مئخانو ۽ مئخواري جون وارداتون بہ رقم ٿينديون رهيون آهن. فيض بہ ان ئي پوڙ جو رهواسي ۽ ان سرزمين تي پيني پيني خوشبودار ڪڪ جي تازن سنگن جي رس جو هيراڪ رهيو آهي.

ميخاني جو ميخانو ٿيو جام ڪان خالي،
هي فيض بلا نوش اڃا مخمور نہ آهي.

برصغير جي وڏي شاعر اسدالله غالب کي جڏهن قرض ڪٽي پيئڻ تي ٽوڪيو ويو تہ چئي ڏنائين:

قرض ڪي پيتي ٿي ليڪن ڪهتي ٿي ڪ هان،
رنگ لائيگي هماري فاقہ مستي ايڪ دن.

حضرت فيض بہ حالتن جي بي ثباتي تي نااميد نٿو ٿئي هڪ حوصليمند ناڪئي جيان پرامید رهندي چوي ٿو:

نہ جا اي ماهرو هي ماه باقي مئہ پي باقي هي،
ابي تو حوصلي باقي هين. ڪيون گهبرائي جاتي هين.

پوئين دفعي جڏهن پاڻ سخت بيمار هو تڏهن ساڻس ملاقات ۽ طبع پرسي لاءِ مان ۽ فتاح وٽس گهر وياسون. تڏهن تمام لاغر هوندي بہ اوطاق ۾ نڪري آيو اسان کي ڏسي ڏاڍو سرهو ٿيو. چيائين ٿورو اڳ ۾ تاب ۽ نور صاحب بہ آيا هئا. انهن کي اندر گهرايم پر هاڻي بار ماني وغيره پچائي رهيا آهن تڏهن ٻاهر نڪرڻ جي سگهہ نہ سارينديءَ بہ اوهان جو ٻڌي هليو آيس. بس يار علاج هلي پيو پر چاڙهو گهٽ نظر

اڃي ٿو. اوهين ڀيئي مون کي پيارا آهيو اوهان ايندا آهيو ته ڪجهه وقت وري جيئڻ لاءِ دل چوندي آهي. توهان اسان جو سرمايو آهيو. بس اها اسان جي آخري ملاقات هئي.

زندگي فاني آهي پر فن ۽ فڪر امر آهن ۽ ان امرتا کي سقراط جهڙي عظيم ڏاهي به مڃيو آهي. اڄ فيض اسان ۾ ڪونهي، پر سندس فن، فڪر ۽ گفتا فضا ۾ گونجي رهيا آهن ۽ اهي سڀ انسان لاءِ محترم آهن.

زندگي نام هي شکستون کا
ان حوادث کا احترام کرو



سورهه سنڌي ادب




صاحب خان ·سورهه· ميراڻي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488

# غالب فيض جي شاعري تي هڪ نظر

احمّد خان مدهوش

سرزمين سنڌ جو فطري شاعر حضرت فيض بخشاپوري، "غالب سنڌ" شهنشاهه تغزل پنهنجي طرز جو پاڻ ئي مؤجد ۽ پاڻ ئي خاتم هو. شاعري ته پنهنجي جاءِ تي پر سندس نثر نويسي به آزاد نظم کان اُتم ڏسڻ ۾ ايندي، رنگِ افشا ۾ فردِ يڪتا جي حيثيت رکندا هئا. بقول دلاور فگار،

مبلغ علم هو تو ايسا هو
نثر پر شاعري کا اثر هو
نثر پر شاعري کا ڏوڪا هو

فيض صاحب شاعريءَ جي جولانگاه ۾ منفرد انداز جا مالڪ ۽ فڪر جي بلنديءَ جا علمبردار رهيا آهن. مطالع جي وسعت ۽ ذخائر الفاظ جو خزانو سندن قبضي ۾ هو. سندن تخيل زرخيز، اندازِ بيان دلڪش ۽ تڪميل شعر قابل داد نظر ايندو چون ٿا.

مقصود غزل گوئي آهي، درد بياني،
حرص و هوس و وحشتِ اعزاز نه آهي.

سڪٽي واهه واهه جي يا داد بيداد جي محتاجي کان بي نياز ٿي فرمائن ٿا ته مير ۽ غالب جهڙا نڪته سنج هممصر هجن ها ته اهي به اڄ ٽڙپي داد ڏين ها.

تڙپي ڏين ها داد، غزل ترجو غزل خوان،
غالب هجي ها بزم ۾ يا مير هجي ها.

هڪ پيري مون شعر جي باري ۾ هدايت طلب ڪئي. فرمايائون ته "جڏهن توکي شعر مجبور ڪري ته لک. تڏهن لکجانءِ ورنه دماغ خرائي جي ڪائي ضرورت ناهي" مان خود شعر نه چوندو آهيان بلڪ چورايو ويندو آهيان. واقع سندن ڪلام آورد کان زياده آمد آهي. اهوئي سبب جو هن بوستانِ شعر جي باغبان جي ڪلام ۾ تازگي، شگفتگي، دلڪشي اثر و جذب محسوس ٿئي ٿو. ميخانه فيض جا باده نوش، سندس رمزيت، اشارات، ڪنايات ۽ لب و لهجي کان آشنا آهن. تنهن ڪري عقيدت مان ڪيس ڪي وقت جو حافظ و خيام تسليم ڪن ٿا بقول تاب جيڪب آبادي

آ نازڪ بيان، شمسوار سخن،
بحافظ و غالب جواب آهي فيض،
يلا ڪير آهي؟ ڪري همسري،
جهانِ سخن جو نواب آهي فيض.

مون جڏهن هن ڪامل الفن، قادرالڪلام، سخن ور، بزرگ کي گهري نظر سان ڏٺو ته هڪ درويش صفت، متوڪل شخص، واجب الاحترام، خوش پوش خوش وضع، سنجيده گو بلند همت، بيباڪ، خوددار ۽ خود اعتماد نظر آيو. بقول تاب

پتو هن جي طرز سخت کان پيو،
جو پيريءَ ۾ به پُر شباب آهه فيض،
طبيعت ۾ سادو لباس شمانه،
فقيري ۾ گويا، نواب آهي فيض.

هيءَ خلوت پسند درويش، ڪڏهن به جلوت ڪده قصر سڪندر جو طالب نه رهندي پنهنجي فقيري کي شهنشاهت تي فوقيت ڏيندي

فرمائي ٿو.

جلال بادشاهي کان، بلند آ حالِ درويشي،
شهنشاهي فقيريءَ جي ڪئي آ ناز برداري.

اهڙي متوڪل بزرگ کي، ڪنهن جي جاهہ و جلال جي ڪهڙي پرواهہ؟ فڪر معاش جي ڪهڙي ڳڻتي؟ جنهن لاءِ وردِ الله ئي ڪافي هو.

معاش فيض قلندر آ وارد الاالله،
نہ فڪرِ نان شبينہ، نہ روزئي روزانہ

گداگري دنيا طلبي، هٿ ڦهلائڻ هڪ مذموم صورت آهي، عارفانِ ڪامل جو طرز عمل اهو رهيو آ جو هو غرض منديءَ محتاجي ۽ سوال ڪرڻ کي تمام بر وسمجهندا آهن بقول فيض

نہ مان دربار منعم ۾ ويم، حالِ غريبي ۾،
رکيو شانِ خدا ونديءَ خدايا! خودداري ۾.

اهڙي ريت حرس وهوس جو نازڪ، غم وعيش کان بي نياز دنيا کي گذرگاهہ سمجهي، شيوه قلندري کي پسند ڪندي فرمائي ٿو.

غم و عيش کان بيخبر، جو جهان کي ڄاڻان ٿو رهگذر
مون کي آ پسند قلندريءَ نہ تو نگريءَ نہ سڪندري

-------

مايہء مرد قلندر فيض، ذڪر لااله
بندگي عارفان، الله هو، الله هو.

زاهد جي ذڪر لااِلہ ۽ عارف جي الله هو ۾ هميشہ ظاهر و باطن جو فرق رهيو آ. ملا جي عبادت جو حصول حورانِ جنت ۽ عارف پنهنجي بندگي جنت الفردوس جي بدل ۾ سستي ڏيڻ نہ ٿو چاهي.

نہ ڏيندس جنتِ ارزان يا رب
متاع بندگي آهي نہ سستي.

ڪعبو خدا جو گهر سڏيو وڃي ٿو مگر اصل ۾ ڪعبو دل آهي. دل، محبت جي جاءِ ذات الاهي جو مسڪن آهي، گويا دل، ڪعبي جو بہ

ڪعبو آهي. فيض صاحب پنهنجي حقيقي محبوب کي دل ۾ جلوه نما ڏسي عالم سرمستيءَ ۾ نعره مستان هيئن بلند ڪيو.

تون جلوه نما دل ۾، ڪيان ڪعبي کي سجدو.
مٽي ۾ ملائڻ مان ڪڏهن سر نہ گهران ٿو.

هر غزل گو کي هڪڙي ڳالهہ ڏاڍي ڏکي لڳندي آ ڇو تہ هو جيڪي ڪجهہ چوي سو ٻن مصرعن ۾ چوي. بعضي ڪيترا مضامين مختصر هجڻ جي باوجود بہ ٻن مصرعن ۾ سمائجي نٿا سگهن. مجبوراً اهڙي مضمون کي توڙي مروڙي ٻن مصرعن ۾ بند ڪرڻو پوندو آ نتيجو اهو نڪرندو آ جو مضمون جا ڪجهہ حصا رهجي ويندا آهن. جنهن ڪري شعر جو سارو لطف خاڪ ۾ ملي ويندو آ. مگر فيض صاحب کي صنف غزل تي اهڙي دسترس هئي، جو سندس شعر ڪوزي ۾ دريا بند ڪيل نظر ايندو.

جهان هر شعر ۾ آ. مُلڪ معنيٰ
ڪيم ڪُوزي ۾ درياء هنر مند.

جڏهن هي شعر،

جهان بيني ڪيان اهل جهان ڇو؟
نگهہ آهي، نگاهن ۾ نظر بند

منهنجي نظر مان گذريو تڏهن فوراً پٽائي رح جو هي شعر ذهن تي تري آيو ۽ ڪو بہ فرق محسوس نہ ٿيو.

اکين ۾ تي ويهہ، آئون واري ڍڪيان،
توکي ڏسي نہ ڏيهہ، آئون ڏسان نہ ڪي پيو.

هي عارف حق پيري و مشائخي جي دعويٰ دارن صوفي و ملان نشترزني ڪرڻ کان بہ رهي نہ سگهيو.

رموز صوفي وملا، فريب وطرز طاغوتي،
بظاهر حق پرسي ٿا ڪرن، پوشيده عياري،

رسوم خانقاهي، پيريت، رهبانيت توبه.
قباءِ بزرگي ۾ ڪار فرما آهي مڪاري

اهڙي طرح خدايانِ سياست ڪي خرابين جو خالق سمجهي، حڪومت جي چاڙتن، چمچن، حرفت باز وڏيرن، لالچي ليڊرن کان به نه ٿو مڙي ملاحظه فرمايو:

دغا، سوداگري، ايمان فروشي، چور بازاري،
نمايان آ جهان ساري ۾ هيءَ ڪار وزيرانه
ڏسو منهن ٿو ڏکي اڄ قوم کان جو ڪلهه هو ليڊر
اڃي ٿو ياد هن کي پنهنجو ڪردار شريرانه

فيض سحر پرواز، جادو طراز جو ڪلام صنايع بدايع سان مالا مال آهي، مثال طور سندس غزل جا به اشعار عرض رکان ٿو.

دم دمِ بيدم ۾ آيو مطربا وقتِ سماع
دم سمايل ساز ۾ گويا هو دمساز آيو.

-------

وصل شيرين، ڪوهڪن کي ڪون ٿيو آخر نصيب،
هر سرِ سرڪش جي سر تي سر ويو سر باز جو.

وري سلاست ملاحظه فرمايو:

شوق سير بستان ۾، جڏهن غنچه دهن آيو.
ته غنچن جو ڪُلي منهن ويو چمن ۾ آب و تاب آيو.

------

ڇا ڏيان مان جواب خط آخر!
جو جواب آيو لاجواب ايو.

ڇا انهي کان وڏيڪ سليس ڪو شعر ٿيندو؟ شعر سمجهڻ لاءِ علم عروض، علمِ نحو علم بيان علم لغات جي ڄاڻ تمام ضروري آهي، ورنه استعارن ۾ ڳالهائڻ به ڪير ڪون سمجهندو. رموز اشاره و ڪنايه، لطف ضايع و بدايع کان نا آشنا شعر مان لطف اندوز ٿي نٿو سگهي. بقول فيض

اهلِ دل، عارف اسرار، ڪوئي نڪتہ شناس،
شعر مان ڪنهن کي ٻڌايان، ڪو سمجهدار بہ آ؟

لئي مان لٺ ٻيجي شاعر ٿبو يا ادب ۾ ڪاهي پئبو تہ ضرور ادب جو ٻيڙو ٻڏندو.

ٻڏي ٻيڙو فصاحت جو نہ ڇو بحر جهالت ۾،
ادب ۾ پيي حصو ونن تا بي اديبانه

اهڙن شاعرن لاءِ مرحوم هي ريمارڪ ڏئي ويو آهي، نثر کي بہ هو نظم سمجهي ٿو:

ڏس هوس پيشہ جو خيالِ خام
نہ حُسنِ معنيٰ، نہ خوبيءِ الفاظ
شڪنِ شعر بي درو بام
ڇا فصاحت آ، ڇا بلاغت آ
ڇا خبر هن کي ڇاهي حسنِ ڪلام؟

اهڙي فحش گو شاعر جي فحش گوئي لاءِ فيض صاحب سخت تنبيہ ڪري ويو آهي. چوي ٿو

بزم صنم ۾ بوالهوس، بيهوده گفتگو
بس اي زبان دراز زبان کي لغام ڏي

پاڻ ڪڏهن بہ اهڙي بازاري شعر چوڻ تي آماده نہ ٿيا بقول خود

ڪوئي سمجهي نہ سمجهي معنيٰءِ اشعار اي همدم،
ڇڏي طرزِ بيان پنهنجي نہ چوندس شعر بازاري

هي درويش صفت شاعر جيڪا ادب جي شمع روشن ڪري ويو، سا اڄ بہ سندس احباب روشن رکيون پيا اچن. جيتوڻيڪ

خلوت ۾ رهي فيض ٿو عالم کان اچي تنگ،
درويش خدا مست کي تجريد مبارڪ.



# غزل جو شهنشاھ

سيف الله خالد يوسفاڻي

جڏھن بہ سنڌي غزل جي شاعري جو ذڪر ٿيندو تہ ذھن ۾ ڪجھ اھڙن شاعرن جا نالا ايندا جن پنھنجي بي بها سخن گوئي وسيلي سنڌي غزل کي ان مقام تي پهچايو آھي. جنھن مقام تي فارسي ۽ اردو جي شاعرن فارسي ۽ اردو غزل کي پهچايو سنڌي غزل جي گلستان جي آبياري ڪندڙ استاد شاعرن ۾ حضرت فيض بخشاپوري رحہ اھڙو شاعر آھي، جنھن کي اگر غزل جي شاعرن جو سرواڻ چئجي تہ اِها ڳالھ بلڪل حقيقت جي مطابق ٿيندي تہ سندس ھم پلئہ غزل گو شاعر سنڌ ۾ اڃان تائين پيدا نہ ٿيو آھي ۽ شايد ڪو سندس برابريءَ جو شاعر پيدا بہ نہ ٿئي.

خاص طور تي انھن حالتن ۾ جن حالتن مان هِن وقت سنڌي شاعري گذري رهي آھي، سنڌ جي استاد شاعرن ۾ ساڃاھ وند حضرت فيض جي اِن مرتبي ۽ مقام کي تسليم ڪندي کين "غالب سنڌ" جي لقب سان سرفراز ڪيو جيڪو پڻ سندن شاعرانہ قد و قامت جو وڏو اعتراف آھي. فيض صاحب نہ صرف شاعري وسيلي سنڌي غزل کي تارن ۾ چنڊ مثال بنايو پر شاعري ۾ عربي، فارسي ۽ ٻين مقامي ٻولين

جي ترڪيبن کي غزل ۾ سمائي جيڪو اسلوب اختيار ڪيو ان سان سنڌي ٻولي کي جيڪا بين الاقوامي حيثيت حاصل ٿي اها سنڌن سنڌي ٻولي ۽ سنڌ واسين تي هڪ وڏو احسان آهي. سنڌ جو هي واحد شاعر آهي جنهن کي ملڪ جا مختلف ٻوليون ڳالهائيندڙ ماڻهو پڙهن ۽ سمجهن ٿا. سنڌ ۽ سنڌي ٻولي جي عظمت جو اعتراف ڪن ٿا. حضرت فيض جي شاعري ان ڪري به سنڌ وارن لاءِ فخر آهي ته اُن جو محور عشق خدا ۽ عشق رسول ﷺ آهي. سندن هر غزل ۽ هر غزل جو هر شعر توحيد ۽ رسالت جي پرچار جو علمبردار آهي. ۽ هدايت ۽ رهنمائي جو سرچشمو پڻ بلڪ ايئن جيئن لطيف سرڪار ۽ ٻين صوفياءَ ڪرام جو ڪلام.

فيض جو سنڌي شاعرن ۾ منفرد مقام اُن ڪري به آهي جو پاڻ سنڌي غزل جي ڌارا کي اُن وقت ۾ صحيح سمت ڏانهن موڙيو جڏهن سنڌ ۾ مفاد پرست ادبي ٽولي سنڌي تهذيب روايتن, ادب ۽ اخلاق ۽ مذهب جي خلاف سنڌي شاعري ۽ ادب کي ڪمزور ڪرڻ ۽ نوجوان نسل کي فن ۽ فڪر کان پري ڪرڻ ۽ جدت پسنديءَ جو ڍونگ رچائي سنڌي ٻولي ۽ تهذيب کي نقصان رسائڻ ۽ لادينيت جو پرچا ڪري نوجوانن کي مذهب کان پري ڪرڻ جي ناڪام ڪوشش ڪئي. ان دور ۾ فيض جهڙي شاعر جو پيدا ٿيڻ اُن مفاد پرست گروهه لاءِ ڪار ضرب ثابت ٿيو ۽ سنڌي ٻولي, سنڌي شاعري ۽ سنڌي تهذيب اهڙن ماڻهن جي نقصان ڪارين کان محفوظ آهي.

حضرت فيض جيترو وڏو سنڌي غزل جو شاعر آهي, ايترو ئي ڪيس اردو شاعري ۾ به مقام حاصل آهي. جڏهن ڪين اردو شاعرن جي پيٽ ۾ ڏسجي ٿو ته پاڻ غالب مير, جوش, حسرت ۽ اُن پائي جي استاد شاعرن ۾ بيٺل نظر اچي ٿو اُن ساڻ فيض صاحب فارسي سرائيڪي ۽

بلوچي زبانن جو مڪمل غزل گو شاعر آهي. اهو مرتبو بہ صرف حضرت فيض کي حاصل آهي تہ پاڻ واحد سنڌي شاعر آهي، جيڪو پنجن زبانن ۾ غزليہ شاعري ۾ استاد جي حيثيت رکي ٿو.

سياڻن جو چوڻ آهي تہ دنيا ۾ ڪنهن بہ ڳالهہ يا شخصيت جي ڪاميابي جو اندازو اُن جي مخالفت مان لڳائي سگهجي ٿو جنهن جي جيتري گهڻي مخالفت ٿئي اُن کي اوترو ئي ڪامياب سمجهو. ساڳيو معاملو حضرت فيض صاحب سان بہ رهندو پيو اچي اسان جي دوستن حسد تعصب جي بنياد تي نوجوانن نسل جي ڪنن ۾ اها ڳالهہ پرڻ جي لاءِ تہ فيض فارسي جو شاعر آهي، نہ ڪہ سنڌي جو ڪيس سمجهڻ ڏکيو آهي وغيره وغيره خوب هائي گهوڙا مچائي جنهن سان فيض صاحب کي اها پذيرائي حاصل ٿي جو نئين نسل بہ فيض کي پڙهڻ شروع ڪيو. جنهن هڪ دفعو پڙهيو اهو بار بار پڙهڻ لڳو هاءِ گهوڙا ڪندڙ ٽولو هميشہ جي لاءِ شرمنده ۽ پشيمان رهجي ويو.

فيض صاحب جيڏو وڏو شاعر هو سندس شخصيت بہ ايتري ئي وضعدار ۽ باوقار هئي پاڻ هڪ اصول پرست مومن ۽ مسلمان هو تنگ دستي ۽ زماني جا نشيب و فراز سندس شخصيت ۽ اصول پسنديءَ تي اثرانداز نہ ٿي سگهيا چو تہ پاڻ انهن ماڻهن مان نہ هو جن سٽيي گرهہ لاءِ پنهنجي شاعري ۽ نثر ذريعي تهذيب اخلاق ۽ ادب جون حدون اورانگهي دين اسلام جي مخالفت ۾ ڪا قصر نہ ڇڏي ۽ جڏهن وقت پاسو ورايو تہ وڏيون تسبيحون، ڪچن ۾ مصلا ڪڻي، الله الله ڪرڻ ۽ دعائيہ نظم لکڻ شروع ڪيائون.

مون کي فيض صاحب سان ويجهڙائپ منهنجي والد صاحب معمور يوسفاڻيءَ جي ساڻن دوستيءَ جي ڪري نصيب ٿي، ٻنهي صاحبن جي دوستي جو بنياد نظرياتي هم آهنگي هئي، ٻئي صاحب

هڪبئي جو بيحد احترام ۽ عزت ڪندا هئا ٻئي صاحب هڪ ئي ڪشتي جا مسافر ۽ فوج جا سپاهي هئا.

جن قلم جي تلوار سان سنڌ ۾ اٿندڙ لادينيت ۽ الهاد جي طوفان جو اهڙي تہ ديده دليريءَ سان مقابلو ڪيو جو جدت پسنديءَ جي غلاف ۾ ويڙهيل الهاد ۽ دهريت جو ڪوٽ ڪري پرزا پرزا ٿي ويو شال الله پاڪ ٻنهي صاحبن کي جنت الفردوس ۾ جڳهہ نصيب ڪري آمين!!!!!

مون فيض صاحب کي ڪافي محفلن ۾ ڏٺو فقيري ۾ بہ هن درويش جو جاهہ و جلال شاهانہ رهيو سندس شعر پڙهڻ جو انداز بہ سحر انگيز هو دل کين ٻڌڻ مان نہ ڌاپندي هئي جنهن وقت اسٽيج تي ٻيهي شعر پڙهندو هو تہ ايئن لڳندو هو تہ ڄڻ شينهن ٻيلي مان نڪري انسان جي بستيءَ ۾ اچي ويو. سندن ان ادا بہ هزارن کي سندن عقيدتمند بنائي ڇڏيو.

بقول حضرت فيض جي سنڌ ۽ سنڌي زبان کي پنهنجي هنن محسنن تي سدائين ناز رهندو.

منهنجي زبان تي ناز ٿي، سنڌي زبان ڪري،<br>دشتِ غزل کي رشڪِ خيابان ڪري ڇڏيم.



# تاجدارِ سخنوران: حضرت فيض بخشاپوري

## ڊاڪٽر احسان دانش

ڪجهه ماڻهو پنهنجي شخصيت ۽ وضع قطع ۾ پين ڪان نمايان ۽ نرالا هوندا آهن. ڪي پنهنجي اندازِ تخاطب ۾ يڪتا تہ ڪي وري فڪرو آڳهي جي بام تي جلوَگر. غالبِ سندّ حضرت فيض بخشاپوري جي شخصيت ۾ مٿيون مڙيوئي خوبيون يڪجا هيون. سرو قد، شاهانہ چال، چهري ۾ جاه و جلال ۽ حشمت، گفتگو ۾ بي باڪي، علم و فن ۾ يگانہءِ روزگار. هو مردِ قلندر گلشنِ ادب ۾ فصل بهار جيان هو. سخنورن جي سنگت ۾ فيض صاحب جي موجودگي هميشہ نمايان هوندي هئي. ڊاڪٽر عابد لغاري مطابق "هو زماني جو يگانو ۽ پنهنجي اندازِ فڪر جو بي مثال شاعر هو. سندس نظر ايڏي تہ وسيع، فڪر ۾ ايڏي تہ گهرائي ۽ خيالن ۾ ايڏي تہ بلندي هئي جو هِن دور جا ڪم علم يا سطحي علم رکڻ وارا سندس دز ڪي بہ پهچي نہ ٿي سگهيا."

فيض بخشاپوري سندّ جي انهن ڪهنہ مشق ۽ قادرالڪلام شاعرن مان هو جن جي شاعري روح گرمائي ڇڏيندي آهي. فيض صاحب محبت جا پُر پيالا پي عشق جي انتهائي منزلن تي رسيو. هو اهو مئڪش هيو جنهن جي رخصتي ڪانپوءِ ڪلالن مئڪدن جا در بند ڪري ڇڏيا. جتي عشق جي مئي ملندي هئي اتي ويراني واسو ڪري

وئي. بقول شاعر:

حريفانِ بادها، خورنند رفتند
تهي خمخانها، ڪردند رفتند

يعني: ساٿي محبت جا ڍڪ پِي گذر ڪري ويا آهن. اڄ سندن مئخانه خالي پيا آهن.

فيض صاحب پنهنجي زندگي هڪ خاص رنگ ۽ ڍنگ سان گذاري. هن پنهنجي فڪر جي درياهه سان ڪئين پياسن جا سينا سيراب ڪيا. هن وٽ علم و دانش جا جيڪي گوهرِ ناياب هئا تن کي هن لوڪان نه لڪايو. فيض صاحب دراصل فڪر و آگهي جو سوداگر هو. هو ظلم ۽ ظالم جي آڏو ڪڏهن نه جهڪيو ۽ سدائين حق جو علم بلند رکيو. هن جو بيباڪانه انداز ئي سندس صداقت جي طرفداري آهي ۽ دليل آهي. حقيقت ۾ فيض بخشاپوري سچي عمر اهڙي زندگي گذاري جو سندس موت به ان تي فخر ڪندو هوندو. شاعر چواڻي:

کچھ اس طرح کي زيست کو اپناؤ دوستو،
تاحشر موت کو بھی رہے انتظارِ زيست.

غالبِ سنڌ فيض بخشاپوري جي سخن جي ارتقا ان دؤر ۾ ٿي جڏهن سنڌي شاعري هڪ ٻه واٽي تي اچي بيٺي. هڪ واٽ جتي ايران جي غزالن جا چال هيا ۽ ٻي واٽ جتي نئين دؤر ۽ نئين انداز جون مشعلون روشن هيون. هڪ طرف غزل جو روايتي رنگ ڇانيل هيو ته ٻي پاسي نين صنفن جا نکٽ تارا ٿي ٽمڪيا. ان دؤر ۾ جتي شاعري ۾ ترڪيبن، تلميحن، استعارن ۽ زيرِ اضافت جو استعمال هيو اتي نج سنڌي ٻولي ۽ جديد فڪر ۽ انداز تي به زور رهيو. غالبِ سنڌ اهڙي ٻه واٽي مان پهرين واٽ قبولي ۽ شاعري جي روايتي انداز کي ڪٺي بامِ عروج تي پهچايو.

فيض بخشاپوري جي شاعري ۾ جيڪا تخيل جي بلندي ۽ فڪر جي گهرائي آهي. اها سنڌ جي گهڻ شاعرن جي ڪلام ۾ ملندي هن جي

شاعري فارسي الفاظ ۽ استعارن جي ڪري ڪجھ مشڪل ضرور آهي پر جڏهن سندس خيال سمجھ جي سرحدن کي ڇهن ٿا تہ ذهن جو ذرو ذرو روشن ٿي وڃي ٿو. حقيقت ۾ اهائي فيض صاحب جي انفراديت آهي. مثال طور سندس هن غزل جا ڪجھ شعر ئي پڙهي ڏسون.

خدا منهنجو خودي منهنجي خدائي،
زمين کان آسمان تائين رسائي.
جمالِ شاهدِ فطرت ڏسي چا،
خودي کي آهي شوقِ خود نمائي،
قلندر کي آ گنج لااله بس،
پڳو مون ڪاسئہ دستِ گدائي.

غزل جي آخري شعر ۾ فيض صاحب چيو تہ مون لاءِ لااله جي دولت ڪافي آهي، هاڻي مونکي ڪنهن ڪشتي جي ضرورت نہ آهي. اهو ڪشتو جيڪو غيرالله جو منگتو بڻائي ٿو. مون اهي پيچي پورا ڪري ڇڏيو آهي. فيض صاحب هڪ پڪو موحد ۽ عاشقِ رسول هيو. هو الله جي رحمت ۽ رسول الله ﷺ جي شفاعت ۾ پختو يقين رکندڙ هو. تڏهن ئي تہ چيائين تہ:

دستِ سوال غير ڏي هرگز نہ ڪر دراز.
محروم ٿي نہ رحمتِ پروردگار کان.

---

پياريو جام ڪوثر جو وڃي فيضِ قلندر کي.
فرشن کي چيو هو رحمتِ پروردگار آخر

يا سندس نعتيہ غزل جا هي شعر:

ڏئم آئينئہ روءِ حقيقت يا رسول الله.
خدا شاهد خدا آ تنهنجي صورت يا رسول الله
پڪاري ٿو پيو محشر ۾ فيض بي سرو سامان،
شفاعت ڪر شفاعت ڪر، شفاعت يا رسول الله

حضور پرنور ﷺ جن جي هستي جيڪا پنهي جهانن لاءِ رحمت بڻجي آئي انهيءَ عظيم هستي جي شان ۾ فيض صاحب تمام گهڻو ڪلام لکيو آهي ۽ بي پناهه عقيدت جو اظهار ڪيو آهي. حقيقت ۾ هو سچو عاشقِ رسول هو. حديث آهي ته "العشق ناراً" يحرق ماسوي لمحبوبه "يعني" عشق اها باهه آهي جيڪا محبوب کانسواءِ ٻي هر خيال کي ساڙي ڇڏي ٿي." غالبِ سندّ جو نعتيه ڪلام پڙهڻ سان اندازو ٿئي ٿو ته هن به ان عشق جي آڙاهه ۾ پاڻ اڙائي پنهنجي محبوب ۽ مقصود جي محبت کي من ۾ سانڍي رکيو ۽ انهيءَ عشق جي مستي ۾ پنهنجي هستي کي بي خبر ٿي ويو. حافظ شيرازي چيو آهي ته:

مستيِ بچشم شاهدِ دلبند ما خوش است،

زِ افرو سپرده اند، به مستيِ زمام ما.

يعني: "مستي منهنجي محبوب جي نظر ۾ پسنديده آهي، انهيءَ ڪري منهنجي زندگي کي مستي جي حوالي ڪري ڇڏيو اٿس."

فيض صاحب جو نعتيه ڪلام ڏسو اوهانکي اهائي ساڳي مستي نظر ايندي:

انوارِ محمد کان آهي ڪون و مڪان نور.
آيو جو جهان ۾ ته ٿيو سارو جهان نور.
آنورِ مجسم جي دل و ديد و جان نور.
رخ نور، جبين نور، دهان نور، زبان نور.
ميخانهءِ عرفان تي رڳو نور وسي ٿو.
مٽي نور، قدح نور، خمِ پيرِ مغان نور.
روشن آجهانِ دلِ رندانِ قلندر.
ساقي جي نظر نور آهي رطلِ گران نور.
دل جلوه گهِ بارشِ انوارِ الاهي.
اي فيض آهي هي حرمِ امن و امان نور.

سچ تہ فيض صاحب پنهنجي هستي ۾ هڪ يگانو شاعر هو. هن جو اندازِ بيان ئي اڇوتو آهي. هن جي ڪلام ۾ خودي بہ آهي تہ بي خودي بہ شڪوه بہ آهي تہ جوابِ شڪوه بہ ڇا تہ غضب جو اندازِ تخاطب آهي. ملاحظہ ٿئي:

مونکي گهرو تہ مان بہ گهران ورنہ خوش رهو
دل کي دل سان راهہ آهي چاهہ چاهہ سان.
يا رب! متاع درد جو جنت معاوضو!
تڪرار ڇا ڪري هي گدا بادشاهہ سان.

چيو ويندو آهي تہ هر وڏي شاعر کي پنهنجي عظمت جو احساس ضرور هوندو آهي، پوءِ اها عظمت ڪن کي جيئري ئي نصيب ٿيندي آهي تہ ڪن کي زندگي جو ڏيئو اجهامڻ کانپوءِ ايئن ئي هر وڏي شاعر ۾ خودي ۽ خود نمائي جو پرتو ضرور هوندو آهي، جيئن مرزا غالب پنهنجي شاعري لاءِ هن شعر ۾ راءِ ڏني:

ہیں اور دنیا میں سخنور بہت اچھے،
کہتے ہیں کہ غالب کا ہے انداز بیاں اور۔

بلڪل ايئن ئي غالبِ سنڌ جو اندازِ بيان بہ اور آهي. اها الڳ ڳالهہ آهي تہ مرزا اسدالله خان غالب کي سندس زندگي ۾ اها ميتا نہ ملي سگهي جنهن جو هو مستحق هيو ۽ هن پيشنگوئي ڪئي تہ منهنجو قدر منهنجي مُئي پڄاڻان ٿيندو. پر غالبِ سنڌ فيض بخشاپوري کي ان جي ابتڙ سندس زندگي ۾ ئي وڏو مانُ ۽ مرتبو مليو ۽ سڄي ملڪ ۾ خصوصاً اردو توڙي سنڌي شاعري جي حوالي سان سندس حيثيت مايہ ناز رهي. فيض صاحب پنهنجي شاعراڻي حيثيت جو تعين مرزا غالب کان بہ ٻہ قدم اڳتي وڌي هن طرح ڪيو:

تاجدارِ سخنوران آهيان،
شاعرِ آخرالزمان آهيان.
منهنجا اشعار سربسر اسرار،
هاتفِ غيب جي زبان آهيان.
فيض کان عالمِ سخن روشن،
مِشعلِ بزمِ شاعران آهيان.

سنڌ جي شاعرن جي سرتاج حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي به پنهنجي شاعري لاءِ پاڻ راءِ قائم ڪندي چيو هو:

جي تو بيت ڀانئيا سي آيتون آهن،
نيو من لائين، پر يان سندي پار ڏي.

حضرت فيض بخشاپوري بنيادي طور غزل جو شاعر هو ۽ غزل سان ئي ڪيس عشق هيو. اهوئي سبب آهي جو ڪيس شهنشاهِ تغزل به ڪوٺيو ويندو آهي. سندس غزلن ۾ فڪري ڳوڙهائپ ۽ فلسفو به آهي ته رمزيت به. فني لحاظ کان فيض صاحب کي غزل تي تمام وڏي دسترس حاصل هئي. هن جي غزلن ۾ تخيل جي اڏام جو جواب ناهي. مثال:

جنبشِ لب ڪئي مسيحائي،
جان، بي جان جيءَ ۾ جان آئي،
ذوقِ عشقِ بتان ۾ اي واعظ،
ٿي خدا سان وئي شناسائي،
ٿي ويا غنچه، گل تبسم سان،
مون چيو موسمِ بهار آئي.

غالبِ سنڌ جا غزل پڙهندي واقعي به چڱ ته هرڻن جا ڇال محسوس ٿين ٿا. هن جا لفظ روح جي پاتال ۾ پيهي وڃن ٿا. سندس اڪثر غزلن ۾ لفظن جو خوبصورت ۽ پُرترنم ورجاءُ ۾ تڪرار گهڻو ملي ٿو. لفظن جو اهڙو ورجاءُ ۽ تڪرار سچ ته شعر جي سونهن ۽ سوڀيا کي چار چنڊ لڳائي ڇڏي ٿو. سندس غزل جا هي شعر ملاحظه ٿين:

آهي دراز داستان زلفِ دراز جو
روزِ حساب مختصر آ. مختصر هجي.
ديدارِ يار حاصل هر دو جهان نديم
هنجي نظر نظر ۾ نظر آ نظر هجي.

اهو ساڳيو ئي انداز فيض صاحب جي لائق شاگرد ۽ دورِ حاضر جي ناماري شاعر احمد خان مدهوش جي شاعري ۾ به جهلڪي ٿو. هونءَ به مدهوش شاگرد جي حيثيت ۾ فيض صاحب جو گهڻو اثر قبول ڪيو آهي. سندس هڪ غزل جي مطالع ۾ مٿين غزل جي جهلڪ نظر ايندي

سامهون سڄڻ هجي ۽ نظر ۾ نظر هجي.
پنهنجي خبر هجي نہ ڪنهن ٻي جي خبر هجي.

غالبِ سنڌ فيض بخشاپوري جي شاعري ۾ الفاظ و معاني جو هڪ سمنڊ موجزن آهي. فڪر ودانش جي ان بحرِ بيڪران جي پاتال مان ڪي علم و عرفان جا صاحب ۽ غواص ئي موتي ميڙي سگهندا. فيض صاحب جي ڪلام ۾ ساگر جي لهرن واري رواني، پربت جيڏي پختگي ۽ طوفان جهڙو جوش سمايل آهي. سندس پُر مغز ڪلام منجهان هڪڙو غزل تہ خصوصي توجہ جي قابل آهي جيڪو دراصل خود ڪلامي بہ آهي تہ خود نمائي جو مظهر پڻ. هن غزل ۾ اندازِ تڪلم ڏسجي يا بندشِ الفاظ، نغمگي ۽ ترنم ڏسجي يا سندس روح جو آواز، خودي ۽ بي خودي جو رنگ ڏسجي يا رندي ۽ مستي جو آهنگ، بهرحال ذات جي ڏيہہ جا پارکو پاڻ ئي ان جو پرو لڳائيندا. هتي رڳو ان غزل جا بہ ٽي شعر حاضر آهن.

مقصدِ حرفِ ڪن فڪان آهيان،
ذات پنهنجي ۾ هڪ جهان آهيان.
نفي اثبات و ظاهرو باطن،
ناهيان آهيان جي درميان آهيان.

جسم خستہ و روح برجستہ
عهدِ پيريءِ ۾ پڻ جوان آهيان
مان خدا کي ڇيو جهان دشمن؟
هن ڇيو مان جو مهربان آهيان
آزبان منهنجي گويا سيف الله
دشمنِ جانِ ڪافران آهيان
ويا ٻڌي ڪيئي دست و پا ماري
علم جو بحرِ بيڪران آهيان

شير خدا حضرت علي ڪرم الله وجہ جن جو قول آهي تہ "عقل جهڙي ڪا تونگري نہ آهي ۽ ادب جهڙي ڪا ميراث نہ آهي." حضرت فيض بخشاپوري بلاشبہ اهڙن ذي شعور ماڻهن مان هو جنهن وٽ عقل جي دولت بہ هئي تہ ادب جي ميراث بہ اهوئي سبب آهي جو اڄ سندس فڪر و فن جو چرچو عام آهي. فيض صاحب جهڙن ماڻهن کي موت ڪڏهن بہ نہ ماري سگهندو آهي. شاهہ عبداللطيف ڀٽائي چواڻي:

مرڻا اڳي جي مئا، سي مري ٿيا نہ مات
هوندا سي حيات، جيئڻان اڳي جي جيئا.

بظاهر فيض صاحب جو بہ جسمِ خاڪي ڪٿي اڄ موجود نہ آهي پر سندس ذات کي ڪڏهن بہ مات نہ ايندي ۽ سندس نالو سدائين زنده رهندو.

هو پاڻ ئي تہ چئي ويو آهي.

جسم فاني و نام لافاني
گويہ زنده مان هر زمان آهيان.



# فيض صاحب دل جي آئيني ۾

وسيم سومرو

فيض صاحب جو شعر آهي تہ:

خانہ بدوش خواب ۾ آيو جڏهن اي دل!
ورڙيو وچي مون دشت و بيابان صبح صبح.

اڄ صبح صبح حضرت فيض بخشاپوريءَ جي ڪلام تي هي ٻہ اکر لکندي، ايئن ٿو لڳي تہ زندگيءَ جي وقت جو چولو شايد تنگ ٿي ويو آهي ۽ حالتن جي بي رحميءَ ۾ اُهو چولو ڪٿان ڪٿان اُڌڙي بہ ويو آهي.

منهنجو خيال آهي تہ اسين شاعريءَ ۾ ڪيترو بہ حقيقت نگار ٿيڻ چاهيون، پر تصوريت اسان کي ڇڪي پنهنجي طرف ڪري ڇڏي ٿي، نيٺ عام بيان ۽ شاعريءَ ۾ ڪو فرق بہ تہ رهڻ گهرجي ۽ تصوري يا Fantasy جي حُسناڪي ئي شاعريءَ کي عام بيان کان الڳ ڪري بيهاري ٿي. عام بيان پڙهندڙ تي سماجي حقيقتن جي ڇنڊڇاڻ فراهم ڪندو آهي، جڏهن تہ شاعري پڙهندڙ جي حواسن کي گهرائيءَ سان ڇُهي ٿي هڪ تصور جو جهانُ فراهم ڪندي آهي. اهو تصور جو جهان جيڪو حقيقت ۾ ڪٿي تعمير ئي نہ ٿيو آهي بلڪ خوبصورت تصور جي صورت ۾ اڃان تائين اسين يا تہ ان کي خوابن ۾ محسوس ڪري سگهون ٿا يا وري خود شاعريءَ ۾:

جاڳيو جڏهن خواب مان هو چشم پُر خمار،
ٿي ويس نگاهِ مست تي مستان صبح صبح.
ٿي پيو گمان خلق کي طوفانِ نُوح جو،
اکڙين وهايو اشڪ جو طوفان صبح صبح.

غزل جو قافيو پنهنجيءَ جاءِ، پر رديف صبح صبح ڪيترو نه دلپزير آهي. ان جي دامن ۾ صبح صبح جو ڪيترا نه حسين رنگ آهن. منهنجي خيال ۾ شاعري دل تي اثر ڪندڙ تصورن جو سفر ته آهي ئي، پر اُها هڪُ حياتيءَ جو لازوال ياد نامو به آهي. نيٺ هي تصور يادن جي پيٽ مان ئي اُڇل ڪائي ٻاهر نڪرن ٿا جيئن ڪاري رات جي پيٽ ۾ چمڪندڙ ستارا اُڇل ڪائي ٻاهر ايندا آهن ۽ ڏسندڙن کي پنهنجي اُجالي سان موهي متي ڪٽي ويندا آهن.

نهاريم جو ڪٽي سِر آسمان ڏي،
ته آيو صاحبِ جورو جفا ياد!
ستمگر کي نه آيو رحم هرگز
نه ڪافر کي ڪڏهن آيو خدا ياد!

جيتوڻيڪ غزل جو رديفُ "ياد" غزل ۾ ساڪن آهي، پر ان جي ادائيگيءَ مان جا پڪيءَ جهڙي اڏام ڦٽي ٿي، اها پنهنجو مٽ پاڻ آهي.

حقيقت ۾ فيض صاحب غزل جو هڪ اعليٰ شاعِرُ آهي، جنهن ۾ هن جي اُٽت جي انفراديت دل کي موهي ڇڏي ٿي،

طبعيت جي وئي رُڪجي رواني،
ٿيو چڙ موج طوفانِ بحر بند
کُلي ويو همنشين! راز محبت
ڪٽي نامو جو آيو نامہ بر بند

هي آخري شعر خبر ناهي، فيض صاحب تي ڪڏهن الهام ٿيو هو پر اُن جي تازگي، هينئر به محسوس ڪري سگهجي ٿي. چڙ هاڻ هاڻ نامہ بر بند لفافو ڪٽي پهتو آهي، جنهن کي کولي پڙهڻ ڪان پوءِ رازِ

محبت ڪلي ويو آهي. محبت، جا نہ رڳو زندگيءَ جو پر شاعريءَ جو بہ بنيادي متحرڪ آهي. محبت جنهن بابت صدين اڳ عورت شاعره سيفو پنهنجي شعر ۾ هيئن اظهار ڪيو هو

هي باهہ جو مڌم شعلو
جيڪو منهنجي جسم تي،
رقص ڪري رهيو آهي،
ڇا اُهو محبت جو احساس آهي؟

هي سوال تہ "ڇا اهو محبت جو احساس آهي؟" جڻ اڄوڪي جديد سماج ۾ بہ هڪ سوال ئي آهي. شايد صديون اڳ جا سچي محبت جي اظهار تي بندش پيل هئي. اُها بندش اڄ بہ موجود آهي ۽ اڄ بہ محبت ڪندڙ دربدر آهي. اهڙي احساس کي فيض صاحب ڪمال ڪاريگريءَ سان ڪيئن نہ هن شعر ۾ قلم بند ڪيو آهي.

برنگِ قيس هُو صحرا نشين آ،
پيو آ فيضَ ديواني جو گهر بند.

هي شعر صرف هڪ شعر ناهي پر هڪڙو زنده ڏيک آهي، جنهن کي اکيون پوري هينئر بہ ڏسي سگهجي ٿو.

فيض پنهنجي غزل جي گلستانَ ۾ ڪنهن هڪ ڪيفيت ۾ گرفتار ناهي، بلڪ هُو هزارين ڪيفيتون بيان ڪندڙ شاعر آهي، اهي ڪيفيتون، جن جي پس منظر ۾ ڪڙيون ڪڙيون وارتائون آهن.

ڏٺم هي خواب ۾ آ لاش منهنجو دوشِ قاتل تي،
يقين آيو نہ آهي خواب هي تعبير جي قابل،
تارن کان پيي گهڻا، شبِ فرقت ۾ مون ڏنا،
اي مهہ جبين، نہ داغِ دل آيا شمار ۾
نهاريم عرصهءِ ڪون و مڪان ۾،
بجُز تنهنجي نہ ڪو آيو نظر ۾.

فيض صاحب جي شاعراڻي منزل انتهائي اُوچي پد جي آهي، ان

تي پهچڻ لاءِ شايد سڏ تہ هرڪو ڪري سگهي ٿو پر ان ڪي ماٺي صرف فيض صاحب ٿو. مٿين شعرن ۾ جا انتها جي گهرائي آهي، اُها مشڪل ٻوليءَ جو عجز پيش ڪري گُم نٿي ڪري سگهجي، بلڪ هُن جي وجود ڪي تسليم ٿي ڪرڻو پوي ٿو. فيض صاحب پنهنجي هستيءَ جي باري ۾ پاڻ بہ اشارا ڪيا آهن.

جيئن سندس هي شعر آهي.

ڪئي مون عاشقي! موسيٰ پيمبري نہ ڪئي،

اگرچہ ڪار، جهان ۾ پيمبرانہ ڪيم.

۽ شاعر جو اصل ڪم عاشقي ڪري پيار پکيڙڻ ٿي آهي، پيار جيڪو انسانيت جو روح ۽ ڪائناتن جو باترتيب سفر جو مُحرڪ آهي، ان پيار جو مسڪن خود شاعر جي پنهنجي دل هوندي آهي ۽ شاهہ لطيف وانگر چوڻو پوندو آهي.

وڃين ڇو وڻڪار هِت نہ ڳولين هوت ڪي.

۽ ساڳين پيرن تي پنڌ ڪري نيٺ فيض صاحب ڪي بہ چوڻو پئجي ويو.

ديرو حرم ۾ ڳوليم جنهن ڪي، عرش و فرش تلاش ڪيم،

دل جي آئيني ۾ آخر دلبر جي ـتِصوير ڏٺم.

۽ دل جڏهن تجربن جي ڀٺيءَ ۾ اُجرو آئينو ٿي پوندي آهي تہ پوءِ ان ۾ زندگيءَ جا سڀ راز نقاب لاهي چٽين تصويرن جيان نروار ٿي بيهندا آهن. فيض صاحب جي دل بظاهر اُجري آئيني جهڙي آهي، اچو فيض جي دل جي آئيني ۾، ڪي وڏيڪ تصور جون انوکيون تصويرون ڏسون.

نقش و نشان تنهنجو مـ بان چُمي چُمي،

اي خالَ توکي حافظ قرآنُ ڪري ڇڏيم.

گذري ويا ڪي وريهہ ويو فيض گذاريہ

فارغ نہ آهي خلق اجان نوح گريءَ ڪان.

آخري شعر قبل از تجربي آهي، جيڪو شاعرُ پنهنجيءَ ـ ياتي ۾

پنهنجي لاءِ چيو هو مطلب ته سچا شاعر پنهنجي ڪلام ۾ پيشنگوئيون ڪندڙ هوندا آهن. وقت جن کي سچو ثابت ڪندو آهي، برابر فيض صاحب کي گذاري ويهه ٽي ويا آهن. پر اسين اڄ هنن لفظن ۾ سندس نوح گري ڪري رهيا آهيون، ۽ جيسين هين نيرو آسمان آهي، جيسين نيري آسمان هيٺان هيءَ انسانن جي رنگين دنيا آهي، اسين سندس نوح گري ڪندي، سندس شاعراڻي تصورن ۾ پيش ڪيل پيغام کي عام ڪندا رهنداسين.

آخر ۾ ڪي سندس شاعراڻا تصور پيش ڪيان ٿو.

ياد آيا نه ڪعبه و مندر
مون ڏٺو جڏهن خانه جانان

---

تنهنجي ڪُوچي ۾ جي مزار هجي
چو قيامت جو انتظار هجي



# غالبِ سنڌ
# حضرت فيض بخشاپوري

## ذاڪر حسين ڪٽي

ڪنھن بزرگ چيو آھي تہ: شاعر اھو ھوندو آھي جنھن ۾ الله وسندو آھي ۽ جنھن تي الله جي عطا ھوندي آھي. اڄ اسان اُن شاعر جو ذڪر ڪنداسين، جنھن تي الله جي عطا ھوندي ھئي ۽ ھو سنڌ ۾ غالبِ سنڌ طور مشھور ھو اھو آھي غالبِ سنڌ حضرت فيض بخشاپوري

فقيريءَ ۾ ڪيان ٿو پرورش شاھن گدائن جي،
اچي ڪوئي سِکي، مون کان روش ھاءِ فقيرانہ
(فيض)

حضرت فيض بخشاپوري صاحب جن جو تعلق بلوچ قوم جي قبيلي ڏومڪي سان آھي. سندن پورو نالو فيض الله ولد مصري خان آھي. سندن ولادت 12 جنوري1924ع بروز سومر صبح صادق ڳوٺ بخشاپور ضلع جيڪب آباد ھاڻ ڪشمور ڪنڌ ڪوٽ ۾ ٿي. پاڻ فقط پنج درجا سنڌي پڙھيل ھو پر کيس خدا تعاليٰ قدرتي طور تي تمام گھڻو علم عطا ڪيو ھو ايتري قدر جو مشھور پنج علمن 1. علم لغت 2. علم معنيٰ 3. علم بيان 4. علم عروض 5. علم تصوف کان بخوبي واقف ھو ۽ قدرت کيس خداداد صلاحيتن سان نوازيو ھو. امير خاندان جو فرد ھو جنھن ڪري شڪار، شھسواري ۽ راڳ ٻڌڻ جو تمام گھڻو شوقين ھو. 18 _ 19 سالن جي عمر ۾ شاعري ڪرڻ شروع ڪيائين

فارسي جو قائدو پنهنجي سؤٽ هزار خار. ڏومڪي ڪان پڙهيو ۽ ان جي ئي مشوري سان فارسي، اردو ۽ سنڌي ڪتابن جو مطالعو ڪيائين.

منهنجي زبان تي ناز ٿي، سنڌي زبان ڪري،
دشت غزل کي، رشڪ خيابان ڪري ڇڏيم.
(فيض)

غالبِ سنڌ حضرت فيض بخشاپوري جو مطالعو وسيع هو. هن فارسي شعراءِ مرزا عبدالقادر دهلوي، صائب تبريزي، مير تقير مير، مرزا اسد الله غالب، حڪيم مومن دهلوي، سيد علي تقي، صفي لکنوي، مرزا ذاڪر حسين، ثاقب لکنوي، علامہ اقبال، سنڌي شاعرن مان حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، حضرت سچل سرمست، سيد بجر شاهہ پهلوان فقير ڏومڪي، غمدل فقير، سرائڪي ۾ بابا غلام فريد، بلوچي ۾ جام درڪ ۽ مست توڪلي جي ڪلام جو تمام گهڻو مطالعو ڪيائين. پاڻ پنهنجا غزل اصلاح لاءِ غلام سرور مغل ۽ اسد ملتاني کي موڪليندو هو. شاعري ۾ پنهنجو تخلص پنهنجي جنم ڀومي بخشاپور جي نسبت سان "فيض بخشاپوري" رکيائين. شاعري مرزا اسدالله غالب جي انداز سان پڙهندو هو. جنهنڪري کيس "غالبِ سنڌ" جو لقب مليو. پاڻ فقيري طبيعت جو مالڪ هو پر مشاعرن ۾ وڏي چاهہ ۽ جمال سان شرڪت ڪندو هو. جنهن مشاعري ۾ فيض صاحب شرڪت نہ ڪندو هو اهو مشاعرو اڌورو هوندو هو. دلڪش انداز ۽ مؤثر لب ولهجہ سان شعر پڙهندو هو. سندس شعرن پڙهڻ سان سامعين ۽ ناظرين تي هڪ عجيب ڪيفيت طاري ٿي ويندي هئي. غالب جي تخيل ۽ تتبع تي غزل ۾ نئون روح ڦوڪيائين. پنهنجي شاعري جي باري ۾ چوي ٿو:

"منهنجي شعر کي يا صاحب قلب يعني ڪو درويش يا صاحب علم و فن سمجهي سگهي ٿو. منهنجي مٿان شعر ايئن نازل ٿيندا آهن جيئن انبياء مٿان آيتون. شعر چوندو نہ آهيان چورايو ويندو آهي. درويش خدا، مست، فيض بخشاپوري

"حقارت جي نظر سان، رهہ نشينن کي نہ ڏس هرگز،
جو شان بوترابي، جلوه گر آ خاڪسارن ۾".
(فيض)

حضرت فيض بخشاپوري هڪ بهترين شاعر سان گڏ هڪ سٺو صحافي پڻ هو. 1954ع ۾ هن جيڪب آباد مان هڪ هفتہ روز اخبار "مساوات" جاري ڪئي. ريجهارام لئبريري جيڪب آباد ۾ ضلع انتظاميہ طرفان سنڌي اردو مشاعرو ٿيو جنهن جي صدارت ان وقت جي ڊپٽي ڪمشنر سعيد احمد صاحب ڪئي جنهن حضرت فيض بخشاپوري جي شاعري کان متاثر ٿي اخبار لاءِ ڊڪليئريشن جاري ڪئي. حضرت فيض بخشاپوري جي مطالبي تي ڊپٽي ڪمشنر جيڪب آباد جناب اڪرام الدين صاحب پريس ڪلب ڪنڌڪوٽ قائم ڪرڻ جو اعلان ڪيو ۽ فيض صاحب پريس ڪلب ڪنڌ ڪوٽ جو باني هو. هن پريس ڪلب اهڙي جڳهہ تي ٺهرايو جو سڄي سنڌ ۾ اهڙو پريس ڪلب ڪٿي بہ ٺهيل نہ آهي.

جميعت شعراءِ سنڌ پاران 21 ۽ 22 ڊسمبر 1957ع تي بہ روزه بزم تارڪ ڪُل سنڌ 19 هين ادبي ڪانفرنس گهوٽڪي ۾ منعقد ٿي جنهن جي صدارت مخدوم طالب المولىٰ صاحب جن ڪئي ۽ اسٽيج سيڪريٽري جناب رشيد احمد لاشاري صاحب جن هئا. هن مشاعري جي طرح مصرع هئي.

"اچا مستن کي گهرجي، پيو بہ دور جام اي ساقي"

هن مشاعري ۾ ڪُل 105 شاعرن حصو ورتو. هن مشاعري ۾ حضرت فيض بخشاپوري صاحب جن وڏي طوم طراق سان پنهنجي خوبصورت شعر پنهنجي مخصوص انداز سان پڙهيو:

"شراب عشق پي آ، بندگي کان عاشقي بهتر،
بوقت نيم شب ٿيو فيض کي الهام اي ساقي"

هن شعر تي مخدوم طالب المولىٰ کين داد ڏنو ۽ رشيد احمد لاشاري فيض صاحب کي پاڪر پائي مليو. ٻئي ڏينهن تي جميعت شعراء سنڌ جون چونڊون ٿيون جنهن ۾ صدر مخدوم طالب المولىٰ صاحب جن ۽ نائب صدر حضرت فيض بخشاپوري صاحب جن کي چونڊيو ويو.

مان فنِ غزل ۾ ڪوئي همسر نہ رکان ٿو
آ ناز مونکي همنشين، شيرين سخنيءَ جو.
(فيض)

حضرت فيض بخشاپوري جي شاعري جو پهريون مجموعو "شعلهٔ عشق" 18 جنوري 1958ع ۾ ڇپيو جنهن بعد ٻيو مجموعو "خمخانهٔ فيض" 1965ع، ٽيون مجموعو "گنجينهٔ فيض" 5 جولاءِ 1989ع ۾ شايع ٿيو. سندس ٽيون مجموعو ڪلام سنڌ جي نالي واري اديب جناب عبدالڪريم "تابان" صاحب مڪلي پرنٽنگ پريس ٺٽو مان شايع ڪرايو.

"هيِ ثبوت شڪست، آ همدم،
مدعي چا ڪري، گلا نہ ڪري"
(فيض)

حضرت فيض بخشاپوري صاحب 53_1952ع ۾ ڪثرت سان مشاعرن ۾ شرڪت ڪندو هو. مشهور رسالن ٽماهي مهراڻ، نئين زندگي ۽ رهبر ڊائجسٽ ۾ هن جي تمام گهڻي شاعري شايع ٿيندي هئي.

حضرت شاھ عبداللطيف رح جي رسالي جو انگريزيءَ ۾ ترجمون ڪندڙ نالي واري اديب جناب امير علي چانڊيو صاحب حضرت فيض بخشاپوري جو وڏو عقيدت مند هو. امير علي چانڊيو صاحب جڏهن ٽنڊو محمد خان ۾ اي ايس پي هو تہ هُن 10 جون 1981ع تي ٽنڊو محمد خان ۾ ڦليليءَ جي ڪپ تي هڪ عاليشان سنڌي اردو مشاعرو منعقد ڪرايو جنهن ۾ حضرت فيض بخشاپوري صاحب خصوصي طور شرڪت

ڪئي ۽ جناب امير علي چانڊيو جي فرمائش تي هيٺيون شعر پڙهيو:

"تاجدار سخنوران آهيان،
شاعر آخر زمان آهيان،
فيض ڪان عالمِ سُخن روشن،
مشعل بزمِ شاعران آهيان."
(فيض)

حضرت فيض بخشاپوري صاحب پاڻ کي "فيض فقير" درويش خدا مست ۽ فيض قلندر سڏائيندو هو. هن ڪڏهن، لڏتن ۽ خواهشن کي دل ۾ جاءِ نه ڏني جيتوڻيڪ شاهي خاندان سان واسطو رکندڙ هو. مشاعري ۾ جڏهن به ايندو هو ته تمام گهڻي شان شوڪت سان ايندو هو ۽ پنهنجي مخصوص انداز سان ٻڌندڙن کي موهي وجهندو هو.

هن بزرگ شاعر 60 سالن جي عمر ۾ 14مئي 1992ع تي وفات ڪئي. سندن عاليشان مزار بخشاپور ضلع ڪشمور ڪنڌ ڪوٽ ۾ آهي. سندس وفات کانپوءِ سندس نالي سان "غالب سنڌ فيض بخشاپوري اڪيڊمي جيڪب آباد" قائم ڪئي ويئي جنهن جي طرفان هر سال 14 مئي تي آل پاڪستان سنڌي اردو مشاعرو ۽ فيض صاحب جي ساليانې ورسي ملهائي ويندي آهي انهيءَ کان علاوه فيض صاحب جي شاگردن احمد خان مدهوش "بزم فيض جوهي" قائم ڪئي نهال اعظم "بزمِ فيض ڏهرڪي" ۽ ڪرم الله پٽو ۽ نواز علي ٻومڪي پاران "بزمِ فيض ڪنڌڪوٽ" قائم ڪئي ويئي. حضرت فيض بخشاپوري صاحب جي پهرين ورسي 14 مئي 1993ع تي ڊپٽي ڪمشنر محمد هارون ميمڻ جي صدارت هيٺ جيڪب آباد ۾ ملهائي ويئي جنهن بعد اهو سلسلو اڄان تائين جاري آهي.

سال 2010ع ۾ حضرت فيض بخشاپوري صاحب جي ڇپيل ڇئن ڪتابن کي ترتيب ڏيئي هڪ ڪتاب "ڪليات فيض" جي نالي سان جناب نواز علي ٻومڪي صاحب "فيض اڪيڊمي سنڌ" پاران

ڇپرايو آهي جنهن ۾ سنڌي نعت 17، سنڌي غزل 162، سنڌي نظم 43، سنڌي قصيده 5، سنڌي رباعيون 5، سنڌي قطعا 10، اردو نعت 23، اردو غزل 92، اردو نظم 12، اردو قطعہ 4، اردو قومي ترانہ 3، فارسي غزل هڪ، بلوچي غزل 9 ۽ سرائڪي غزل هڪ شامل آهي. هن ڪتاب ۾ 851 صفحا آهن. ٽائيٽل تي حضرت فيض بخشاپوري جو خوبصورت فوٽو ڏنل آهي ۽ هن ڪتاب لاءِ مقدمو جناب حافظ خير احمد اوحدي صاحب لکيو آهي.

حضرت فيض بخشاپوري صاحب هر موضوع تي شاعري ڪئي آهي جنهن ۾ حمد، نعت، قصيدو، رُباعي، قطعا ۽ غزل شامل آهن.

خمار عاشقي آهي، شعور بندگي زاهد،
حضور يار ۾ حاضر ٿيس، نشي جي حالت ۾.
(فيض)

فراز ايندو ڪٿي، خلد برين ۽ باغ جنت ۾،
هي لاشائہ فيض آهي، ڪوچئہ دلدار جي قابل.
(فيض)

بجاءِ ڪعبہ طوافِ نگار خانہ ڪيم
ادا نماز بہ انداز عاشقانہ ڪيم-
(فيض)

ڏسڻ چاهين، اگر صورت خدا جي
وڃي ڪر بتڪده ۾، بت پرستي
(فيض)

سيد اظهر گيلاني صاحب 1978ع ۾ "فڪر فيض" جي نالي سان غالب سنڌ جي ڪلام جي شرح لکي ڇپرائي هئي. 14 مئي 2016ع تي حضرت فيض بخشاپوري صاحب جي 24 هين ساليانې ورسي وڏي اهتمام سان بخشاپور ضلع ڪشمور ڪنڌڪوٽ ۾ ملهائي پئي وڃي.

# غالبِ سنڌ
# اُفق کان آفتاب آيو

## خدابخش ناشاد

هڪ مفڪر جو قول آهي تہ دنيا ۾ جيتري رقم دهشت گردي قلعن، چانوٽين ۽ سپاه تي خرچ ڪئي وڃي، جيڪڏهن اُن رقم جي چوٿائي. چند روشن دماغن تي خرچ ڪئي وڃي تہ شايد دنيا ۾ جنگيون ۽ انسانيت جو قتل نہ هجي، سدائين امن جا آچا پکي آزاديءَ سان پرواز ڪندا رهن.

اَمر آهن اُهي انسان جيڪي قلم جي نوڪ نينهن جي نچوڙ واري مَسُ سان، محبت ايڪي ۽ ايڪتا جا پيغام ڏين. لوچ ۽ لنوءَ واري لاٽ ٻاري رات جا مسافر ڀٽڪجي منزل ڪي صبح جو سوجهرو ٻڌائين. علم جي روشني جا اهڃاڻ اجان بہ آهن ۽ امر آهين جيڪي جيئڻ لاءِ ڪي جياري مرن ٿا. انهن مان هڪ اُملهہ ماڻڪ مانَ وارو هڪ درويش صفت مومن درد دل رکندڙ سفرا طبيعت. سنهڙو ستابو خوش پوش عاشق رسول حُبدار وطن دشمن دهريت محمد بن قاسم جو متوالو غالب سنڌ حضرت فيض بخشاپوري جن جي شخصيت آهي.

هي مهان مرد بخشاپور جي پڪڙن ۽ پنهوارن واري پَڙَ ۾ جائو ۽ سندس تعلق ضلع جيڪب آباد سان آهي. جتان جو پاڻي گُڙو ماڻهو مٺا ۽ مکڻ. جن جي من ۾ ماکيءَ جا مڻ پيل هوندا آهن. مهمانواز

هينئين سان محبتي ميڙ مچائي، اهي ادل جڳ مشهور آهن ۽ عالمي شهرت رکن ٿا.

ضلعو جيڪب آباد ٽن شين کان مشهور آهي، هي ڳجهارت آهي، پر وقت اجازت نہ ٿو ڏي. جواب مان پاڻ ئي عرض رکان ٿو.

1. صد سالہ جيڪب آباد جو سنڌ هارس ۾ ڪئنٽل شو.
2. جيڪب آباد جي گرمي.
3. حضرت غالب سنڌ جيڪب آباد سان تعلق جيڪو اسانجو مان ۽ سڃاڻپ جو نشان آهي.

پاڻ سرِ ادبي خدمتن جي اعتراف ۾ حسن ڪارڪردگي وارو صدارتي ايوارڊ بہ ماڻيائون. الله لوڪ ادب جو ابو مال متاع لوڀ لالچ کان پري رهيو. هڪ شفيق بزرگ شخصيت اسان کان جدا ٿي ويئي، هاڻي هٿ هڻون ٿا. بقول ڪنهن شاعر جي.

جيئري اوجانب آئين نہ مون وٽ،
پوءِ پڪاري چا، ڪندين.

اسان فيض صاحب ڏانهن ڪاٺيارا آهيون جو ڪافي ڏينهن گذرڻ بعد سائين ڪمشنر حاجي محمد هارون ميمڻ جي ڪن مروڙ ۽ ڊپٽي ڪمشنر جناب نثار احمد صديقي جي همٿ ہڏرائڻ سان اڄ ڪيس ياد ڪريون پيا. خير محبت ۽ جنگ ۾ هر شئي جائز آهي.

مان بي وفا بي مراد ۽ بي فيض شاگردن مان هڪ آهيان جو اهڙي ادبي درياءَ مان ٻڪ پاڻيءَ جو پي نہ سگهيس، نظم ڇڏي نثر جي ڪڍ پيس، اخبار ۾ روزانہ مزاحيہ ڪالم کهاڻيون ۽ ڊرامہ لکڻ شروع ڪيو.

پاڻ چوندا هئا تہ ڇگو ڇوڪرو آهين سائين سير مٺائيءَ جو ٿيو وري مونکي ڇوڪرو ڇٺو اڙي ڇو چوندا هئا؟ مان چوندو هوس تہ توهان مون ستن ٻارن جي پيءُ کي اڃان ڇوڪرو ٿا ڇئو منهنجي پياري دوست محمد بخش سومري کي پن جي ٻيڙي جي ٻاڙ لڳندي هئي. تہ مون نامراد جي گلا ڪري فيض کان هو پن جي ٻيڙي پنندو هو.

سائين مون تي ڏاڍو مهربان ۽ شفيق هيو منهنجي ڪل ٻوڳ واريون ڳالهيون، برداشت ڪندو هيو ۽ منهنجي حُجت سهندو هو ۽ چوندو هو ته هڪ تنهنجو نالو خدا بخش جو اڳيئي بخشيل آهين ۽ ٻيو وري مان بخشاپوري آهيان توکي بخش آهي ۽ مباه آهي.

اسان جي چوڪڙي ڦٽ ڦرڙين واري ڊاڪٽر اسلم واري اسپتال گهٽ پر يارن ۽ اديبن جي اوطاق رهي آهي، جتي _ مرحوم غلام قادر قيس مرحوم فيض مرحوم ڪوڙا خان مري، مرحوم عبدالڪريم گولو قطب الدين، دُر محمد اوستو صاحب، مراد علي نور مهرالله سومرو غلام حسين لاشاري، محمد بخش سومرو ۽ يار محمد فدا جن جو ميڙو مچندو هو. مريض اسان سيني کي ايندڙ مريض ڏسي ڊاڪٽر کي مريضن ۾ مصروف ڏسي ڪنهن ٻي ڊاڪٽر ڏانهن هليا ويندا هئا.

اِهي شاعر حضرات معذرت سان هڪ ٻئي کي گهٽ مڃندا آهن، مٿئون چڙو واءِ واه اندر ۾ آڙاه هوندا خمخل فيض سرچشمئہ فيض، گنجيئہ فيض جهڙو ڪتابي خزانو ڇڏيائين.

سڄي عمر انتظار ڪو امير بڻجڻ جو ڪونہ ڪيائين پر محبوب جي ملڻ جي جستجو جاري رکيائين جيئن پاڻ فرمايو اٿن تہ:

نہ آيو ماهرُو آخر،
نہ اُنجو ڪو جواب آيو
تڪيندي رات وئي گذري،
اُفق ڪان آفتاب آيو.

حضرت فيض جو عشق "سبحان الله" وارو هو جن محبوب جي وڇوڙي ۽ وصال لاءِ ارشاد ڪيو آهي تہ:

ڪري پرده پري اي پرده نشين،
مري ذرق و صال ۾ تو مسڪين،
مصحف، رُخ . قرآن مبين،
هر دم نہ سهي، روزانو سهي.

عام زندگيءَ ۾ هي صوفي صفت انسان ولائتي ته ٺهيو پرديسي
ڪوڙي دوا ڪان به ڪوهن تي پري رهيو. خاص ڪري شاعرن لاءِ
عاشقي ۾ عشق لازمي جُزُ آهن نه ته نڪار ۾ نه رونق ۽ شاعري جي
لفظن جي آمد نه ايندي آ.
مئي جر متوالو پر اُها مئي به محبوب جي نازڪ هٿڙن سان ملي
ڪاش ايئن هجي ها ته سوني تي سهاڳو ٿي پوي ها.
پاڻ فرمايو اٿن ته:

دم صبح ملي سر شام ملي،
تنهنجي دست ڪان مئي گُلفام ملي
هر چند براءِ نام ملي،
ساغر نه سهي پيمانه سهي.

حضرت فيض جن کي سنڌي، اردو ۽ فارسي تي عبور هو چو ته
سنڌي شاعري ۾ به فارسي جي آميزش سندن شناخت هئي جو
هڪ نئين جدت آهي.
پاڻ به عشق کي اڳتي آندو اٿائون جام ڪوثر جو پياسو بعن سفرا.
صاف ۽ حق گو سندس گوهر افشاني جا گڻ ڪيترا ڳائچن. پر زندگيءَ
۾ ڪل پوڳ ۽ لطافت به هوندي اٿن.
هڪ پيري جي ڳالهه آهي.
علامه اقبال هارمينونيم سکي پيو. ته هڪ سک شاعر وار ڪري
چيس ته علامه صاحب ٿسي سِک دي او. علام صاحب حاضر دماغيءَ
سان جواب ڏنس ته:
سردار جي جدون عشق لگ جاندا اي تي سکني پئي ئي جاندي اي.
اهڙيءَ ريت ادبي ڏي وٺ ڊاڪٽر اسلم وٽ هلندي هئي. جنهن ۾
تاب صاحب جو وڏو هٿ هوندو هو چلهو وري مراد علي تيار ڪندو هو.
باقي چوچڙي ڏيڻ ۾ مان ۽ مهرالله هوندا هئاسين سيني پُرلطف
لفظن سان مالامال ٽيندا هئاسين.

يار محمد فدا فيض صاحب کي نہ مڃيندو هو. بس ڇڙو مين نہ مانون خير نعوذبالله ڪي تہ خدا کي بہ نہ مڃين تنهن ۾ اسانجو ڇا.

اُتي ويٺي هڪ ڀيري فدا فرمايو تہ فيض صاحب راتوڪي مشاعري ۾ توهان جي قسطنطينہ واري شاعري هئي.

فيض صاحب علامہ اقبال وانگر جواب ڏنس تہ توکي ڪهڙي خبر ادب جي شاعري ۾ بحر ۽ وزن جي.

منهنجي تہ در جي ڳُتي رديف ۽ قافيئي ۾ ڦونڪندي آهي. اهڙا مزا تہ ڪيئي ماٺياسين انهيءَ لاءِ وقت کپندو. خدا شال فيض صاحب کي جنت الفردوس ۾ جاءِ ڏي آمين.

پڪو مسلمان سچو پاڪستاني هو.

مونکي ياد آهي تہ هڪ ڀيري وڏي ميڙ ۾ اسان ڪورس ۾ ڳايوسي.

زنده باد قوم مسلم زنده باد اسلام پاڪستان اهڙا ماڻهو مرندا ڪين آهن. سندن ساڳي_ سگهڙائپ ڳاٽ اچيون ڳالهيون. گوهر گفتا ذڪر ۽ فڪر واري فن جي گونج سمونڊ جي ڇولين وانگر تاقيامت . گجگوڙ جيان گجندي رهندي اهڙن انسالن لاءِ احمد نديم قاسمي چيو آهي تہ:

کون کهتا هي کہ موت آئي تو مر جائون گا.
ميڻ تو دريا هون، سمندر مين اُتر جائون گا.



# سنڌڙي تي سر تونہ ڏنو
# غالب سنڌ فيض بخشاپوري

عقاب مصطفيٰ چچڙو

جيئن تہ سنڌ سونهاري جي جنهن بہ واهڻ وستي ڳوٺ شهر يا علائقي تي نظر ڦيرائبي تہ ڪيترائي املهہ ماڻڪ موتي داڻا ناياب گوهر عالم اديب شاعر محقق ليکڪ دانشور نقاد ملندا جن جي علم ادب سگهڙائپ جي ڏات ڏسي انسان حيران ٿي وڃي ٿو اهڙن بي بها ماڻهن ۾ حضرت فيض بخشاپوري بہ هڪ هئا مان هتي سندس باري ۾ پنهنجي راءِ رکڻ کان پهريان. هتي هڪ وڏي دانشور جي راءِ ڪوڊ ڪندس جنهن چيو تہ:

> فيض صاحب کي ان دؤر ۾ بہ شهنشاهہ تغزل ۽ غالب سنڌ لکندو هئس ۽ اڄ بہ سندس اهوئي مرتبو ڏسان ٿو. هو زماني جو يگانو بي مثال شاعر هو. هو پاڻ کي فيض فقير درويش، خدا مست، فيض قلندر ۽ ٻين لفظن سان نہ فقط ياد ڪندو هو پر حقيقت ۾ هن صوفيءَ منش انسان دنيا جي لذتن ۽ خواهشن کي ڪڏهن بہ دل ۾ جاءِ نہ ڏني.
>
> ڊاڪٽر عبدالجبار عابد لغاري

سائين فيض بخشاپوري جو هي شعر واقعي مٿئين ڳالهه جي تائيد
ڪافي آهي

مجنون پيو ڇيو مون کي ديوانه و سودائي
ڇا داد جنون آهي؟ ڇا حوصله افزائي؟
ڪليات فيض

هتي ڪجهه ملڪ جي اهم ترين دانشورن جا رايا جناب فيض
بخشاپوري جي باري ۾ پيش ڪيان ٿو.

1. دور حاضر ۾ حضرت فيض بخشاپوري تي شيدائي کي فخر آهي.

مير رحيم داد مولائي شيدائي

2. قدوه سخن طرازا استاد الغزل

منثل شاهه مسڪين

3. فيض جا شعر غالب، خسرو مير و مؤمن جهڙن استادن جي گوهر پاره
اشعارن سان پيٽيا وڃن ته هر رنگ ۾ انهن جهڙا گوهر ثابت ٿيندا.

صوبا خان آسي

4. استاد الغزل طوطيء سنڌ حضرت فيض بخشاپوري جي
شاعري شراب عشق ۾ ٻڏل آهي.

رمضان، مجنون

5. غالب سنڌ فيض بخشاپوري جا اشعار اڪثرحضرت غالب ۽
حضرت مير صاحب وانگر ڪثيرالمعنيٰ نازڪ آفرين. پر اثر وارداتي
آهن.

ڪريم، تابان

6. فيض بخشاپوري جي ڪلام ۾ مير تقي مير جي سادگي ۽ صفائي
زبان ۽ مؤمن جون موحدانه سرمستيون به موجود آهن

مير قيصر، گلاٺه

7. جيستائين مشاهدات ودانش جو تعلق آهي تيستائين هي ڏنو ويو

آهي فيض بخشاپوري کي فن غزل سرائي ۾ مقام يڪتائي حاصل آهي
مولوي غلام محمد ڪولاچي

8. فيض بخشاپوري اسان سنڌين لاءِ يقينن باعث فخر آهي
عبدالڪريم. گدائي

جيئن تہ فيض بخشاپوري جي باري ۾ ان وقت کان وٺي هن جديد دور جي وڏن وڏن ليکڪن جا تاثرات وڏي اعزاز سان ملن ٿا. ڳالھ هيءَ آهي تہ فيض بخشاپوري صدارتي ايوارڊ يافتہ هجڻ جي باوجود ڪڏهن بہ سندس سالگره يا ورسي سرڪاري طور تي ملهائي نہ وئي آهي جڏهن تہ فيض بخشاپوري جي قدڪاٺ کان گهٽو گهٽ پوئين صف ۾ بيٺل وفاقي شاعرن تي تہ سيمينار ميلا سالگرهون ورسيون سرڪاري طور تي ملهائي ياد ڪيو وڃي ٿو پر افسوس صد افسوس ثقافت کاتي تي جو مهڙي درويش دل انسان کي ڪڏهن بہ ياد ناهي ڪيو پر بخشاپور جي ماڻهن فيض صاحب کي ڪڏهن بہ نہ وساريو آهي پنهنجي هڙان وڙان ڪري بہ هر سال تي ورسي جو شاندار پورگرام ڪندا اچن ٿا ان ۾ سڀ کان وڏو ڪردار سندس پائٽي نواز علي "نواز" ڊومڪي جو آهي جيڪو پڻ سنڌي زبان سان گڏوگڏ اردو پنجابي بلوچي زبانن جو يگانو شاعر آهي طبيعتن سادو نرم مزاج ۽ ڪامل طرح جو ماڻهون آهي جس هجيس جو هن وقت جنهن جاءِ جو انچارج آهي پر مجال جو ڪنهن. غريب کان غريب ماڻهون سان ڪڏهن چڙي ڳالهائي اهڙا ماڻهو قسمت وارن جا ساٿي هوندا آهن مون کانئس کان پڇو تہ جڏهن فيض بخشاپوري صاحب کي صدارتي ايوارڊ تہ صدر صاحب سان ملاقات دوران فيض صاحب ڇا چيو محترم نواز صاحب چيو تہ مان ان وقت ملاقات ۾ گڏ هيس خير آفيت معلوم ڪرڻ بعد ڪو ڪم ڪار فيض صاحب بنا دير چيو رزق روزي خدا ڏيندو آيو آهي ملڪ جي غريب بي پهچ ماڻهن جي مدد ڪيو هن وري بہ چيو ذاتي ڪم ڪار جي باري ۾ چوان ٿو پر فيض چيو تہ ڪابہ گذارش نہ

آهي ان ڪي ٿي درويش صفت بزرگ انسان چئبو آهي اهڙي قسم جا انسان بي لالچا ٿيندا آهن.

جناب فيض بخشاپوري جتي تمام گهڻ پاسائتي شخصيت هو مان هتي سندس شعر پيش ڪيان ٿو جنهن سندس سنڌ سان محبت جو اظهار ٿئي ٿو:

اي هم زبان زبان جو ذڪر وبيان رهي.

ڪيڏي نہ عظيم دعا آهي سندس اها دعا رب ڪريم قبول فرمائيندو سنڌ سلامت رهندي فيض صاحب ٻئي هنڌ چئي ٿو.

سنڌڙي تي سر تو نہ ڏنو هو توتي آهي ميار و يار

ڪلتاتِ فيض

هو شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جي هيئن پيروي ڪندي نظر اچي ٿو ڀٽائي چيو آهي تہ:

سائيم سدائين ڪرين متي سنڌ سڪار.

دوست مِٺا دِلدار عالم سڀ آباد ڪرين.

آ رسالو تنهنجو گنج ڪيميا عبداللطيف.

ڀٽائي جتي حضرت امام حسين ڪي ياد ڪيو آهي اتي فيض بخشاپوري بہ پير پوئتي نہ تو ڪري ۽ چوي ٿو

لخت دل علي و محمد جي جان حسين

فرمان حق حسين خدا جي زبان حسين

رڳو ايترو نہ هي بہ ٻڌ

قبلهء دين و ڪعبهء ايمان خدا گواهہ

پير مغان ميڪدهء مصطفي حسين

امام عالي مقام حسين عليه السلام جي محبت جو اظهار ۾ ڪوڙ سارا نظم موجود آهن جن ڪي پڑهندي ڪربلا جي سختين جو شديد

احساس ٿئي ٿو وري جي ٿورو نظر ڦيرائي مداح تي ٿا وجهون تہ مون کي فيض بخشاپوري ۾ سعدي شيرازي نظر ٿو اچي.

محمد مالڪ ميخانہء حق محمد ساقيء رندان

محمد نور روء ذات باري محمد فيض آهي عين عرفان

وري چئي ٿو:

محمد. جو هيو دربان دربان خدا همدم.

هيو هي حضرت جبرئيل پيو نوڪر محمد جو.

حضرت فيض بخشاپوري جي اردو شاعري تي نظر وجهبي تہ ائين محسوس ٿو ٿئي تہ جڻ اردو سندس مادري زبان هجي پر ڪوڙا اهڙا شاعر پڙهيا اٿئون جن جي مادري زبان اردو هجڻ باوجود اهڙو رس چس ڪٿي آهي جهڙو فيض بخشاپوري جي اردو شاعري ۾ آهي

انگشت نمائی سے جہ ماں دو پاتا ہے

شاہ دو سرا تیرا ادنی سا اشارہ ہے

وري ٿو چئي.

روح فرما جوھر آئی نہ یزدان حسن

شہر علم مصطفی نطق خدا قرآن حسن

ڇا ڪمال جو شعر آهي ڪيڏي نہ خوبصورت حسين تشبيهہ آهي شاعري جي فن تي تہ ٻئي ڪنهن وقت ڳالهائبو چو تہ اهو سندس تمام بهترين پاسو آهي فيض صاحب ڪيترن شاعرن جو پڻ ذڪر ڪيو آهي جن جو پڻ ذڪر ڪرڻ چاهيان ٿو پر طويل ڊگهي فهرست هجڻ جي ڪري مناسب آهي تہ ٻئي ڪنهن وقت ذڪر ڪبو الياس پرويز رفيقي چيو تہ فيض بخشاپوري منفرد شاعر آهي جنهن جي شاعري روح غالب ۽ مير کان خراج وٺي رهي آهي راغب مراد آبادي چوي ٿو ڪنهن جي مجال آهي جو فيض بخشاپوري جي شاعرانہ

عظمت کان انڪار ڪري هاڻي ٿوري نظر سندس سرمستي ڏي وجهي ڏسون ٿا ڇا ٿو چوي فيض:

شوريده سر آيو آ پڇو دور هٽو!
سر ۾ ڪنهن کي نہ هٽي سنگ خدا خير ڪري

هن ۾ ستن ۾ تہ ڪمال ٿو ڪري:

اي شيخ! هنجي خانئہ دل ۾ تلاش ڪر
ممڪن نہ آ جو ڪعبہ ۾ توکي خدا ملي

اهڙي طرح جا سوين اشعار ڪليات فيض بخشاپوري ۾ موجود آهن جن جي وضاحت ڪرڻ لاءِ وڏو وقت درڪار آهي.

دست سوال غير ڏي هرگز نہ ڪر دراز
محروم تي نہ رحمت پروردگار کان

يا

احسانِ ناخدا کان بچايو مونکي خدا
ڪشتي کي خد حوالءِ طوفان ڪري ڇڏيو

حضرت فيض بخشاپوري عشق جي اهڙي تہ معتبر ۽ مٿاهين مقام تي بيٺل نظر ٿو اچي جتي هن جي ٻارن تي سندس اک بہ نٿي ٻڏي

رهہ جنون ۾ تي ڪٿي مجنون سان گفتگو
هو پنهنجي راهہ سان ويو مان پنهنجي راهہ سان

سندس عشق جي منزل ۽ مقام جو اندازو هن شعر مان ڪري ڏسجي ٿو.



# حضرت فيض بخشاپوري سان روحاني رشتو

## عبدالڪريم تابان

مان حضرت فيض جي سڪ ۾ ڇهه صدين کان منسلڪ آهيان. منهنجو هن سان روحاني رشتو آهي ۽ قلبي تعلق. مون هن کي شاعرانه موڊ ۾ سراپا سرمد ۽ منصور جيان نعره زن ڏٺو ۽ موصوف کي اڪثر عجب انداز ۾ غزل لکندي ۽ في البديهه شعر چوندي، ائين محسوس ڪيو آهي ڄڻڪ سندس مرغ تحليل فلڪ الافلاڪ تي آهي ۽ هو خود به وينو عرش اعظم تان ٻولي.

محترم دوست رشيد لاشاري جي چوڻي:

جي ٽرپوسون ته ويسون عرشِ اعظم اڏ دي وچ ڇوڙيه

اڍائي ڪوه هي منزل، ذره واڳان ولاوڻ ڏي

شهنشاهِ تغزل غالبِ سنڌ حضرت فيض بخشاپوري جي دوستن، شاگردن ۽ معتقدن جو حلقو وسيع کان وسيع تر ٿيندو پيو وڃي، پر هر دور ۾ سندس شاعري ۽ شخصيت جي مخالفت به ٿيندي رهي آهي، خاص ڪري ملحد، ڏاهر پرست، اسلام ۽ نظريه پاڪستان جو ويري ٽولو جيڪو سندس شاعرانه ڪمال کان صاف انڪار ٿو ڪري ۽ ڪيس اها شڪايت آهي ته حضرت فيض اسان وانگر بازاري شاعري چو نٿو ڪري جنهن کي هو عوامي شاعري چوندا آهن. شڪايت خود

فيض صاحب کي بہ آهي تہ وڏيون وڏيون ڏگريون رکندڙ نام نهاد شاعر جن جي شاعريءَ جو نمونو هيٺين بند جيان آهي:

پاڻ ويٺين پلنگ تي،
مونکي ويهاريئہ ڏار،
واه ڙي منهنجا يار.

فيض صاحب چوندو آهي تہ اهي شاعر نہ آهن تڪبند يا متشاعر آهن. شاعر اهو آهي جنهن جي شاعري آفاقي هجي ۽ انسان ذات جي رهنمائي لاءِ ڪائنات جي ذري ذري تي محيط هجي.

مان اها دعوي تہ ڪريان تہ مون کان وڌيڪ فيض کي ٻيو ڪو گهٽ سڃاڻي، چو تہ منهنجو هن سان 30_ 31 سالن جو سٺ آهي. آءُ جڏنهن جيڪب آباد ۾ هفت روزه صبح سنڌ جو ايڊيٽر هوس تہ مرحوم عبدالڪريم گدائي هفتيوار فرنٽيئر گريٽ جو ايڊيٽر هوندو هو. ان زماني ۾ جيڪا اخبارات ۾ شاعرن جي درميان چپقلش جاري هئي ان جو آءُ عيني شاهد آهيان، بلڪ ان ۾ ڪجهہ حصو بہ ورتم. مون پهريون دفعو صبح سنڌ ۽ بعد ۾ نوشهرو فيروز مان پنهنجي ذاتي اخبار هفتيوار ترقي نالي جاري ڪيم تہ انهن ٻنهي اخبارن ۾ فيض صاحب جا غزل شايع ڪندو هوس، نتيجي طور هڪ حلقو فيض صاحب جو معتقد ٿي ويو ۽ انهيءَ حلقي فيض صاحب کي غالبِ سنڌ جي خطاب سان نوازيو.

جڳہ جي تنگيءَ سبب آئون فيض صاحب جي شاعري ۽ شخصيت تي وڌيڪ ڪجهہ بيان ڪرڻ کان قاصر آهيان. ڪنهن ٻئي موقعي تي تفصيل سان لکندس.

چمڙو نہ آفتاب کي اي همنشين ڏسي!
بي نور جو قصور آ، يا هن جي نور جو.
(فيض)

# فيض بخشاپوري

[ولادت 1341هه = 1922ع]

## ميمڻ عبدالغفور سنڌي

بلوچ قوم جي مشهور رند قبيلي جو ناميارو قومي شاعر، فيض الله خان ولد مصري خان ڏومبڪي، 1341هه مطابق 1922ع ۾ ضلعي جيڪب آباد تعلقي ڪشمور جي ڳوٺ بخشاپور ۾ جنم ورتو آهي. اِنهيءَ نسبت سان پاڻ کي "فيض بخشاپوريءَ" جي نالي سان پڌرو ڪيو اٿس. ابتدائي تعليم بخشاپور جي تعليمي ادارن مان حاصل ڪيائين. ننڍپڻ کان ئي موزون طبيعت هيس، جنهن ڪري شعر چوڻ جي مشق ڪرڻ لڳو. سندس والد بزرگوار نهايت سنجيده، پرهيزگار وفادار ۽ مانائتو مڙس هو. وٽس ڪنهن به شيءِ جي ڪمي ڪانه هئي. اهڙي ئي سانتيڪي ۽ خوشحال ماحول ۾ فيض صاحب ابتدائي تعليم جا مرحلا تہ تيزيءَ سان طيءِ ڪيا، پر پوءِ وڌيڪ تعليم کي ترڪ ڪري، زميندار پيشي سان لونءِ لڳايائين. پنجن سالن جي مختصر عرصي ۾ کيس پنهنجي قومي سردار، مير تاج محمد خان ڏومڪيءَ جي صحبت ملي ويئي، جيڪو پڻ سخن شناس، علم جو اڪابر ۽ وڏو دانا هو. اهڙي نيڪ بخت جي نظر فيض اثر هيٺ "فيض" صاحب کي ڪافي ڪتابن جي مطالعي جو موقعو مليو. پوءِ تہ سنڌيءَ سان گڏ اردو ڪتابن ۾ بہ چڱي مهارت حاصل ڪري ورتائين.

شاعريءَ جي لونجهه تہ سندس اندر ۾ اڳ ئي لڳل هئي، ويتر هينئر نيڪن جي صحبت ۾ وڌي وڻ ٿي ويئي. پوءِ تہ بنا استاد جي، اندر جي اُڌمن کي لفظن جي لڙهيءَ ۾ لس پوئيندو رهيو. خدا جي فضل سان هينئر سندس ڪلام چوٽيءَ جي شاعرن ۾ شمار ٿئي ٿو. سندس دينوي تعليم "اديب" تائين آهي – 1956ع کان صحافت جي صف ۾ ايندي، جيڪب آباد مان "مساوات" نالي هفتيوار اخبار جاري ڪيائين، جيڪا تاحال هلندي پئي اچي. صحافتي زندگيءَ ۾ ڪيس زماني جون لهرون ۽ لوڏا بہ آيا، مگر هر محاذ تي، ايماني قوت، مستقل مزاجيءَ ۽ قومي وقار جو اُصولن تحت پڌري پٽ مظاهرو ڪندو آيو.

هيل تائين "فيض" صاحب پنهنجي ڪلام جا چار مجموعا مرتب ڪيا آهن، جن مان "شعلۂ عشق" (1958ع ۾) ۽ "خمخانۂ فيض" (1967ع ۾) ڪافي مقبول ٿي چڪا آهن. اجا "گنجينۂ فيض" ۽ "سر چشمہ فيض" قلمي صورت ۾ وٽس ڪبٽ جي زينت بڻيل آهن. اميد تہ جلد منظر عام تي ايندا. فيض جي سنڌي خواه اردو ڪلام ۾ استعارا، تشبيهون ۽ ڪنايہ ڪثرت سان استعمال ٿيل آهن. ازانسواءِ فارسي لفظن جو پيوند بہ هنڌين ماڳين ڪيل آهي، انهيءَ لحاظ کان ٿوري ڄاڻ رکندڙ لاءِ آسانيءَ سان استفادو حاصل ڪرڻ البتہ دشوار آهي. مگر ڪلام ۾ بناوت، سجاوت، سلاست، بلاغت، جدت، نفاست ۽ لطافت وغيره جا ڪافي آثار ملڻ ڪري ڪي قدر آساني ٿي پئي آهي. وطن جي حب سان گڏ حسن و عشق جو بہ جا بجاءِ ذڪر آندو اٿس. سندس مستقل پتو: "گلشير محلو، ڪنڌڪوٽ" آهي. هيٺ سندس ڪلام جو نمونو ملاحظہ فرمايو:-

زمين ڇا ڇا نہ ٿي پيدا ڪري، محنت ڪري ڪوئي،
ڪڻڪ، جوئر، ڇڻا، ڇانيو مٽر، تر، ٻاجهري ساري
عيان هر شاخ- گل ۾ قطرهء- خون- رگ- گلچين،
ٿئي ٿي جانفشانيءَ سان بيابانن ۾ گلزاري

حاصل هر دوجهان عشق رسول،
بندگي ۾ ورنه آ ڪار فضول.
عاشق، احمد آ محبوبِ خدا،
لحظه لحظه هن تي رحمت جو نزول.
هو ارادو جو ڪٽان دستِ دعا،
مژده هاتف دعا ٿي وئي قبول.
سرو قامت ڪان قيامت مضطرب،
تابِ رخ ڪان مهرِ محشر آ ملول.
جنتِ فردوس ۾ توکان سواءِ،
ناقبول و ناقبول و ناقبول.
آبروءِ عشق آهي سر ڏيڻ،
برسرِ دار آهي مقصد جو حصول.
بوجهل اُستادِ اهلِ علم آ،
ٿي دبستانِ ۾ ويو شهرِ جهول.
هو خدا آگاهه آهي خدا شناس،
معتقدِ شيوهءِ ابنِ بطول.
مون ڪيو ڪوتاهه پيچ و تاب سان،
قصهءِ زلفِ دراز آ "فيض" طول.

✼

خانهء دل ۾ لامڪان آهي، عرش تي منهنجو آشيان آهي.
ڇو اڇان مان فريب هستي ۾، رنگ و بو جو هي جهان آهي.
مفلسي وجه بيڪسي يا رب، ڪوئي مهمان نه ميزبان آهي.
ڪافر عشق آ بت ڪافر، جو مسلمان تي بدگمان آهي.
ڇا بگاڙيان ٿو خلق جو يارب، ڇو ڀلا هو ، حريف جان آهي.
راز دل گرڏيان، ڏيان ڪنهن کي، ڪوئي همدم نه رازدان آهي.
ڪير تو کان ڪري ٿو سر پيارو، امتحان تي ڇو امتحان آهي.
بيڪفن لاش "فيض" جو هائي، ڪوئي ڪانڌي نه نوحه خوان آهي.

✼

خيال ڪاڪل پيچان ۾ پيچ و تاب هجي،
شب فراق ۾ تا سحر اضطراب هجي.
خطاب غيرڏي، روء سخن هجي مون ڏي
صنم حجاب جي پردي ۾ بي حجاب هجي.
مران ٿو رشڪ کان قاصد سان هم ڪلام نہ ٿي،
بضبط خط ۾ لکي ڏيس جو جواب هجي.
جمال تنهنجي گهٽا خوبرو خراب ڪيا،
نہ تون ئي هجين ها نہ ڪو خراب هجي.
نديم صحبت رنگين تي دوجهان قربان،
شراب خانہ هجي يارپرشباب هجي.
برنگ فيض ڪوئي باده مست عشق رهي،
جگر ڪباب هجي ۽ خون دل خراب هجي.

❊

دل وحشي نہ آهي دلربا جي پيار جي قابل،
نہ چشم نارسا آهي رخ انوارجي قابل.
ڪيان چو ڪعبہ ومندرم آخر مان جبين سائي
جبين شوق آهي منهنجي پايہ يار جي قابل.
رهڻ ڏي داستان دل کي ٿئين متان رسوا،
نہ آهي راز دل اي رازدان اظهار جي قابل،
طبع پرخارکان گهريم لب گل رنگ جوبوسو،
چيو هن جوش ۾ پرجي ،آهين سنگسار جي قابل.
مقيد بي قضا هن کي،ڪيئي چو دام گيسو ۾،
نہ آهي مرغ دل اي گلشن رخ چار جي قابل.
قرار ايندو ڪٿي شهر خموشان ۾ نہ دفنايو
هي لاش "فيض" آهي ڪوچہ دلدارجي قابل.



# غالب سنڌ فيض بخشاپوري سان ملاقات

## انٽرويو: يعقوب جويو

ممتاز شاعر فيض بخشاپوري ڊومڪي قبيلي سان واسطو رکي ٿو. انهيءَ قبيلي تي اهو نالو "ڊومڪ" درياءَ تان پيو جيڪو ايران ۾ آهي. فيض بخشاپوريءَ کي ننڍي هوندي کان شاعري جو شوق هو. سندس ڪلام ۾ خوش بياني، شيرين السانی، رواني،سلاست جادو بياني، بلند پروازي، فڪر ۽ فراست نمايان نظر اچي ٿي. هن سنڌيءَ کانسواءِ ٻين مختلف زبانن ۾ به شاعري ڪئي آهي. سندس پورو نالو فيض الله خان آهي پاڻ ڳوٺ بخشاپور ضلع جيڪب آباد جو رهاڪو آهي.

هڪ ملاقات ۾ فيض بخشاپوريءَ ٻڌايو ته هن پهرين فارسي ۽ عربيءَ ۾ شاعري ڪئي، پوءِ شاهه لطيف جي رسالي جو مطالعو ڪرڻ بعد سنڌي ۾ شاعري ڪئي. هن چيو ته شاهه جي شاعريءَ کي سمجهڻ ٽانڊن تي هٿ رکڻ جي برابر آهي.

هن ٻڌايو ته غزل ۾ مون غلام سرور کي پنهنجو استاد ڪيو جيڪو علامه اقبال جو دوست هو.

هن ٻڌايو ته کيس "غالب سنڌ" جو لقب 1958ع ۾ منهنجي نظريه جي اردو جي شاعرن ڏنو جن مون سان هڪ ادبي شام ملهائي

هئي. ان ڪانسواءِ ڪيترن ئي تنظيمن پاران ايوارڊ بہ مليا اٿم. فيض بخشاپوريءَ چيو تہ سندس معلومات موجب سنڌي ادبي بورڊ ڪي هر سال لکين روپيا گرانٽ ملي ٿي پر خبر ناهي اهي پئسا ڪهڙي نموني ٿا خرچ ٿين.

فيض بخشاپوري چيو تہ ريڊيو وارا بہ رڳو سفارشي انهن کي گهرائين ٿا ۽ انهن جا ڪلام رڪارڊ ڪن ٿا. جڏهن تہ منهنجا شاعري جا ڪتاب ڇپجي پڌرا ٿي چڪا آهن ۽ ريڊيو جي لائبريري ۾ موجود آهن ۽ پر ريڊيو وارن کي شايد ايتري واندڪائي ڪانهي جو انهن ڪتابن مان شعر ڏسي نشر ڪن. ريڊيو ۾ اصل معنيٰ ۾ صحيح ڪم نٿو ٿئي. غير معياري شاعري ڏاڍا ڏڙ نشر ڪئي وڃي ٿي.

فيض بخشاپوري چيو تہ اڄڪلهہ اسان وٽ سنڌي لکڻين ۾ هرويرو هنديءَ جا لفظ ٺڪڻ جو فيشن آهي. جيڪو سنڌي ٻوليءَ سان ظلم آهي. ائين نہ هجڻ گهرجي.



# نظم ۽ غزل جو شهنشاهہ شاعر

مراد علي 'نور'

مئخانہ توحيد و رسالت جي رند مست ۽ شهنشاهہ حضرت فيض بخشاپوري جي ڪمال فن ۽ عاشقانہ سخن گوئي تي لکڻ انهن کي سونهي ٿو جيڪي خود سخن گوئي جي فن تي عبور رکندا هجن آءُ تہ خود انهي راهہ ۾ هڪڙو طالب العلم آهيان ان هوندي بہ فيض صاحب جي عقيدت مندن ۽ محبت ڪندڙن ۾ شمار ٿيڻ لاءِ پنهنجي مضمون جي اختصار جو بہ اختصار ڪندو ان جون چند پيرائون توهان جي گوش گذار ڪريان ٿو.

حضرت فيض صاحب ڪو عام شاعر يا عام ماڻهو ناهي. هي اهو شاعر آهي جنهن لطيف سرڪار، اقبال، غالب ۽ مير جهڙن شاعرن کان پوءِ اچي بہ پاڻ کي انهن شاعرن جي صف ۾ بيهاريو سندس عشق ۽ سچائي جو ڪمال هي، هن باڪمال شاعر سنڌي غزل کي نئون ۽ جدا گانہ انداز ڏيئي سنڌي ٻولي کي معتبر بنائي ڇڏيو آهي ۽ عربي فارسي ۽ اردو زبانن جي لفظن ۽ ترڪيبن کي سنڌي غزلن ۾ سمائي هنن ٻولين جي فطري ۽ نظرياتي رشتي کي وڌيڪ مضبوط ڪري ڇڏيو آهي ۽ سخن گوئي جي رُخ کي درست سمت ڏانهن موڙيو آهي، سندس انهي احسان تي سنڌي ٻولي ۽ سنڌي ماڻهن کي ناز آهي ۽ رهندو.

منھنجي زبان تي ناز ٿي سنڌي زبان ڪري
دشت، غزل ڪي رشڪ خرابان ڪري ڇڏيو

الله پاڪ ھن مرد مجاھد سخنور کي پيدا اھو جھاد ڪرڻ لاءِ ڪيو هو تہ غزل جي شاعري کي سنڌ جي روايتي عارفانہ ۽ صوفيانہ شاعري واري رنگ ۾ رڱي ۽ عربي فارسي ۽ سنڌي زبانن جي نظرياتي رشتي کي وڌيڪ مظبوط ڪري تڏهن ئي باري تعليٰ جي ذات مهربان رهي ۽ گلشن شاعري جو نزول ٿيندو رهيو آهي، جيڪا ڳالھ بار بار سندس زبان مان نڪري ٿي.

ھن مصحف دل تي ٿيا اي فيض نزول آ
آيات جي صورت ۾ اشعار نظر آيا.

---

آيات جي صورت ۾ ٿيا نازل سخن گويا
ھن رند قلندر کي جو جوش و خروش آيو

---

اترا ہے ہیں عرش نہیں سب آیات کی طرح
ھر شعر فیض آیت بسم اللہ کتاب ہے.

---

فيض صاحب جي انهي رندي ۽ قلندري ۽ عارفانہ سخن گوئي کيس غزل جو بادشاھ بنايو آهي.

آنزول صحيفہ و الھام
فيض عارف جي گفتگو ۾

---

لب ڪشا ٿيو بزم ۾ فيض شھنشاھ سخن.
ھم نشين گويا کلي ويو گنج، باب گوھري

---

سرگرمِ سخن فيض شهنشاھ سخن آھي،
ٽپڪي ھن گوھر بائي گران صدف گران ٿو.

عشق خدا ۽ عشق رسول سان معبود ۽ باده بہ عرفان جي پيالي سان منور فيض جي محبت جو اھو مقام ھي جو ڪيس ھر شئي ۾ محبوب جو ظھور نظر اچي ٿو ۽ سندس دل ھر وقت پنھنجي محبوب جو تصور جلوه نما آھي.

محبت اگر دل ۾ ناھي خدا جي،
مزو زندگي نہ آ بندگي جو.

---

رکيو خزانہ دل ۾ نہ لا الا ڪانسواءِ،
جھان ۾ تازه طريقہ قلندر نہ ڪيم.

دنياوي آرائشن ۽ آسائشن کان بي نياز فيض پنھنجي آقاءِ نامدار محمد صلعم جي غلام ھجڻ تي ايترو نازان آھي جو ڪيس تاج شاھي بہ پنھنجي پيرن ۾ محسوس ٿئي ٿو.

'فيض' جي لاءِ اھا ڳالھہ بہ خوب ھلائي تي وڃي تہ ھي سنڌي جو نہ بلڪ فارسي جو شاعر آھي جنھن کي سمجھڻ عام ماڻھو جي وس جي ڳالھہ ڪونھي. اھا جاھلانہ پروپگندا ٻن قسمن جا ماڻھو ڪن ٿا ھڪڙا اھي جيڪي سندس شاعران مرتبي تي حسد ڪندڙ آھن ٻيا اھي جيڪي سندس عالمگير نظريي جا مخالف آھن. ليڪن فيض کي انھن کان ڪا شڪايت ڪونھي ڇاڪاڻ تہ فيض ڪنھن مخصوص طبقي جو نہ، پر اسانذات جو ھمدرد شاعر آھي سندس پيغام ھر طبقي لاءِ يڪسان آھي ۽ ڪيس سمجھڻ بہ آسان.

ڀل ڪوئي مونکي ستائي ڇا گلا ڪنھن جي ڪيان.
انھن ماڻھن لاءِ صرف ايترو ٿو چوي تہ:

نديم چشم زمانہ آ گرد آلوده،
ڏسي ڇا خاڪ رو منزل حقيقت فيض،

كشاده دل و شگفته مزاج وطع فيض،
سراپا صورت آئينه صاف نيت فيض.

جناب فيض سنڌ جو سرمايو ۽ صدين جو شاعر آهي هي مست قلندر اسان وٽ هر دور ۾ شهنشاهه غزل رهندو ۽ دنيا سندس عظمت کي سلام ڪندي رهندي ڇو ته بقول سندس

تاجدار سخنوران آهيان شاعر آخر زمان آهيان،
مقصد حرف ڪن وڪان آهيان،
ذات پنهنجي ۾ هڪ جهان آهيان،
قلم لاالہ آه لب تي هم طريقه قلندران آهيان،
آزبان منهنجي گويا سيف الله دشمن جان ڪافران آهيان،
منهنجا اشعار بزم اسرار هاتف غيب جي زبان،
فيض ڪان عالم سخن روشن مشعل نرم شاعرانه آهيان.

قدمن ۾ آهي طره ۽ تاج شهنشهي
ڇا شان آهي شاهه جهان جي فقير جو
تاج شاهي ڪج ڪلاهي تي نشام
اي گداءِ دگر خير الانام

يا

خزون تاج شاهي ڪان هي ڪج ڪلاهي
گدايان خير الانام الله

ان گدائي ۽ قلندري جي حال ۾ سندس غيرت ۽ خوداري جو وري وري هي مقام آهي.



## ٿورا نہ ٿورا_ مون تي ماروئڙن جا

(حضرت فيض بخشاپوري جي چوڏهين ورسي تي پڙهيل)

**مير اصغر علي پنهور**

(1) سنڌي ادب، تهذيب ۽ ثقافت جو اهڃاڻ
ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب

(2) سنڌي ادب ۽ شاعريءَ ۾ پنهنجا نالا روشن ڪندڙ اديب ۽ شاعر، توڙي محقق ۽ دانشورن صاحبان

(3) اردو ادب، تهذيب ۽ ثقافت جي سڃاڻپ، پنجاب، سنڌ ۽ بلوچستان کان آيل معزز ادباءَ و شعراءَ ڪرام

(4) هن ادبي محفل ۾ سنڌ توڙي پاڪستان جي عظيم هفت زبان شاعر شهنشاهہ غزل، غالب سنڌ ۽ عاشق رسول صلي الله عليہ وسلم حضرت فيض بخشاپوري جي ياد ۾ سندس چوڏهين ورسيءَ کي وڏي اهتمام سان ملهائڻ ۾ وڏي شوق، ذوق ۽ عقيدت مان سڄي ملڪ مان ڪهي آيل مائُ و اهلِ علم و دانش حضرات_ السلام عليڪم ورحمة الله وبرڪاته

منهنجي لاءِ هي انتهائي سعادت جي گهڙي آهي ۽ مان ٿورائتو آهيان فيض اڪيڊمي سنڌ جو جنهن رهبر ادبي سوسائٽي سنڌ جي تعاون سان هي عظيم ۽ ڪل پاڪستان ادبي ميڙاڪو نہ فقط حضرت فيض بخشاپوري جي عظيم ياد ۾ ڪوٺايو آهي پر مون جهڙي ماڻهو تي،

جنهن کي فقط مطالعي جو ئي ڪجھ وقت ملي سگھندو آهي، ان کي هيڏن وڏن ملڪ جي دانشورن، محققن ۽ شعر و سخن ۾ پنهنجو نالو مُلڪ جي ادبي ڊڪشنري ۾ لکائيندڙن جي وچ ۾ خاص مهمان جي حيثيت سان گهرايو ويو آهي، ان لاءِ مان سندس لاءِ نهايت ئي ٿورائتو ۽ شڪر گذار آهيان:

سچ پچ تہ اڄ آئون پاڻ کي خوش نصيب ٿو سمجهان، جو منهنجي ضلعي جيڪب آباد جا، هاڻي ڪشمور جي هڪ ڳوٺڙي جي ڊومڪي بلوچ خاندان ۾ اک کوليندڙ سادن سودن ۽ مالوند يا پورهيتن جي وچان هڪ اهڙي شخص کي نڪري نروار ٿيندڙ علمي ادبي ۽ صحافتي شخصيت بڻجندڙ هستيءَ جي ياد ۾ ٿيندڙ ذڪر اذڪار ۾ ڳالهائڻ جو موقعو ملي ويو آهي. فيض صاحب يقيناً شهنشاهِ غزل هو هن جديد غزل جي شاعريءَ ۾ نہ فقط سنڌي بلڪ اردو ۽ ٻين ٻولين ۾ پنهنجي حيثيت کي مڃرايو پر ڪيس غالب سنڌ چئي سندس حيثيت کي بہ گهٽايو ويو آهي. ڇاڪاڻ تہ مرزا اسد الله خان غالب فقط اردو ۽ فارسيءَ ۾ لاجواب شاعري ڪئي آهي ۽ هو يقيناً انهن ٻنهي ٻولين جو مايہ ناز ۽ پنهنجي طرز جو يگانو شاعر هو. حضرت فيض الله خان "فيض" بخشاپوري نہ فقط اردو ۽ فارسيءَ ۾ شاعري ڪئي آهي پر پاڻ سنڌي، بلوچي ۽ ٻين ڪيترين ئي علائقائي زبانن جو پڻ نرالو ۽ يگانو بلڪ شهرهٔ آفاق شاعر آهي. حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي کان پوءِ سچل سرمست ۽ سچل ڪانپوءِ جيڪي بہ آفاقي ۽ الهامي صوفي شاعر ٿي گذريا آهن انهن جي ڪلامن تي ڪافيءَ جو گهڻو رنگ غالب آهي جڏهن تہ حضرت فيض جديد دؤر جي عروضي شاعريءَ ۾، جيڪي مشرقي ٻولين ۾ پنهنجو هڪ الڳ ۽ ممتاز مقام رکي ٿي، انهيءَ بحر بيڪران ۾ سنڌ جو هي صوفي منش درويش خدا مست ۽ قلندرانہ طبيعت جو حامل شاعر هلندڙ دور ۾ هيو ڪو ورلي ملي سگندو.

شاعر تہ پنھنجي پنھنجي دور جا بھترين حقيقت شناس حڪيم ۽ طبيب ھوندا آھن انھن جا ھٿ ھميشه قوم ۽ ملڪ جي رھواسين جي نبض تي ھوندا آھن. پر اھي صحافي بہ آھن ۽ تہ پوءِ بھترين تجزيہ نگار، محقق ۽ مبصر بہ ھوندا آھن. فيض صاحب جي ڪلام ۾ اُھي سڀئي خصوصيتون اُتم درجي جون ملن ٿيون، پر عام مبصر ۽ فيض جي پيغام، فڪر ۽ ادراڪ ۾ زمين آسمان جو فرق آھي. سندس ڪيترائي غزل، حمد، نعتون ۽ نظم اڄ بہ ڪيترن شاعرن کي تہ ڇا پر عام ماڻھن کي بہ ياد آھن ۽ اھا ئي ھڪ آفاقي ۽ الھامي شاعر جي سڀ کان وڏي نشاني آھي.

اھڙي عظيم شاعر جي عظيم ڪلام کي وري ڇپجي عوام تائين پھچائڻ جو ڪم بھتر طريقي تي ٿيڻ ڪپندو ھو پر وري بہ شڪر آھي جو سندس لائق پائٽي ميان نواز علي ڏومڪي. جنھن ھر سال جيڪب آباد ۾ فيض صاحب جي ھر ورسي وڏي اھتمام سان پئي ملھائي آھي ۽ ملڪ جي وڏن وڏن دانشورن کي مدعو ڪري فيض صاحب جي پيغام کي عام ڪيو آھي، پر ھاڻي تہ سندس ڪليات "ڪليات فيض" جنھن ۾ مرحوم و مغفور جا چار ڇپيل مجموعہ ڪلام جيڪي سندس حياتيءَ ۾ ڇپيا. انھن کان علاوہ رھجي ويل ڪلام کي بہ سندس ھمعصر ۽ معروف شاعر، اديب ۽ صحافي سيد اظھر گيلاني جي ترتيب ھيٺ شايع ڪيو پيو وڃي. اسان کي انتظار رھندو تہ اھو ڪيترو جلد ٿو شايع ٿئي ۽ ان جي تقريب رونمائي کان پوءِ سندس ڪلام ۽ پيغام کي عام ڪرڻ ۾ اڃا ڪيترو وقت ٿو لڳي.

اڄ سڄي ملڪ مان آيل عظيم دانشورن فيض صاحب جي شخصيت، ڪلام، پيغام ۽ شاعريءَ تي جيترو ڪجھ ڳالھيو آھي، اھو تمام سٺو ۽ معلومات افزا آھي پر ڪليات جي ڇپجڻ بعد ۽ عام اھل علم تائين ان جي پھچڻ بعد يقين آھي تہ اھو ڪم اڃا بہ وڌيڪ ۽

بدرجا اُتم طريقي سان الله رب، ذوالجلال ۽ بندي جي وچ ۾ وڌيڪ گهري ۽ ويجهي تعلق قائم ڪرڻ ۾ مفيد ثابت ٿيندو. چاڪاڻ ته اهڙائي درويش صفت ۽ صوفي منش شاعر ۽ اديب معرفت جا بهترين ذريعا هوندا.

فيض صاحب کي کهڙو ۽ ڪيترو خراج تحسين پيش ڪجي، مان ته بس ايتروئي چئي سگهندس ته هو سنڌ توڙي پاڪستان ۽ اسلامي دنيا جو بلند پايہ آفاقي شاعر هو. آهي ۽ قيامت تائين پنهنجي ڪلام جي معرفت فيض بخشيندو رهندو.

سندس ياد ۾ اڄ شام جو ٿيندڙ مشاعرو، جنهن ۾ ملڪ جا نامور شعراءَ ڪرام شامل آهن، اها پررونق محفل جيڪا سنڌي توڙي اردو ۾ هوندي، اها فيض جي فيض کي عام ڪرڻ، اتحاد ۽ ايڪي کي وڌيڪ مضبوط ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪندي. فيض بنيادي طور تي مضبوط ۽ لازوال ايمان ۽ يگانگت جو شاعر هو ۽ هر سال سندس انهي تعليم ۽ پيغام کي جلا ملندي رهندي.



# پروگرامن متعلق رسالن ۽ اخبارن ۾ شايع ٿيل رپورٽنگ

# غالب سنڌ. فيض بخشاپوري جي 13 ورسي جي موقعي تي ادبي ڪانفرنس ۽ ڪل پاڪستان سنڌي مشاعرو. (رپورٽ)

رپورٽ: **اختر سعيدي**

مترجم: **عبدالقيوم يوسفاڻي**

جيڪب آباد، سنڌ جي ادبي تاريخ پنهنجو طويل پس منظر رکي ٿي، غالبِ سنڌ فيض بخشاپوري هن شهر کي علمي ۽ ادبي مرڪز بنائڻ ۾ اهم ڪِردار ادا ڪيو. سندس انتقال 1992ع ۾ ٿيو ان کان پوءِ جيڪب آباد جي ادبي ۽ ثقافتي سرگرمين جا روح روان محترم جناب نواز علي ڏومڪي آهن، پاڻ "فيض بخشاپوري اڪيڊمي" قائم ڪيائون جنهن جي ماتحت فيض بخشاپوري جي ياد ۾ هر سال ادبي ڪانفرنس ۽ مشاعري جو اهتمام ڪيو ويندو آهي. هن سلسلي جو 13هون پروگرام ڪجھ ڏينهن اڳ ٿيو جيڪو ڪُل پاڪستان ادبي ڪانفرنس ۽ ڪُل پاڪستان اردو سنڌي مشاعري تي مشتمل هو.

ادبي ڪانفرنس جي صدارت سنڌي زبان جي ممتاز شاعر ۽ دانشور قلندر شاھ لڪياريءَ ڪئي. مهمانِ خصوصي مير اصغر علي پنهور ۽ اعزازي مهمان ڊاڪٽر عابد لغاري هو. نظامت جا فرائض اختر علي مراد نڀايا، مولانا الله رکئي ڪلامِ پاڪ مان تلاوتِ ڪلام پاڪ جي سعادت حاصل ڪئي ۽ محمد ابو طالب مراد بارگاھ رسالت ۾ عقيدت جا گُل پيش ڪيا. ان کان پوءِ فيض بخشاپوري اڪيڊميءَ جي

صدر قطب الدين تاب آجياڻي جو خطاب پيش ڪيو ۽ چيو تہ آئون تمام معزز مهمانن جو شڪريو ادا ڪرڻ پنهنجو فرض سمجهان ٿو جن اسان جي دعوت قبول ڪئي ۽ اڄ اسان جي درميان موجود آهن ۽ چيو تہ فيض بخشاپوري سنڌي اردو فارسي ۽ بلوچي زبانن جو قادرِ ڪلام شاعر هو فيض صاحب اهو روشن چراغ آهي، جنهن جي لاٽ مان آسمان جا تارا بہ روشني تلاش ڪن ٿا.

تقريب جي روح روان جناب نواز علي ٻومڪي چيو تہ قطب الدين تاب جن خيالن جو اظهار ڪيو آهي. تن سان اتفاق ڪريان ٿو جيڪي فيض بخشاپوري جي فن ۽ شخصيت جي حوالي سان ڳالهائيندا. چيائين تہ فيض صاحب باڪمال شاعر هو ۽ نعت جي ميدان ۾ پاڻ تمام گهڻو ڪم ڪيو اٿن هو هڪ درويش صفت انسان هو پاڻ سڄي زندگي انسانن ۽ انساني قدرن سان عشق رکيو آهي، اها وصف سندس شاعريءَ ۾ بہ چٽي ظاهر آهي، فيض بخشاپوري اڪيڊمي جي جنرل سيڪريٽري حاجي مراد علي نور چيو تہ اسان جو هر پروگرام گُذريل پروگرام کان بهتر ٿيندو آهي. آئون ان کي فيض بخشاپوريءَ جو جاري فيض چوندس. آئون سندس آڳاٽو نياز مند آهيان. پاڻ سڄي زندگي محبتن کي فروغ ڏِنو سندس ڪو بہ ٽولو نہ هو. اهو ئي سبب آهي جو سندن نياز مند ۽ محبت ڪرڻ وارن ۾ هر مڪتبہء فڪر جا ماڻهو شامل آهن. هن چيو تہ هر سال سندس ورسي جي موقعي تي اعلان ڪيو ويندو آهي تہ ايندڙ ورسي جي موقعي تي ”ڪلياتِ فيض بخشاپوري“ منظرِعام تي اچي ويندو ان ڪري هاڻي آئون پهرين واري ساڳئي ڳالهہ نہ ورجائيندس، پر اهو واعدو ضرور ڪندس تہ سندس ڪليات تمام جلدي شائع ٿي ويندو.

ڊاڪٽر اسد جمال پلي (حيدرآباد) چيو تہ آئون فيض اڪيڊمي جي روح روان نواز علي ٻومڪي جو خاص طور تي شڪريو ادا ڪريان ٿو پاڻ هر سال مونکي ان ورسي جي موقعي تي مدو ڪري ٿو. هن

مجلس ۾ شرڪت منهنجي لاءِ اعزاز جو باعث پڻ آهي. هُن چيو تہ جنهن شاعريءَ ۾ درد جي پچار ڪونهي تہ آئون ان کي شاعري نٿو سمجهان. فيض صاحب جي شاعريءَ ۾ دردمنديءَ واضح آهي. سندس شاعريءَ ۾ زماني جو درد بہ آهي تہ روحانيت ۽ آفاقيت بہ آهي. پاڻ سندس شاعريءَ ۾ اهو ئي لکيو اٿن، جيڪو ڏِٺائون ۽ محسوس ڪيائون. فيض بخشاپوري اردو ۽ سنڌي جو تمام وڏو معتبر شاعر هو. پاڻ ٻنهي زبانن ۾گهڻيون ئي خدمتون سرانجام ڏنيون اٿن. اهڙا باڪمال ۽ صاحبِ علم هاڻ گهٽ ئي نظر ايندا.

ڊاڪٽر عابد لغاري (حيدرآباد) چيو تہ فيض بخشاپوري نہ صرف سنڌي زبان جو قادر ڪلام شاعر هو پر پاڻ اردو زبان ۾ بہ ڀرپور شاعري ڪئي آهي. سندس اردو شاعريءَ کي اردو جي عظيم شاعرن بہ خراجِ تحسين پيش ڪيو آهي.

هن چيو تہ فيض صاحب جي سنڌي شاعريءَ تي شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو نمايان اثر نظر اچي ٿو. وڌيڪ اهو تہ فيض بخشاپوري جي حوالي سان ادبي ڪانفرنس هاڻ تاريخي حيثيت اختيار ڪري چُڪي آهي. عابد صاحب ان موقعي تي فيض صاحب کي منظوم خراجِ عقيدت بہ پيش ڪئي.

پروفيسر منظر ايوبي (ڪراچي) چيو تہ آئون سڀ کان پهرين تہ فيض بخشاپوري اڪيڊمي جي منتظيمن جو ٿورو مڃيان ٿو جن مونکي هِتي اچڻ ۽ فيض صاحب جي حوالي سان گُفتگو ڪرڻ جو نادر موقعو فراهم ڪيو. هُن چيو تہ منهنجي ۽ فيض صاحب جي چاليهن سالن جي رفاقت رهي آهي، ڇا ڪڏهن اسان غور ڪيو آهي تہ ڪيس غالبِ سنڌ ڇو چيو وڃي ٿو؟

مرزا غالب ۽ فيض بخشاپوري4 ۾ چند ڳالهيون مشترڪ آهن. غالب پهريون شاعر آهي جنهن اردو شاعري ۾ اجتهاد ڪيو ۽ فيض بہ اهو پهرين شاعر آهي جنهن سنڌي شاعريءَ ۾ اجتهاد ڪيو پاڻ غالب

جي شاعريءَ کي فڪر ۾ رکي ڪري ادب ۾ نَين روايتن کي جنم ڏنو. نَوَن ۽ انوکن موضوعن جي تلاش غالب سنڌ جي عطا آهي، غالب بہ مشڪل پسند آهي ۽ فيض بہ مشڪل پسنديءَ کي اپنايو آهي. اها ئي مشڪل پسندي سندس انفراديت آهي.

سندس شاعريءَ ۾ خودداري جو عنصر غالب هو. پاڻ سر جهڪائڻ جا نہ پر سر ڪٽائڻ جا قائل هئا. پروفيسر صاحب آخر ۾ فيض صاحب کي منظوم خراجِ عقيدت بہ پيش ڪئي.

مهمانِ خصوصي مير اصغر علي پنهور صاحب چيو تہ نواز علي ڊومڪي صاحب خراج تحسين جا مستحق آهن. جيڪي گُذريل 13 سالن کان مسلسل حضرت فيض بخشاپوري جي ياد ۾ هن تقريب جو اهتمام ڪن پيا. ماڻهن جي وڏي تعداد کي مدعو ڪرڻ سندس ضرورتن جو خيال رکڻ تسلي ڏيڻ ڪا معمولي ڳالهہ ڪانهي. چيو تہ مونکي ڪيترا ئي ڀيرا ساڻس ملاقات جو شرف حاصل ٿيو آهي. پاڻ انتهائي بُردبار، خداپرست ۽ نيڪ صفت انسان هئا. سندس شاعريءَ ۾ محبت ۽ انسان دوستي کي موضوع بنايو ويو آهي. هن چيو تہ فيض بخشاپوريءَ جي شاعريءَ ۾ لفظ "نور" ڪثرت سان استعمال ٿيو آهي. انهيءَ مناسبت سان جيڪڏهن نواز علي ڊومڪي کي "نور" نواز علي ڊومڪي" چيو وڃي تہ بيجا نہ ٿيندو.

صاحبِ صدر قلندر شاهہ لڪياري چيو تہ نطق جي قوت صرف انسان وٽ آهي زبان رابطي جو هڪ ذريعو آهي. شاعري اجتماعي ۽ انفرادي اظهار جا موقعا فراهم ڪري ٿي، جنهن سماج ۾ شاعري ڪونهي اُتي انسان جا لطيف احساس ڪڏهن بہ پرواز نٿا چڙهن شاعري حُسن پرستيءَ جو هڪ ذريعو آهي، معاشري جي صحت مند تشڪيل ۾ ادب مؤثر ڪِردار ادا ڪري ٿو. شاعري نفاست ۽ لطافت پيدا ڪري ٿي ۽ محبت جو درس ڏئي ٿي. هُن چيو تہ فيض بخشاپوري هڪ بالغ نظر انسان هو. سندس فڪر اسان جي لاءِ اثاثو آهي.

ضرورت ان ڳالهہ جي آهي تہ سندس بي ترتيب ڪلام کي گڏ ڪري ڪتابي صورت ڏِني وڃي. خوشيءَ جي ڳالهہ آهي تہ جو فيض صاحب جي فن ۽ شخصيت جي حوالي سان تحقيقي ڪم جو آغاز ٿي چُڪو آهي. اسان جو فرض آهي تہ سندس تحقيقات کي نئين نسل تائين پهچايون. هن چيو تہ هر سال وانگر هن سال بہ اعلان ڪيو ويو آهي تہ ڪُلياتِ فيض بخشاپوري" شايع ڪيو ويندو. ڪاش ايئن ٿي وڃي.

هن چيو تہ نواز علي ڏومڪي صاحب هن شهر جي ادبي رونقن ۾ جيڪو اضافو ڪيو آهي، ان ۾ وڌيڪ اضافي جي ضرورت آهي. نواز علي ڏومڪي فيض بخشاپوريءَ جو سچو جانشين آهي، ان ڪري پاڻ سندس قائم ڪيل روايت کي زنده رکيو آهي. ان موقعي تي بزم سراج الادب ڪراچي وارن جي پاران نواز علي ڏومڪي کي "نشانِ سپاس" پيش ڪيو.

ساڳئي ڏينهن عشاءَ نماز کان پوءِ کُل پاڪستان اردو سنڌي مشاعري جو اهتمام ڪيو ويو جنهن جي صدارت پاڪستان جي ممتاز شاعر ۽ ماهرِ تعليم پروفيسر منظر ايوبيءَ ڪئي۽ تعلقي ناظم سردار زاده مير ممتاز حسين جکراڻي مهمانِ خصوصي هو. ان موقعي تي جن شاعرن شاعري پيش ڪئي، اُنهن ۾ صاحبِ صدر کانسواءِ اعجاز رحماني، قمر وارثي، صابر براري، قلندر شاهہ لکياري، ڊاڪٽر عابد لغاري، صادق جميل، عزيز جبران انصاري، رفيق خاڪي، صدف چنگيزي، حاجي مراد علي نور، نشتر ناٿن شاهي، آغا نياز مگسي، مختيار گهمرو، اقبال صدف، سراج الدين سراج حافظ رشيد احمد، قطب الدين تاب، ڊاڪٽر اسد جمال، احمد خان مدهوش، بقا بلوچ، ڪامران قمر شبير احمد، موج ڪوسو فريد احمد فريد، اختر علي مراد، نواز علي ڏومڪي، جوهر بنگلزئي، غلام مرتضيٰ جاگيراڻي، نورالدين نور ۽ مرشد گيلاني جا نالا نمايان آهن.



# ماهنامہ نئين زندگي طرفان
# غالب سنڌ فيض بخشاپوري سان شام

رپورٽ: **نصرالله لغاري**

پاڪستان جي ممتاز سنڌي، اردو، بلوچي، سرائڪي ۽ فارسي جي شاعر ۽ شهنشاهه تغزل ۽ غالب سنڌ "فيض" بخشاپوري سان اداره ماهنامہ نئين زندگي حيدرآباد طرفان 12 آگسٽ تي شام 4 وڳي پاڪستان نيشنل سينٽر آڊيٽوريم ۾ شام ملهائي وئي. تقريب جي ابتدا الله پاڪ جي ڪلام سان جناب نذير احمد ڪونڌر صاحب ڪئي. انبعد جناب نواز علي "نواز" ڏومڪي، جناب فيض بخشاپوري جي نعت رسول پيش ڪئي:

جلوه طراز عرش معظم صلي الله عليه وسلم
مظهر يزدان نور مجسم صلي الله عليه وسلم
حاصل قرآن، محسن انسان درد جو درمان حشر جو سامان
باعث آدم وجه دو عالم صلي الله عليه وسلم

جنهن بعد هن صاحب جناب فيض صاحب جي شان ۾ پنهنجو نظم پيش ڪيو ان جا ڪجهه شعر آهن:

تنهنجو فيض صحبت غنيمت ٿو سمجهان،
ڪرم لطف رحمت عنايت ٿو سمجهان.
مئي معرفت جو تون رند قلندر
حقيقت ٿو سمجهان طريقت ٿو سمجهان.
محمد صہ جو آهين سراپا تون عاشق،
حقيقت اِها آ حقيقت ٿو سمجهان.
تون ملڪ سخن جو شهنشاھ آهين،
جهان ساري ۾ آهي شهرت ٿو سمجهان.

ان بعد اسٽيج سيڪريٽري جناب عابد لغاري ايڊيٽر ماهنامہ نئين زندگي "اڄ جي شام فيض جي نام" جي وضاحت ڪندي چيو تہ، "اداره نئين زندگي جي اهتمام هيٺ سنڌ جي شاعرن، اديبن ۽ مفڪرن سان شامون ملهائڻ جو پروگرام رٿيو ويو آهي ۽ انهن جي ڪار گذاري ماهنامہ ۾ پيش ڪرڻ سان ادبي ماحول ۾ خوب رونق اچي سگهي ٿي." هن صاحب چيو تہ، "اسان کي خوشي آهي جو انهيءَ پروگرام جو آغاز پاڪستان جي ممتاز شاعر حضرت غالب سنڌ سان ڪري رهيا آهيون، جنهن جي خدمتن ۽ فن جو اعتراف حڪومت پاڪستان کيس تمغئہ حسن ڪارڪردگي ڏيڻ سان ڪيو آهي."

هن صاحب چيو تہ، "سنڌ هر دور ۾ پنهنجي پنهنجي فن ۽ فڪر ۾ يڪتا شخصيتون پئدا ڪيون آهن. جناب فيض صاحب بہ انهن مان هڪ آهي." ان بعد هن صاحب غالب سنڌ ۽ مرزا غالب جي شخصيتن جو موازنو ڪندي چيو تہ ٻنهي هڪ ڪان وڌيڪ زبانن ۾ شاعري ڪئي آهي. اگر مرزا غالب فقط شاعري لاءِ وقف هو تہ غالب سنڌ بہ فقط شاعري لاءِ وقف آهي. هو بہ درويش صفت تہ هي بہ فقير طبع ۽ ٻنهي وٽ فڪر جي بلندي نظر اچي ٿي.

جناب عابد صاحب، فيض صاحب کي منظوم خراج عقيدت پڙهي پيش ڪري خوب داد حاصل ڪيو. ڪجھ شعر هن طرح آهن:

شعر جنهن جا رهبري، سو فيض آ بخشاپوري
سنڌ جو آ انوري، سو فيض آ بخشاپوري
هو سخنور آهہ يڪتا ۽ سخندان مايہ ناز
ناهہ جنهن سان همسري، سو فيض آ بخشاپوري
نعت ۾ ثاني نہ ڪوئي ۽ غزل جو بادشاهہ
شعر هرڪو ساحري، سو فيض آ بخشاپوري
چا فصاحت ۽ بلاغت، جوش ۽ جدت سندس،
مرتبي ۾ برتري، سو فيض آ بخشاپوري

جناب شعبان بخت، جوائنٽ ايڊيٽر ماهنامہ نئين زندگي،
رباعيات بنام فيض پيش ڪيون!

(1)

اڄ شام بہ چا شام بنام فيض آهہ
اڄ ديد جي قابل ٿيو بام فيض آهہ
خود داني آ، خود بيني آ، خود داري آهہ
يعني تہ انام آيو پيام فيض آهہ

(2)

توڙي جو اناالحق نہ چيو آهي فيض،
منصوري جو نعرو ڪو هنيو ناهي فيض،
پر اهڙي انا، آپي ۽ خوُ جي هوندي،
منصور اگر ناهي تہ پوءِ ڇاهي فيض.

(3)

هيئن سنڌ جو غالب ڪو سڏائي تہ سهين،
حجت ڪري دڳ پنهنجو بنائي تہ سهين.
ڪجھ اهڙي هنر ساڻ شهر يارن تي،
رنگ پنهنجي آنا جو ڪو ڄمائي تہ سهين.

(4)

هيءَ شاعر دؤران ناهي جهڙو تهڙو
هيءَ شه جو مصاحب آهي غالب جهڙو
مشڪل سان لهي ٿو ڪو اهو ماڳ ۽ مقام
ٻيو ديس ۾ شاعر آهي جهڙو ڪهڙو

(5)

بخشاپوري فيض، نينهن جو نشو آهي
هڪ دؤر جي انداز جو جلوو آهي
خاص آهي خود ۽ خاص سندس آهي ڪلام
خواص جي لئہ، جم جو پيالو آهي

(6)

نالو آ چڙهيل فيض سان بخشاپور جو
نہ تہ ان ڪان اڳي ڪنهن تي انهيءَ ڪي ڇاتو
پر فيض قلندر جو اهو عالم آهي
مستيءَ ۾ مگن پنهنجو پڇي پيو پتو

جناب مرزا قربان علي بيگ "مختار" پنهنجي طرفان فيض صاحب جي شان ۾ قطعہ پيش ڪرڻ بعد غزل ٻڌايو جنهن بعد مرزا ڪاظم رضا بيگ پڻ غزل پيش ڪيو.

سنڌ يونيورسٽي ۾ انگريزي شعبي جي پروفيسر سيد قلندر لڪياري صاحب، جناب فيض صاحب جي شخصيت ۽ ڪلام تي مدلل ۽ محققانہ روشني وڌي ۽ فيض صاحب جي شاعريءَ جو ٻين قادرالڪلام شاعرن جي ڪلام سان موازنو ڪندي چيو تہ "فيض صاحب جي شاعري الهامي شاعري آهي هو موجوده دور جو برک مفڪر آهي ۽ سندس فڪر مشعل راهہ جي حيثيت رکي ٿو. ضرورت هن ڳالهہ جي آهي تہ، جيئن تہ هر وڏي مفڪر جو فڪر اوچو ۽ شرح

طلب هوندو آهي، جيئن مرزا غالب ۽ حافظ شيرازي وغيره. انهن جو فڪر ۽ ڪلام کي عام فهم بنائڻ لاءِ شرحون ڪيون ويون آهن. اسان کي به گهرجي ته هن عظيم شان جي سرمايه گران جون شرحون ڪري عام و خاص تائين پهچايون.“

هن صاحب وڌيڪ چيو ته، ”فيض صاحب جو فڪر هر دور ۾ ”جوان فڪر“ آهي ۽ رهندو اسان خوش قسمت آهيون جو هو اسان وٽ موجود آهي ۽ سندس ڪلام ڪلاسيڪل موضوع تي نهڪي اچي ٿو.“ هن صاحب فيض صاحب کي خاتم المتغزلين پڻ قرار ڏنو.

حيدرآباد جي مشهور وڪيل ۽ سنڌ جي ممتاز سنڌي اردو شاعر جناب اسحاق ”اثر“ صاحب فيض صاحب سان منسوب هي قطعا پيش ڪيا:

پھر مذاق سخن کو عام کرو
مئہ و مینا کا اہتمام کرو
شہریار سخن کی آمد ہے،
شہر خوبان انہیں سلام کرو

---

یہ فیضِ کی آمد ہے، پھر ذکر نگاراں ہو،
کچھ چاک گریباں ہوں کچھ رقص بہاراں ہو،
اس شام کی محفل کا اک یہ بھی تقاضا ہے،
کچھ یاد- غم جاناں کچھ شکوہ دوران ہو۔

جناب پروفيسر مير محمد پيو خطاب ڪيو ته مان شاعر نه آهيان پر شعر شناس آهيان، انهيءَ ڪري مان چئي سگهان ٿو ته جناب فيض صاحب جن جو ڪلام اعليٰ ۽ عظيم آهي. جڏهن سندن شعر ٻڌندو آهيان ته دل ۾ چيي ويندا اٿم. انهن جي شيريني، لطافت ۽ نزاڪت مدت تائين ياد رهندي آهي. هن صاحب ٻڌايو ته جناب فيض صاحب

جڏهن ٻه مرحوم سيد سردار علي شاه صاحب وٽ ايندا هئا ته شاه صاحب سندن مان ۾ مشاعرو ڪرائيندو هو. فيض صاحب جو ڪلام منفرد مقام رکي ٿو. ساڳي ريت سندن طبيعت پڻ آهي. حق گو دشمن کي دشمن چوڻ وارو ۽ دوست جو دوست. پُرخلوص شخصيت جو مالڪ آهي. سندس پيغام پيار ۽ امن و آشتي آهي. سندس ڪلام فصاحت ۽ بلاغت سان ڀريل آهي.

ان بعد محترم ثريا "سوز" فيض صاحب جي ڪلام کي آفاقي قرار ڏيندي چيو ته فيض صاحب سنڌي ٻولي جي وڏي خدمت ڪئي آهي. نئون روح ڦوڪيو آهي ۽ ان کي بلند مقام تي پهچايو آهي. هنجي چوڻ مطابق جناب فيض صاحب غالب سنڌ نه بلڪ فيض سنڌ آهن.

آخر ۾ سيد احسن الهاشمي خطاب ڪندي فرمايو ته اصلي شاعري اها آهي جيڪا فيض صاحب جن ڪن ٿا. ۽ اهائي شاعري اڳ جي بزرگ شاعرن پڻ ڪئي آهي. هن نامورن انگريزن جي تقليد ۾ ٿيندڙ شاعريءَ کي تسليم ڪرڻ کان انڪار ڪيو ۽ فرمايو ته جيستائين شاه لطيف، حافظ شيرازي، مرزا غالب، حضرت فيض صاحب جن جو فڪر زنده آهي تيستائين ڪنهن به فڪر کي هتي دوام نه ملي سگهندو. پاڻ فيض صاحب جي شاعري کي اجتهاد قرار ڏنائون جنهن سنڌي ٻوليءَ کي فصاحت ۽ بلاغت سان مزين ڪيو آهي.

محفل جي اختتام کان اڳ جناب فيض صاحب اداره نئين زندگيءَ جو هن شام جي اهتمام ڪرڻ تي شڪريو ادا ڪيو ۽ پنهنجي سنڌي _ اردو ڪلام سان سامعين کي محفوظ ڪيو. سندس سنڌي غزل جا ڪجهه شعر آهن:

جزبئہ عشق هو ناپختہ نپايو نہ ويو.
مون کان آيو نہ ويو، تو کان گهرايو نہ ويو.

دمبدم ذوق ستم ۾ هيو سرگرم ستم،
ڪوئي دم اهڙو نہ آيو جو ستايو نہ ويو.
سر بلند بعد شهادت پڻ رهيو بنده حق،
نوڪ نيزي تي چڙهيو سر هو جهڪايو نہ ويو.
پارسا رحمت باري ڪان شرمسار رهيو،
پاند درياءِ معاصي ۾ پسايو نہ ويو.
مهر محشر بہ رهيو همہ صفت ابر ڪرم،
"فيض" جي سر ڪان جو سرڪار جو سايو نہ ويو.

هيءَ شام جيڪا شام جو ساڍي 6 بجہ ڪان شروع ٿي رات 9 بجہ ڏاري بخير و خوبي اختتام پذير ٿي. (نئين زندگي – سيپٽمبر 1987ع)



## ادارو نواءِ سنڌ جيڪب آباد
## غالب سنڌ جي ادبي سرمايہ تي هڪ نظر

موجوده دور جي شعرا ڪرام ۾ غالب سنڌ اعليٰ حضرت جناب فيض بخشاپوري، غزل جو باڪمال شاعر آهي. هن کي صنف غزل تي جيڪا فوقيت حاصل آهي. اها معاصرين شعرا مان ڪنهن جي بہ ڀاڱي ۾ نہ آئي آهي. فيض صاحب جتي پنهنجي فڪر جي آب سان غزل جي چمن جي عمدي آبياري ڪئي آهي اتي ادبي ۽ اخلاقي، سياسي ۽ سماجي مذهبي ۽ ملي، نظمون بہ لکيون آهن. سو غزل جو روايتي شاعر نہ آهي. بلڪ هن وقت ۽ ماحول موجب، غزل جي فرسوده مضامين ۽ غزل جي پراڻن لاڙن ۽ وڪڙن کان پاسو ڪري، نئين انداز بيان سان، حضرت غالب دهلوي وانگر پاڻ کي ادبي دنيا سان متعارف ڪرايو آهي. هن جي اها انفراديت ۽ خصوصيت سنڌي شعرا ۾ مٿاهون مقام رکي ٿي. آءُ جناب فيض صاحب جي ڇپيل ڪتابن تي هڪ سرسري نظر وجهڻ سان گڏ، ايئن چوندس تہ فيض صاحب هڪ همہ گير شخصيت جو مالڪ هو.

1 **شعلاءِ عشق:** هي فيض صاحب جي غزليات جو پهريون مجموعہ ڪلام، ڪرائون سائيز ۾، 100 صفحات تي پڪڙيل، سادي سفيد ڪاغذ تي سنڌي ٽائيپ ۾ ڇپيل سرورق سادو ۽ رنگين، هي ڪتاب 28 جنوري سنہ 1958ع ۾ منصفہ شهود تي آيو. هن ۾ فيض صاحب جي طره دستار سان تصوير شامل آهي. هيٺان هي شعر فنا کان

بقا جو ترجمان آهي.

گذري وبا ڪي ورهه, ويو فيض گذاري،
فارغ نہ آهي خلق، اجا نوحہ گري کان.

هن ۾ 47 غزليات، 8 نظم، 2 قصيده درج آهن. جملہ 690 اشعار آبدار موجود آهن. هن مجموعي ۾ معياري ۽ ارتقائي غزليات جو اعليٰ نمونو ملي ٿو جيڪو عهد حاضر جي ڪنهن بہ شاعر جي ڪلام ۾ نظر نہ ايندو. فيض صاحب غزل کي پنهنجي خداداد قابليت سان وسعت ڏني، ان ۾ عجيب ۽ غريب رنگ ڀريو آهي. هر باڪمال شاعر زماني جي رفتار سان گڏ هلندو. پنهنجي خيالات کي موڙ ڪارائي، حالات جي عڪاسي ڪندو رهندو آهي فيض صاحب بہ انهي سلسلي ۾ ڏاڍو ڀاڱ موڪيو آهي.

هن مجموعہ ۾ صحيح ۽ حقيقي جذبات، حالات، واقعات، محاڪات جا مثال ملن ٿا. گويا غزليات جي مطالع سان ذي حس انسان کي پنهنجي هستي جي چاڻ ۽ شعور ملي ٿو. غزل کي "نصف وحشانہ صنف شعر" چوڻ وارو طبقو جي ڪڏهن فيض صاحب جي ڪلام بلاغت نظام جو گهرائي سان مطالع ڪري تہ هو غزل جي اهميت جو قائل ٿي ويندو ۽ غزل گوئي جي افاديت تسليم ڪرڻ لاءِ خود بخود مجبور ٿي ويندو. ۽ ايئن محسوس ڪندو تہ شاعر منهنجي اندر جي آرسي ۾ جهاتي پائي، منهنجي درد ۽ غم، رنج ۽ مصيبت جي شعر ۾ قلمي تصوير ڪيي آهي، دراصل غزل جي معنيٰ ۽ مقصد بہ اهوئي آهي.

روڪ دل، پنهنجي گرم آهن کي،
هي ڪليجو ڪباب ٿي ويندو.

هن مجموعي جي پهرين غزل جو هي پهريون شعر آهي.

آيو جو بينقاب، صنم پرده پوش هو.
مونکي زبان نہ، دل نہ، جگر هو نہ هوش هو.

ڪتاب جي آخرين قصيده جو پهريون بند هي آهي.

آهي سبق آمور صداقت حسين جي،
آ باعث نجات محبت حسين جي،
آ لوح دل تي نقش شهادت حسين جي،
ماتم ڪيان ٿو "فيض" دما دم حسين جو.

2 **خمخانئہ فيض:** هي فيض صاحب جي غزليات جو ٻيو مجموعو آهي، ڊيمي سائيز 140 صفحات تي مشتمل، ولايتي سفيد ڪاغذ تي ڇپيل ۽ پڪي جلد سان. ماهہ مئي سنہ 1927ع ۾ اهل نظر جي نظر ۾ آيو. فيض صاحب جي تصوير شامل. ان جي هيٺان هي شعر رقم آهي.

لِسان فيض، لسان سروش، عالم غيب،
نزول شعر، نزول صحيفہ وآيات.

هن ۾ 56 غزليات 15 نظم 3 قصائد 3 غزليات اردو 4 اردو نظم اشعار جو ڳاڻيٽو (414) آهي. پهرين غزل جو پهريون شعر هن طرح سان لکيل آهي:

نقش بنقش آئينہ حسن و جمال خوبرو
مهر بهر، مه جبين. خلبہ بدين جو رنگ ويو.

هن مجموعہ ڪلام ۾ سنڌي جديد غزليات جو نهايت معياري نمونو موجود آهي جڏهن سنڌي شاعر فارسي شعرا جي تقليد ڪرڻ ۽ فارسي شُعرا جي نقش قدم تي هلڻ فخر ۽ ڏمڪندن سمجهندا هئا ۽ گل وبلبل، هجرو وصال، دردوغم، ساقي وساغر جي مضامين ٻڌڻ مصروف ۽ مشغول هئا. تڏهن فيض صاحب غزل جي منزل جي طرف هلڻ جي لاءِ نئين ۽ خوبصورت راهہ اختيار ڪئي.

يارب! نہ آهي، منهنجي، گناهن جو ڪو حساب،
ڪري بي حساب لطف. جڏي ڏي حساب ڪي.

---

ڪير توڪان ڪري ٿو سر پيارو

امتحان تي، ڇو امتحان آهي.

فيض صاحب جي هن مجموعه جو آخري شعر هي آهي:

رہتا ہیں طلبگار مئہ تاب محمد ساقی،

ای لب فیض کہ چہ خوش لقبی ہیں۔

**گجنيئہ فيض:** هي غزليات جو ٽيون مجموعہ ڪلام آهي. ڪرائون سائيز ورقن جو وچوڙ 128 آهي. ولايتي سفيد ڪاغذ تي ٽائيپ ۾ ڇپيل سائي ڳاڙهي ٻن رنگن ۾ گرد پوش، ماهہ جنوري سنہ 1981ع ۾ ڇپيو فيض صاحب جي هلڪي نيري رنگ ۾ تصوير ان جي تائيد ۾ هي شعر لکيل آهي.

چيو مغنيءِ افلاڪ ڪي هو روح الامين،

ٻڌاءِ "فيض" قلندر جو عارفانہ ڪلام.

هن مجموعہ جو هر غزل سوز وگداز درد ۽ غم ۾ ٻڌل آهي. هر هڪ شعر تي درد مند دل ضرور ڏڙڪن ۽ ڪنڌ ڏوڻي زبان مان بي ساختہ آہ ۽ واہ جا الفاظ نڪرندا. اهو شعر ڪهڙو جيڪو دل تي اثر نہ ڪري؟ ۽ ماڻهو ڪي پاڻ ڏانهن نہ ڇڪي:

لاش تي روئي چيو هن نازنين

عمر ڀر هن ناز برداري ڪئي.

-----

بتن ڪان صاف ٿيو ڪعبہ،

مگر هو فيض بتخانہ.

-----

نہ نڪتو نازنين دل ڪان،

اگرچہ نازنين نڪتو.

هن ۾ 36 سنڌي غزليات 19 نظم 10 قطعات 5 دعائون 17 اردو نظم، قصيده، نعتون 22 اردو غزليات 3 ترانا، 21 غزليات ضميمو آخر ۾ 5 بلوچي غزل جملہ (39) اشعار آبدار موجود آهن. شهيد اعظم امام

حسين عليہ السلام جي شان ۾ آخرين ۾ اردو جو هي شعر ڪهڙو نہ معياري آهي.

سر بلند ابن علي سي، امر يزدان هوگيا.
پيش انسان حشر مين. شيطان پشيمان هوگيا.

**سرچشمہء فيض:** غالب سنڌ حضرت فيض جي اردو ڪلام جو مجموعہ ڊيمي سائيز 114 صفحات تي مشتمل 5 جولاءِ سنہ 1989 ۾ شايع ٿيو. هن ۾ 814 اشعار. ليٿو ۾ ڪتابي ۽ ڪتابت جي صورت ۾ گرد پوش رنگين ۽ دل نشين. فيض صاحب جي تازه تصوير شامل هيٺيان هي شعر لکيل آهي:

اتري هين عرش زمين سي آيات ڪي طرح.
هر شعر فيض، آيات االڪتاب هين.

فيض صاحب فڪر جي بلندي لاءِ اهڙا تہ عمده الفاظ تلاش ڪندو آهي جنهن جي جيتري تعريف ڪجي اوتري ٿوري آهي. جدت سان گڏ رواني، نہ رت مان گڏ جولاني، ڪار فرما رهي ٿي. ان پنهنجي ڪلام ۾ ڪيترائي مترنم بهي استعمال ڪيا آهن. ان جي اشعار تي بي ساختگي ۽ جاميت جو جامو پيل آهي، فيض صاحب جو مطالع وسيع ۽ حافظو بلا جو هو. هن تي فارسي ۽ اردو شعرا مان حضرت حافظ شيرازي، صائب، خيام مرزا عبدالقادر بيدل، مير تقي مير، حضرت غالب جو رنگ غالب آهي.



# پروگرام جي رپورٽنگ

غالبِ سنڌ فيض بخشاپوري هڪ تحريڪ آهي، جنهن کي جاري رهڻ کپي:

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ

غالب سنڌ جي ڪلام جي اشاعت ۽ ان جي تشريح ٿيڻ ضروري آهي، ان لاءِ سنڌ حڪومت کي ڀرپور سفارش ڪئي ويندي:

سردار مير منظور علي خان پنهور

فيض بخشاپوري پوري پاڪستان جي وحدت جي علامت آهي:

عطاءالحق قاسمي

فيض ادبي ڪانفرنس علامہ اقبال يونيورسٽي اسلام آباد ۾ ڪوٺائي ويندي:

ڊاڪٽر انعام الحق جاويد

غزل جي ڪلاسيڪل روايت جو پاسدار فيض بخشاپوري آهي:

ڊاڪٽر طاهر تونسوي

فيض جي شاعري جي شاعري مان صوفيانہ رنگ کي نروار ڪري سائنسي بنيادن تي پيش ڪرڻ جي ضرورت آهي: قلندر لڪياري، ڊاڪٽر بشير احمد شاد، ڊاڪٽر عابد لغاري، احمد خان مدهوش ۽ سيف الله يوسفائي جو خطاب.

حيدر (پ_ر) غالب سنڌ فيض بخشاپوري هڪ تحريڪ آهي وحدت ۽ ڇئني صوبن جي ڀائيچاري جي، جنهن کي جاري رهڻ کپي. اهڙن خيالن جو اظهار جڳ مشهور اسڪالر ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ رهبر ادبي سوسائٽي جي سهڪار سان فيض اڪيڊمي سنڌ طرفان غالب سنڌ جي ياد ۾ ڪوٺايل ڪل پاڪستان ادبي ڪانفرنس

۾ صدارتي خطبو ڏيندي سنڌي لينگويج اٿارٽي هال ۾ ڪيو. ڊاڪٽر صاحب چيو ته فيض صاحب جي باري ۾ علامه اقبال يونيورسٽي ۾ ڪانفرنس ڪوئنٽ واري ڊاڪٽر انعام الحق جاويد جي اعلان جي تائيد ڪريون ٿا ۽ خيرپور يونيورسٽي ۾ فيض چيئر قائم ڪرڻ جي مطالبي جي پڻ تائيد ڪريون ٿا. ڪانفرنس جي خاص مهمان ۽ صوبائي وزير اوقاف، عشر زڪوات سردار مير منظور علي خان پنهور چيو ته غالب سنڌ جي ڪلام جي نه فقط اشاعت ٿيڻ ضروري آهي پر ان جي تشريح لاءِ پڻ ڪم ڪرڻ جي ضرورت آهي. هن چيو ته نه فقط پاڻ ذاتي طور تي هر تعاون ڪرڻ لاءِ تيار آهي پر حڪومت سنڌ کي به پرپور سفارش ڪندو. هن چيو ته فيض بخشاپوري سان ذاتي طور تي سندس وڏو تعلق رهيو آهي. هن چيو ته سندس شاعريءَ ۾ فڪر کي عام ڪرڻ جي ضرورت آهي. لاهور کان آيل جڳ مشهور ڪالم نگار، اديب، اسڪالر ۽ شاعر عطاءالحق قاسمي، غالب سنڌ جي شاعريءَ کي خراج عقيدت پيش ڪندي چيو ته هو گذريل چوڏهن سالن کان هر سال سندس ورسي تي جيڪب آباد ۽ هاڻي حيدرآباد آيو آهي ۽ هر پيري فيض جي شاعريءَ مان نوان نوان نڪتا حاصل ڪندي پنهنجي ڪالمن ۾ پيش ڪندو رهندو آهي. هن چيو ته سندس اهڙوئي ڪالم سياڻي جي اخبار ۾ پڻ شايع ٿيندو. هن چيو ته ٻولين سڀ جون سڀ وڏي اهميت رکن ٿيون. اڄ سنڌيءَ ۾ جيڪي ڪجهه مواد پڙهيو يا خطاب ۾ پيش ڪيو ويو آهي اهو ڪيس چڱيءَ طرح سمجهه ۾ آيو آهي. علامه اقبال اوپن يونيورسٽي اسلام آباد مان آيل ڊاڪٽر انعام الحق جاويد چيو ته هو نه فقط ايندڙ ورسي وڏي اهتمام سان اسلام آباد ۾ ملهائڻ ۾ هر طرح جو تعاون ڪندو پر يونيورسٽي ۾ ايم. فل جا مقالا پڻ لکرائيندو جيئن فيض جي ڪلام کي وسيع پئماني تي عام ڪري سگهجي. ڪُل پاڪستان فيض ادبي ڪانفرنس کي خطاب ڪندي ملتان کان آيل ڊاڪٽر طاهر تونسوي چيو ته خوشيءَ جي ڳالهه آهي ته

ڪليات فيض شايع ڪيو پيو وڃي. هن چيو تہ ان ڪي غلطين کان پاڪ ڪرڻ ۾ پاڻ نظرثاني ڪرڻ لاءِ تيار آهي. هن چيو تہ فيض غزل جي شاعريءَ جو سنو شاعر آهي. هن فيض کي سچوءِ ڪرو شاعر قرار ڏنو. هن چيو تہ فيض پراڻن لفظن کي نئون مفهوم عطا ڪيو آهي. هن فيض جي رنگ تغزل کي سندس شاعريءَ جي مثالن سان پيش ڪيو. ڊاڪٽر عابد لغاري اسٽيج سيڪريٽري طور فيض جي شاعريءَ جي ڪيترن ئي خوبين کي نروار ڪندي پنهنجو نظرانہ عقيدت پڻ پيش ڪيو. جڏهن تہ سيد قلندر لڪياري پنهنجي خطاب ۾ چيو تہ فيض جي شاعري مان صوفيانہ رنگ کي سائنسي ۽ ٽيڪنيڪي بنيادن تي پيش ڪري ان کي وڌيڪ اُجاگر ڪري سگهجي ٿو. ڊاڪٽر بشير احمد شاد غالب سنڌ فيض بخشاپوري جي ڪلام ۾ عشقِ رسول صلي الله عليہ وسلم کي اجاگر ڪندي چيو تہ فيض صاحب پنهي جهانن جي ڪارٽي کي شفيع المذنبين ۽ رحمت جو دريا ٿو سڏي. احمد خان مدهوش چيو تہ کيس فخر آهي تہ پاڻ فيضِ بخشاپوري جو شاگرد آهي ۽ سندس شاعريءَ جو رنگ اختيار ڪيل آهي. سيف الله يوسفاڻي پنهنجو خوبصورت مقالو پيش ڪيو ۽ چيو تہ پاڻ ۽ سندس دوستن عزم ڪيو آهي تہ تمام جلد فيض صاحب تي هڪ ڪانفرنس عمرڪوٽ ۾ ڪوٺائي سندس شاعرانہ خوبين کي عام ڪندا. قراردادن مان هڪ ۾ ادبيات پاڪستان جي ڪردار کي سخت لفظن ۾ ننديو ويو.



# روزاني سوڀ ڪراچي

اڱارو 15 مئي 2012ع

ليڪڪن ۽ ڏاهن فيض بخشاپوري کي سنڌي، اردو بلوچي ۽ فارسي ٻولين جو قومي شاعر قرار ڏئي ڇڏيو فقير صفت انسان، مرد قلندر ۽ غالب سنڌ هو سندس هر غزل معراج هو سندس عظمت کي سلام پيش ڪريون ٿا.

عطاءالله قاسمي

بلوچستان جي علائقي لهڙ جو رهواسي هو روشن ڪرڻو تي جيڪب آباد آيو 20 سال گذرڻ باوجود اڄ به دلين تي راڄ ڪرڻو ٿو. سخي خالد سلطان پتائي، قلندر داتا گنج بخش، بابا فريد شڪر گنج جو تسلسل هو انٽرنيشنل ڪانفرنس ڪرائڻ گهرجي:

قلندر شاهه لڪياري

حيدرآباد ۾ ڪانفرنس، حاجي مراد علي نور ”نواز“ ڊومڪي، عابد لغاري، نظر محمد ڳاهو تسنيم صنم ۽ ٻين جو خطاب حيدرآباد

(بيورو رپورٽ) ليڪڪن ۽ شاعرن فيض بخشاپوري کي سنڌي، اردو بلوچي ۽ فارسي ٻولي جو قومي شاعر قرار ڏئي ڇڏيو آهي، غالب سنڌ حضرت فيض بخشاپوري جي 20هين ورسي حيدرآباد جي سنڌي لئنگويج اٿارٽي ۾ غالب سنڌ فيض بخشاپوري اڪيڊمي سنڌ پاران ملهائي وئي، شاعر پنهنجي شاعري ۾ اسلام ۽ پاڪستان سان محبت جو اظهار ڪن ٿا. الله وارا دنيا مان ظاهري طور تي وڃن ٿا پر ماڻهن جي دلين مان نٿا وڃن ۽ هميشه ماڻهن جي دلين تي راڄ ڪن ٿا. اسين اڄ سنڌ جي مختلف شهرن مان هتي حيدرآباد اچي فيض بخشاپوري کي خراج تحسين پيش ڪري سندس عظمت کي سلام پيش ڪريون ٿا. خاص مهمان حضرت سخي خالد سلطان چيو ته فيض بخشا پوري بلوچستان جي علائقي لهڙي جو رهواسي هو ۽

جيڪب آباد کي روشن ڪيو. فيض نالي بيهڻ واري ڪابه شي ناهي هو وهندڙ چشمو آهي. هو 19 کان 20 سال گذرڻ باوجود اڃا تائين ماڻهن جي دلين تي حاڪميت ڪري ٿو فيض بلوچستان جي خاڪ هو ۽ سنڌ ۾ فيض پکڙيو سنڌ کي صوفين، فقيرن، اديبن ۽ درويشن جي سرزمين انهي ڪري سڏيو وڃي ٿو ڇو تہ سنڌ ۾ فقيرن ۽ درويشن جو قدر آهي ۽ شناس آهي. صوفي شاعر ڪنهن بہ قوم جي ميراث ناهي هوندو شاعر ظاهر طور تي شاعر هوندو آهي پر هو ولي هوندو آهي. ڇو تہ شاعر جي شاعري الله ۽ ان جي رسول لاءِ هوندي آهي. هن کان اڳ غالب سنڌ فيض بخشاپوري اڪيڊمي جي سيڪريٽري حاجي مراد نور، صدر نور نواز ڊومڪي، پروفيسر قلندر شاهہ لڪياري، ڊاڪٽر اسد جمال، نذر محمد ڳاهو سيف الله خالد، ڊاڪٽر عابد لغاري، ڪوئيٽا کان آيل عورت اديبہ تسنيم صنم، عرفان الحق ۽ ٻين پڻ خطاب ڪندي غالب سنڌ حضرت فيض بخشاپوري کي لفظن جي پيٽا ڏيندي چيو تہ فيض تي جيڪڏهن ڳالهايون تہ راتيون گذري وينديون. پر ڳالهيون ختم نہ ٿينديون. فيض تي ڳالهائڻ ڏکيو آهي. هو غزل جو بادشاهہ هو ۽ هو زبانن اردو، فارسي، سنڌي، بلوچي جو قومي شاعر هو. فيض جي شاعري سنڌي ۾ نہ پر اردو بہ پاڻ ملهايو آهي. فيض غالب سنڌ جو بلڪ غالب پاڪستان هئڻ گهرجي. فيض بخشاپوري مرد قلندر هو ۽ هو سخي دل طبيعت جو ماڻهو هو فيض شاهہ لطيف ڀٽائي، قلندر لعل، داتا گنج بخش، بابا فريد شڪر گنج جو تسلسل هو. فيض تي انٽرنيشنل ڪانفرنس ڪرائڻ گهرجي. جڳ مشهور شاعرن ڪانپوءِ فيض بخشاپوري جي شاعري کي تسليم ڪيو ويو. فيض جي يوم پيدائش وارو ڏينهن جيڪب آباد ۾ ملهائڻ گهرجي. هن کان اڳ سنڌ جي ثقافت اجرڪ جو تحفو مهمانن کي پيش ڪيو ويو.

٣١

# روزاني ’مهراڻ‘ حيدرآباد

## اڱارو 15 مئي 2012ع

فيض بخشاپوري سنڌ بلوچستان جو نہ پر سڄي ملڪ جو شاعر هو هن جي شاعري هڪ صوفياڻي ۽ روحاني هئي، سنڌس ورسي جي تقريب ٻاهرين ملڪن ۾ بہ ملهائي وڃي 19هين ورسي جي موقعي تي ملڪ جي اديبن شاعرن ۽ ليکڪن طرفان فيض بخشاپوري کي سنڌس ڪيل خدمتن ئي خراج عقيدت حيدرآباد (اسٽاف رپورٽر) ملڪ جي شاعرن، اديبن ۽ ليکڪن. فيض بخشاپوري کي سنڌس ڪيل خدمتن تي خراج عقيدت پيش ڪندي چيو آهي تہ فيض بخشاپوري سنڌ. بلوچستان جو شاعر نہ پر سڄي ملڪ جو شاعر هو. جنهن جي شاعري هڪ روحاني ۽ صوفياڻي هئي، سنڌس ورسيءَ جي تقريب سنڌ ۾ نہ پر ملڪ سميت ٻاهرين ملڪن ۾ بہ ملهائي سنڌس ياد کي تازو رکيو وڃي. اهڙن خيالن جو اظهار غالب سنڌ فيض بخشاپوري اڪيڊمي، رهبر ادبي سوسائٽي ۽ سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري طرفان فيض بخشاپوري جي 19 هين ورسيءَ جي موقعي تي منعقد ڪيل، قومي ادبي ڪانفرنس ۾ خطاب ڪندي ڪيو قومي ادبي ڪانفرنس ۾ وڏي انگ ۾ اديبن ۽ شاعرن مقالا ۽ شاعري پڙهي فيض بخشاپوري کي خراج تحسين ۽ پيتا پيش ڪئي. ورسيءَ جي تقريب ۾ سخي خالد سلطان قادري چيو تہ فيض الله خان جو تخلص فيض بخشاپوري آهي، جنهن جيڪب آباد ۾ جنم ورتو ۽ شاعري سان سنڌس گهڻو چاهہ ۽ محبت هئي. هن قلم ذريعي پنهنجي فيض کي عام ڪيو نامياري شاعر ۽ ليکڪ عطاءالحق قاسمي چيو تہ فيض

بخشاپوري روحاني شخصيت جو نالو آهي، جنهن 65 سالن جي عمر ۾ وفات ڪئي ۽ ان جي وڇوڙي کي 19 سال گذري چڪا آهن ۽ هو اڄ به اسان جي دلين ۾ زنده آهي، منظر ايوبي چيو ته شاعر ڪريم گدائي ڪانپوءِ فيض بخشاپوري وڏو شاعر هو هو محبت ڪندڙ انسان هو نامياري ليکڪ اديب پروفيسر قلندر شاه لڪياري چيو ته فيض بخشاپوري هڪ ادارو هو، جنهن پنهنجي شاعري ذريعي وڏو مقام حاصل ڪيو وڏي وزير جي صلاحڪار نظر محمد ڳاهو چيو ته فيض بخشاپوري جي ورسيءَ جي تقريب ملڪ سميت ٻاهرين ملڪن ۾ به منعقد ڪئي وڃي ته جيئن نئين نسل توڙي ٻاهرين ملڪن ۾ رهندڙن ماڻهن کي اهڙين شخصيتن جي باري ۾ ڄاڻ حاصل ٿي سگهي. نواز علي ڏومڪي چيو ته فيض هڪ عالم هو ۽ هو غزلن جو جراح ۽ قومي شاعر هو اڪيڊمي جي باني سيڪريٽري حاجي مراد علي نور چيو ته فيض بخشاپوري هڪ صحافي ۽ وڏو شاعره هو، انصاف پسند شخصيت هو ڪوئيٽا کان آيل ناميار ي شاعر تسنيم، ڊاڪٽر اسد جمال پلي، عرفان الحق، صائم، لياقت علي جوٽيجو، ارباب عبدالمالڪ، رسول بخش تميمي، عبدالحليم هاليپوٽو عبدالواحد "عاص" هڪڙو ۽ ٻين خطاب ڪري فيض بخشاپوري جي زندگي تي روشني وڌي ان دوران ڊاڪٽر عابد لغاري جي لکيل ڪتاب جي پڙ مهورت ڪئي وئي.



# روزاني ’عوامي آواز‘ ڪراچي

### اڱارو 15 مئي 2012ع

فيض بخشاپوري هڪ ادارو هو سندس خدمتن کي وساري نہ ٿو سگهجي حيدرآباد (بيورو رپورٽ) ملڪ جي شاعرن، اديبن ۽ ليکڪن، فيض بخشاپوري کي سندس ڪيل خدمتن تي خراج تحسين پيش ڪندي چيو آهي تہ فيض بخشاپوري سنڌ، بلوچستان جو شاعر نہ پر سڄي ملڪ جو شاعر هو، جنهن جي شاعري هڪ روحاني ۽ صوفياڻي هئي، سندس ورسيءَ جي تقريب سنڌ ۾ نہ پر ملڪ سميت ٻاهرين ملڪن ۾ بہ ملهائي سندس ياد کي تازو رکيو وڃي. اهڙن خيالن جو اظهار غالب سنڌ فيض بخشاپوري اڪيڊمي، رهبر ادبي سوسائٽي ۽ سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار اداري طرفان فيض بخشاپوري جي 19 هين ورسيءَ جي موقعي تي منعقد ڪيل، قومي ادبي ڪانفرنس ۾ خطاب ڪندي ڪيو. قومي ادبي ڪانفرنس ۾ وڏي انگ ۾ اديبن ۽ شاعرن مقالا ۽ شاعري پڙهي فيض محمد بخشاپوري کي خراج تحسين ۽ پيٽا پيش ڪئي. ورسيءَ جي تقريب ۾ سخي خالد سلطان قادري چيو تہ فيض الله خان جو تخلص فيض بخشاپوري آهي، جنهن جيڪب آباد ۾ جنم ورتو ۽ شاعري سان سندس گهڻو چاهہ ۽ محبت هئي. هن چيو تہ سنڌ ڌرتي صوفي بزرگن ۽ عظمت واري آهي، جيڪا ڌرتي فيض بخشاپوري کي نصيب ٿي ۽ سنڌ ان جو قدر ڪيو. ناماياري شاعر ۽ ليکڪ عطاءَ الحق قاسمي چيو تہ فيض بخشاپوري روحاني شخصيت جو نالو آهي، جنهن 65 سالن جي عمر ۾ وفات ڪئي ۽ ان جي وڇوڙي کي 19 سال گذري چڪا آهن ۽ هو اڄ بہ اسان جي دلين ۾ زنده آهي، ليکڪ اديب پروفيسر قلندر شاهہ لڪياري چيو تہ فيض بخشاپوري

هڪ ادارو هو جنهن پنهنجي شاعري ذريعي وڏو مقام حاصل ڪيو سندس شخصيت جي سچائپ هر انسان جي دل ۾ آهي. وڏي وزير جي صلاحڪار نظر محمد ڳاهو چيو ته فيض بخشاپوري جي ورسيءَ جي تقريب ملڪ سميت ٻاهرين ملڪن ۾ به منعقد ڪئي وڃي ته جيئن نئين نسل توڙي ٻاهرين ملڪن ۾ رهندڙن ماڻهن کي اهڙين شخصيتن جي باري ۾ ڄاڻ حاصل ٿي سگهي. فيض بخشاپوري اڪيڊمي جي اڳواڻ نواز علي ڏومڪي چيو ته فيض هڪ عالم هو ۽ هو غزلن جو جراح ۽ قومي شاعر هو ۽ هو پنهنجي زندگي ۾ لامحدود شاعر هو. اڪيڊمي جي باني سيڪريٽري حاجي مراد علي نور چيو ته فيض بخشاپوري هڪ صحافي ۽ وڏو شاعر هو انصاف پسند شخصيت هو. سندس وفات ڪانپوءِ سندس نالي سان منصوب ٿيل اڪيڊمي 19 سالن دوران سندس ياد ۾ تمام گهڻا پروگرام ڪرايا آهن ۽ فيض بخشاپوري جي ڏنل پروگرام کي اڳتي وڌائڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهيون. ان موقعي تي ڪوئيٽا کان آيل ناميارين شاعر تسنيم، ڊاڪٽر اسد جمال پلي، عرفان الحق ۽ ٻين خطاب ڪري فيض بخشاپوري جي زندگي تي روشني وجهي کيس خراج تحسين پيش ڪري ڀيٽا ڏني. ان دوران ڊاڪٽر عابد لغاري جي لکيل ڪتاب جي پڻ مهورت ڪئي وئي.



# روزاني ’هلچل‘ حيدرآباد

اڱارو 15 مئي 2012ع

فيض بخشاپوري وڏو شاعر ۽ محبت ڪندڙ انسان هو: هو هڪ ادارو هو جنهن پنهنجي شاعري ذريعي وڏو مقام حاصل ڪيو: خالد سلطان قادري

فيض انصاف پسند شخصيت ۽ قومي شاعر هو عطاءُالحق قاسمي ۽ ٻين جو حيدرآباد ۾ ورسي تقريب کي خطاب حيدرآباد (اسٽاف رپورٽر) ملڪ جي شاعرن، اديبن ۽ ليکڪن، فيض بخشاپوري کي سندس ڪيل خدمتن تي خراج تحسين پيش ڪندي چيو آهي ته فيض بخشاپوري سنڌ، بلوچستان جو شاعر نه پر سڄي ملڪ جو شاعر هو جنهن جي شاعري هڪ روحاني ۽ صوفياڻي هئي، سندس ورسيءَ جي تقريب سنڌ ۾ نه پر ملڪ سميت ٻاهرين ملڪن ۾ به ملهائي سندس ياد کي تازو رکيو وڃي. اهڙن خيالن جو اظهار غالب سنڌ فيض بخشاپوري اڪيڊمي، رهبر ادبي سوسائٽي ۽ سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار اداري طرفان فيض بخشاپوري جي 19 هين ورسيءَ جي موقعي تي منعقد ڪيل، قومي ادبي ڪانفرنس ۾ خطاب ڪندي ڪيو. قومي ادبي ڪانفرنس ۾ وڏي انگ ۾ اديبن ۽ شاعرن مقالا ۽ شاعري پڙهي فيض بخشاپوري کي خراج تحسين ۽ پيڻا پيش ڪيا. ورسيءَ جي تقريب ۾ سخي خالد سلطان قادري چيو ته فيض الله خان جو تخلص فيض بخشاپوري آهي، جنهن جيڪب آباد ۾ جنم ورتو ۽ شاعري سان سندس گهڻو چاهه ۽ محبت هئي. هن چيو ته سنڌ ڌرتي صوفي بزرگن ۽ عظمت واري آهي، جيڪا ڌرتي فيض بخشاپوري کي نصيب تي ۽ سنڌ ان جو قدر ڪيو هن چيو ته فيض بخشاپوري صرف سنڌ نه پر

پاڪستان جو شاعر هو. جيڪي روحاني زندگيون گذاريندا آهن، ان
جي لاءِ هر علائقو پنهنجو هوندو آهي. هن چيو تہ فيض بخشاپوري
محبت وارو وجدان سوچ رکندڙ شخصيت هو ۽ هڪ وڏو شاعر ۽ ولي
هو. هن قلم ذريعي پنهنجي فيض کي فيضِ عام ڪيو. ناميارې شاعر ۽
ليکڪ عطاءُالحق قاسمي چيو تہ فيض بخشاپوري روحاني شخصيت
جو نالو آهي، جنهن 65 سالن جي عمر ۾ وفات ڪئي ۽ ان جي وڇوڙي
کي 19 سال گذري چڪا آهن ۽ هو اڄ بہ اسان جي دلين ۾ زنده آهي،
اهڙيون شخصيتون ڪڏهن بہ مرنديون ناهن ۽ اهي زنده رهنديون
آهن. منظر ايوبي چيو تہ شاعر ڪريم گدائي ڪانپوءِ فيض بخشاپوري
وڏو شاعر هو هو محبت ڪندڙ انسان هو. هن چيو تہ فيض بخشاپوري
جي ورسي ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ملهائي وڃي، پر سندس پيدائش
جو ڏهاڙو سندس اباڻي ڳوٺ جيڪب آباد ۾ ملهائڻ گهرجي. ناميارې
ليکڪ اديب پروفيسر قلندر شاهہ لڪياري چيو تہ فيضِ بخشاپوري
هڪ ادارو هو جنهن پنهنجي شاعري ذريعي وڏو مقامِ حاصل ڪيو
سندس جي سچاٽپ هو انسان جي دل ۾ آهي.



# روزاني 'عبرت' حيدرآباد

اڱارو 15 مئي 2012ع

**فيض محبت وارو وجدان ۽ سوچ رکندڙ شخصيت هئي هو رڳو سنڌ نہ پر سڄي ملڪ جو شاعر هو: خالد سلطان قادري**

**فيض بخشاپوري وڏو شاعر هو: منظر ايوبي/ عطا قاسمي هن پنهنجي شاعري ذريعي وڏو مقام حاصل ڪيو: قلندر شاهہ لکياري ۽ ٻين جو خطاب**

حيدرآباد (رپورٽ: غلام حسين خاصخيلي) ملڪ جي شاعرن، اديبن ۽ ليکڪن، فيض بخشاپوري کي سندس ڪيل خدمتن تي خراج تحسين پيش ڪندي چيو آهي تہ فيض بخشاپوري سنڌ، بلوچستان جو شاعر نہ پر سڄي ملڪ جو شاعر هو جنهن جي شاعري هڪ روحاني ۽ صوفياڻي هئي، سندس ورسيءَ جي تقريب سنڌ ۾ نہ پر ملڪ سميت ٻاهرين ملڪن ۾ بہ ملهائي سندس ياد کي تازو رکيو وڃي. اهڙن خيالن جو اظهار غالب سنڌ فيض بخشاپوري اڪيڊمي، رهبر ادبي سوسائٽي ۽ سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار اداري طرفان فيض بخشاپوري جي 19 هين ورسيءَ جي موقعي تي منعقد ڪيل قومي ادبي ڪانفرنس ۾ خطاب ڪندي ڪيو. قومي ادبي ڪانفرنس ۾ وڏي انگ ۾ اديبن ۽ شاعرن مقالا ۽ شاعري پڙهي فيض محمد بخشاپوري کي خراج تحسين ۽ پيڻا پيش ڪئي. ورسيءَ جي تقريب ۾ سخي خالد سلطان قادري چيو تہ فيض الله خان جو تخلص فيض بخشاپوري آهي، جنهن جيڪب آباد ۾ جنم ورتو ۽ شاعري سان سندس گهڻو چاهہ ۽ محبت هئي. هن چيو تہ سنڌ ڌرتي صوفي بزرگن ۽ عظمت واري آهي،

جيڪا ذرتي فيض بخشاپوري کي نصيب ٿي ۽ سنڌ ان جو قدر ڪيو
هن چيو تہ فيض بخشاپوري صرف سنڌ نہ پر پاڪستان جو شاعر هو
جيڪي روحاني زندگيون گذاريندا آهن. ان جي لاءِ هر علائقو پنهنجو
هوندو آهي. هن چيو تہ فيض بخشاپوري محبت وارو وجدان سوچ
رکندڙ شخصيت هو ۽ هڪ وڏو شاعر ۽ ولي هو هن قلم ذريعي
پنهنجي فيض کي فيض ڪيو. ناميارو شاعر ۽ ليکڪ عطاءالحق
قاسمي چيو تہ فيض بخشاپوري روحاني شخصيت جو نالو آهي. وڏي
وزير جي صلاحڪار نظر محمد ڳاهو چيو تہ فيض بخشاپوري جي
ورسيءَ جي تقريب ملڪ سميت ٻاهرين ملڪن ۾ بہ منعقد ڪئي
وڃي تہ جيئن نئين نسل توڙي ٻاهرين ملڪن ۾ رهندڙن ماڻهن کي
اهڙين شخصيتن جي باري ۾ ڄاڻ حاصل ٿي سگهي. هن چيو تہ
موجوده حڪومت فيض اڪيڊمي کي وڌائڻ لاءِ ترجيح جي بنياد تي
تمام سهولتون فراهم ڪرڻ ۾ مدد ڪندي. فيض بخشاپوري اڪيڊمي
جي اڳواڻ نواز علي ٻومڪي چيو تہ فيض هڪ عالم هو ۽ هو غزلن جو
جراح ۽ قومي شاعر هو ۽ هو پنهنجي زندگي ۾ لامحدود شاعر هو.
اڪيڊمي جي باني سيڪريٽري حاجي مراد علي نور چيو تہ فيض
بخشاپوري هڪ صحافي ۽ وڏو شاعر هو ان موقعي تي ڪوئيٽا کان
آيل ناميار شاعر تسنيم، ڊاڪٽر اسد جمال پلي، عرفان الحق صائم
۽ ٻين خطاب ڪري فيض بخشاپوري جي زندگي تي روشني وجهي
کيس خراج تحسين پيش ڪري پيتا ڏني. ان دوران ڊاڪٽر عابد
لغاري جي لکيل ڪتاب جي پڻ مهورت ڪئي وئي.



## روزاني 'تعميرِ سنڌ'

اڱارو 15 مئي 2012ع

فيض بخشاپوري روحاني ۽ صوفياڻي شاعري ڪئي، حيدرآباد ۾ ورسي. فيض نه رڳو سنڌ جو پاڪستان جو وڏو شاعر هو شاعري سان سندس گهڻو چاهه هو. هو محبت ڪندڙ استاد هو نئين نسل کي ڄاڻ ڏيڻ گهرجي عطاءالحق قاسمي ۽ ٻين جو خطاب

حيدرآباد (اسٽاف رپورٽر) ملڪ جي شاعرن، اديبن ۽ ليکڪن، فيض بخشاپوري کي سندس ڪيل خدمتن تي خراج تحسين پيش ڪندي چيو آهي ته فيض بخشاپوري سنڌ، بلوچستان جو شاعر نه پر سڄي ملڪ جو شاعر هو جنهن جي شاعري هڪ روحاني ۽ صوفياڻي هئي، سندس ورسيءَ جي تقريب سنڌ ۾ نه پر ملڪ سميت ٻاهرين ملڪن ۾ به ملهائي، سندس ياد کي تازو رکيو وڃي. اهڙن خيالن جو اظهار غالب سنڌ فيض بخشاپوري اڪيڊمي، رهبر ادبي سوسائٽي ۽ سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار اداري طرفان فيض بخشاپوري جي 19 هين ورسيءَ جي موقعي تي منعقد ڪيل، قومي ادبي ڪانفرنس ۾ خطاب ڪندي ڪيو. قومي ادبي ڪانفرنس ۾ وڏي انگ ۾ اديبن ۽ شاعرن مقالا ۽ شاعري پڙهي فيض بخشاپوري کي خراج تحسين ۽ پيٽا پيش ڪئي. ورسيءَ جي تقريب ۾ سخي خالد سلطان قادري چيو ته فيض الله خان جو تخلص فيض بخشاپوري آهي، جنهن جيڪب آباد ۾ جنم ورتو ۽ شاعري سان سندس گهڻو چاهه ۽ محبت هئي. هن چيو ته سنڌ ڌرتي صوفي بزرگن ۽ عظمت واري آهي، جيڪا ڌرتي فيض بخشاپوري کي نصيب ٿي ۽ سنڌ ان جو قدر ڪيو هن چيو ته فيض بخشاپوري

صرف سنڌ نہ پر پاڪستان جو شاعر هو جيڪي روحاني زندگيون، گذاريندا آهن. ان جي لاءِ هر علائقو پنهنجو هوندو آهي. هن چيو تہ فيض بخشاپوري محبت وارو وجدان سوچ رکندڙ شخصيت هو ۽ هڪ وڏو شاعر ۽ ولي هو هن قلم ذريعي پنهنجي فيض کي فيضِ عام ڪيو. ناميا ري شاعر ۽ ليکڪ عطاءُالحق قاسمي چيو تہ فيض بخشاپوري روحاني شخصيت جو نالو آهي، جنهن 65 سالن جي عمر ۾ وفات ڪئي ۽ ان جي وڇوڙي کي 19 سال گذري چڪا آهن ۽ هو اڄ بہ اسان جي دلين ۾ زنده آهي، اهڙيون شخصيتون ڪڏهن بہ مرنديون ناهن ۽ اهي زنده رهنديون آهن. منظر ايوبي چيو تہ شاعر ڪريم گدائي ڪانپوءِ فيض بخشاپوري وڏو شاعر هو. هو محبت ڪندڙ انسان هو. هن چيو تہ فيض بخشاپوري جي ورسي ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ملهائي وڃي، پر سندس پيدائش جو ڏهاڙو سندس اباڻي ڳوٺ جيڪب آباد ۾ ملهائڻ گهرجي. ناميا ري ليکڪ اديب پروفيسر قلندر شاهہ لڪياري چيو تہ فيض بخشاپوري هڪ ادارو هو جنهن پنهنجي شاعري ذريعي وڏو مقامِ حاصل ڪيو سندس جي سڃاڻپ هو انسان جي دل ۾ آهي

وڏي وزير جي صلاحڪار نظر محمد ڳاهو چيو تہ فيض بخشاپوري جي ورسيءَ جي تقريب ملڪ سميت ٻاهرين ملڪن ۾ بہ منعقد ڪئي وڃي تہ جيئن نئين نسل توڙي ٻاهرين ملڪن ۾ رهندڙن ماڻهن کي اهڙين شخصيتن جي باري ۾ ڄاڻ حاصل ٿي سگهي. هن چيو تہ موجوده حڪومت فيض اڪيڊمي کي وڌائڻ لاءِ ترجيح جي بنياد تي تمام سهولتون فراهم ڪرڻ ۾ مدد ڪندي. فيض بخشاپوري اڪيڊمي جي اڳواڻ نواز علي ڊومڪي چيو تہ فيض هڪ عالم هو ۽ هو غزلن جو جراح ۽ قومي شاعر هو ۽ هو پنهنجي زندگي ۾ لامحدود شاعر هو اڪيڊمي جي باني سيڪريٽري حاجي مراد علي نور چيو تہ فيض

بخشاپوري هڪ صحافي ۽ وڏو شاعر هو انصاف پسند شخصيت هو. سندس وفات ڪانپوءِ سندس نالي سان منسوب ٽيل اڪيڊمي19 سالن دوران سندس ياد ۾ تمام گهڻا پروگرام ڪرايا آهن ۽ فيض بخشاپوري جي ڏنل پروگرام کي اڳتي وڌائڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهيون. ان موقعي تي ڪوئيٽا ڪان آيل ناماياري شاعر تسنيم، ڊاڪٽر اسد جمال پلي، عرفان الحق ۽ ٻين خطاب ڪري فيض بخشاپوري جي زندگي تي روشني وجهي کيس خراج تحسين پيش ڪري پيٽا ڏني. ان دوران ڊاڪٽر عابد لغاري جي لکيل ڪتاب جي پڙ مهورت ڪئي وئي.





حضرت سخي محمد خالد سلطان سروري القادري مدظلهُ ۽
پيا حضرت فيض بخشاپوري جي مزار تي دُعا گُهرندي



ڪُلياتِ فيض جو مددگار ۽ غالبِ سنڌ جو عقيدتمند
سيف الله خالد يوسفاڻي



**جناب نواز علي نواز صاحب!**



**محترم قمرالدين تاب ۽ نُور صاحب!**

السلامُ عليڪم!

مرحوم دوست فيض صاحب جي ورسيءَ ۾ انشاءَالله 93_5_14 تي جيڪب آباد اچي يارن سان سنمڪ ٿبو.

اوهان جي يادگيري لاءِ ٿورائتو آهيان. اُميد ته اوهان سڀ سنگت سوڌا خوش هوندئو.

**اُميد خيرپوري**

جمالي هائوس، بچل شاهه مُحلو

خيرپور ميرس

25 اپريل 1993ع



---



**محترم ڪان محترم جنابِ تاب صاحب**

**بهترين دوست جناب نُور صاحب**

**محسن ۽ جناب نواز صاحب!**

السلامُ عليڪم!

اميد ته جملہ دوست خيرعافيت سان هوندا گُذارش اڳ ۾ ڊاڪٽر بشير احمد شاد صاحب ڪي هڪ نظم فيض صاحب تي جيڪي لکي هُيم، سا ڏِني هئي ته توهان کي مليو آ يا نہ. اها ساڳي منظوم نظم غزل

جي روپ ۾ اوهانڏي موڪلجي ٿي، اخبار وغيره لاءِ. انشاءَالله مقرر تاريخ 14 مئي تي سنگت سميت خدمت ۾ اچبو. انشاءَالله احوال وڏيڪ روبرو ڪنداسين.

اوهان جو خادم خير انديش

**فقير حاجي علي بخش جمالي**

لاهوري محلو- لاڙڪاڻو



---

**بخدمت جناب قلبہ استاد فيض صاحب!**

السلامُ عليڪم!

سائين! ڪافي عرصو ٿيو آهي جو اوهان جي حالات ڪان بي خبر ٿو رهان، تنهن ڪري دِل کي هر وقت تشويش ٿي رهي. اوهان جي طبيعت هاڻي ڪيئن آهي؟

اُميد تہ اوهان هاڻي هر طرح خوش هوندا، منهنجو جڏهن بہ جيڪب آباد وڃڻ ٿيندو آهي تہ اوهان جي جاچ ضرور ڪندو آهيان، پر اوهان تہ ڪنڌڪوٽ ٿا رهو تنهن ڪري اوهان سان ملاقات ٿي نہ ٿي سگهي.

جيڪب آباد واري شاعري وقت تاب جيڪا رسم اختيار ڪئي تنهن مان تہ اوهان بہ بي خبر ناهيو منهنجو تہ ڪيس خيال نہ رهيو پر اوهان جي ايتري چوڻ باوجود بہ مونکي مشاعري ۾ شامل ٿيڻ جو موقع نہ ڏنائين گهٽ ۾ گهٽ ڪيس اوهان جو تہ خيال ڪرڻ کپندو هو. بهرحال اهڙي بي قدر بي مروّت جي پلا ڪهڙي شڪايت ڪجي، پر هي تہ شڪايت نہ پرهڪ حقيقت تي مبني حڪايت آهي.

سائين! آخر ۾ آءٌ ايئن ضرور چوندس تہ اوهان تاب جي تاباني بہ

هميش برقرار نہ رهندي

'نہ رهندو تاب ۽ ان جي سدا رهندي نہ تاباني'

سائين! گُذريل ماه آگسٽ ۾ جيڪو سنڌي ادبي ڪنوينشن محمد بن قاسم سنڌي ادبي سوسائٽي طرفان حيدرآباد ۾ ٿي گُذريو جنهن ۾ سنڌي اردو مشاعرو بہ رکيو ويو هو اُن ۾ اوهان تہ ضرور شريڪ ٿيا هوندا. مذڪور اداري طرفان اڳ جيڪي مشاعرا ٿي گُذريا آهن. اُنهن ۾ بنده کي بہ مدعو ڪيو پئي ويو پر هن ڀيري خبر ناهي ڪهڙي سبب جي ڪري ناچيز کي نظرانداز ڪيو ويو. اوهان مهرباني ڪري مذڪور اداره وارن کي تاڪيد ڪندا تہ جيئن آئينده جڏهن بہ ڪو اهڙو ادبي ميڙ ڪوٺائجي تہ بنده کي بہ مدعو ڪري سگهن.

پنهنجي خيريت جي احوال کان جلد واقف ڪرڻ فرمائيندا تہ شڪرگذار رهندس. والسلام

اوهان جو نيازمند

"ساجد" لعلپوري

پوسٽ آفيس جهانپور، وايا ڳڙهي خيرو

ضلع جيڪب آباد



---



**جناب نوازعلي نواز صاحب!**

خوش هجو شال

السلامُ عليڪم!

بعد احوال عرض آهي تہ استاد محترم فيض صاحب جي ورسيءَ جي دعوت نامي ملڻ شرط محترم تاب صاحب کي اچڻ جو اطلاع عرض ڪيو اٿم. هن سان دوستيءَ جا پُراڻا رستا آهن.

پوسٽ اختياري وارن جي لاپرواهي سبب اڪثر خط نہ ٿا مِلن

(دادو ضلعي سان اهو آزار آهي) ان ڪري هن خط رستي اوهان کي اچڻ جو اطلاع عرض آهي. گهڻو خير خدا ڪري انشاءَالله تعاليٰ شريڪ ٿيندس.

اوهان صاحبن جي يادگيري لاءِ ٿورائتو آهيان، جو استاد فيض صاحب جي نيازمندن جي سار لهو ٿا. هيڏي ساري عظيم علمي ۽ ادبي شخصيت تحريري صورت ۾ پنهنجي شاگردن ۾ شاعري اها بہ وڏي خوش قسمتي آهي. هن سعادت تي فخر آهي.

اوهان صاحبن کي اڳين ورسيءَ کان واپسيءَ تي خط لکيو هئم جو هن ۾ اوهانجي مهمان نوازي جو شرف بہ بجا آندو هئم ۽ ڪارروائي واري ادبي پرچي ۽ روبرو عرض ڪيل هڪ ڪتاب جي عنايت ڪرڻ جو ذڪر هو. مگر نہ خط جو جواب مليو ۽ نہ ڪارروائي وارو پرچو ۽ نہ ڪتاب. خبر ناهي ڇو اوهان جي طرف وارا دوست جواب ڏيڻ جي تڪليف نہ ڪندا آهن. اها شڪايت محترم تاب صاحب سان بہ سالن کان هلندڙ آهي. اُميد تہ خوش هوندا.

سلام اوهان کي محترم تاب صاحب کي، اختيار علي صاحب، محترم نور صاحب ۽ سيني دوستن کي رسمن والسلام.

واقفيت لاءِ پروگرام جي ڪاپي موڪليندا.

نياز مند

**محمد منصور رضا**

ڪاشانہ منصور ٿلٽي

پوسٽ ٿلٽي، ضلع دادو

28_4_1993ع



---

**ميشرس فيض اڪيڊمي جيڪب آباد ۽**
**محترم نواز علي نواز ڏومڪي صاحب!**

السلامُ عليڪم!

بعد شڪريه ادائي لاءِ لکجي ٿو ته حضرت فيض بخشاپوري جنت مڪين جي پهرين ورسي جي سلسلي ۾ مونکي اطلاع موڪلي وئي آهي ۽ شرڪت لاءِ پڻ چيو ويو آهي. فيض صاحب سان مونکي روحاني پيار ۽ عقيدت رهي آهي.

اگرچه هِن اطلاع تي مونکي بي حد صدمون پهتو آهي ته حضرت فيض بخشاپوري اڄ اسان ۾ ناهي. ليڪن اِها خوشي به ٿي ته سندس عملي، ادبي ڪوششن کي ياد رکڻ لاءِ سندس شايانِ شان طريقي سان ورسي ملهائڻ جو وڏي پيماني تي احتمام ڪيو ويو آهي. مان ڪوشش ڪندس ته انهي يادگار ساعتن ۾ مرحوم کي خراجِ عقيدت پيش ڪرڻ وقت اوهان سان گڏ هُجان. ان لاءِ منهنجي آمد متوقع سمجهندا.

فيض بخشاپوري عجب ماڻهو
هيئن اسان ۾ هيو جيئن ساقي،
فيض ناهي ته ايئن آهي سُخن،
رُوح نِڪري وڃي جسم باقي.

عقيدت مند

**مير غلام الله خان ٽالپر مير**
مورجهنگو فارم ـ ڪُنري
ضلع ميرپورخاص سنڌ
1993_4_28





**محترم نوازعلي نوازڏومڪي صاحب!**

سلامت هجو شالِ

السلامُ عليڪم!

اُميد تہ خوش خورم هوندا.

مرحوم فيض صاحب جي پهرين ورسيءَ جو دعوت نامو اوهانجي طرفان موصول ٿيو. وڏا قرب!

اطلاعً عرض تہ اسان لاڙڪاڻي جا دوست (جن کي اوهان مدعو ڪيو آهي) انشاءَالله پروگرام ۾ شرڪت لاءِ ضرور حاضر ٿينداسين.

تفصيلي پروگرام کان آگاه ڪندا. مهرباني دوستن لاءِ سلام

نيڪ تمنائن سان اوهانجو

**ڊاڪٽر بشير احمد شاد**

صدر

سچل ادبي سماجي سوسائٽي، لاڙڪاڻو



---



**جناب نوازعلي ڏومڪي صاحب!**

موضوع <u>غالبِ سنڌ ـ فيض بخشاپوري جي ڪلام جي مسودي بابت</u>

السلامُ عليڪم!

سنڌي ادبي بورڊ مسودي جي ڇپائيءَ ۾ دِلچسپي رکي ٿو. اسان کي معلوم ٿيو آهي تہ "غالبِ سنڌ فيض بخشاپوري" جي ڪلام جو مسودو اوهان وٽ آهي. مهرباني فرمائي اهو مسودو اسان ڏانهن ڏياري موڪليندا تہ جيئن اهو مسودو پبليڪيشن ڪميٽيءَ ۾ رکي سگهون. هن مسودي لاءِ بورڊ جي چيئرمين جناب پير مظهرالحق صاحب جن

جون بہ خاص هدايتون مِليل آهين.

اُميد تہ ڪجي تہ اوهان طرفان ٹُرت موٹ مِلندي

والسلام

**پروفيسر سيد زوار حسين شاهہ نقوي**

سيڪريٽري

سنڌي ادبي بورڊ۔ڄام شورو سنڌ

---



**محترمي و مڪرمي جناب قطب الدين تاب صاحب**

السلامُ عليڪم!

ادا سائين! هڪ خط ۾ فيض صاحب لاءِ لکيل قطع تاريخ وفات ۽ تصويرون موڪلي چڪو آهيان. اج فيض صاحب جي اها تصوير بہ هٿ آئي، جنهن جو ڪالهوڪي خط ۾ ذڪر ڪيو هوم.

اڄوڪي تصوير انهيءَ نظم سان شايع ڪندا ۽ انهي بعد واپس موڪليندا. اسان فقيرن جي زندگي جو سرمايو ئي اهڙيون چند تصويرون ۽ چند خطوط هوندا آهن.

اُميد تہ اوهان بخيريت هوندا.

يارن قرب وارن کي سلام

اوهان جوادا

**محبوب سروري**

سروري دواخانو

ڳوٹ جاڙو پنوهر، هوسڙي

---

عالي وقار محترم مير نواز علي نواز دومڪي صاحب!

السلامُ عليڪم!

"شهنشاهہ تغزل"، غالبِ سنڌ حضرت فيض بخشاپوري تہ هڪ پوري "دلاويز دؤر" جو مبارڪ نالو آهي. منفرد معياري ۽ دِلپزير ذاتي صفات جي حوالي سان، سندس يادگار هستيءَ کي ادب ۾ ڪاملتا (Perfection) ۽ پڻ علمِ دوام حاصل آهي. عزيز بزرگ جي حيثيت سان، اوهان کي بجا طور تي هڪ خاص افتخار حاصل آهي. مون کي پڻ اهو اعزاز حاصل آهي تہ وڏڙن جي وِچ ۾ مون کي پڻ ڪيس گهڻو ملڻ، ڏسڻ ۽ ٻڌڻ جا موقعا ميسر رهيا. خدا مغفرت سان نوازي، صحيح معنيٰ ۾ هڪ "عجيب آزاد مردِ مجاهد هو"

اوهان کي آفرين، صد آفرين، مثالي ڪلام بلاغت نظم چونڊي چَڇوڙي يڪجا ڪري، وڏي اهتمام ۽ انتظام سان شايانِ شان انداز ۾ شايع ڪري محفوظ ڪيو اٿئو. فيض صاحب جو اهو وڏو حق هو جنهن جي احسن فرض ادائي الحمد الله اوهان جي حِصي ۾ آئي آهي! مان تہ اڳي ئي روح ڏور ڪلامان لطف اندوز مزيد مستزاد اوهان طرفان عنايت.

ڪاپي TCS پهتي، خدا خوش رکي

احترامن سان

**نفيس احمد شيخ**

Spokes Person

M.H. Panhwar ......

26، ماروي گارڊن حيدرآباد

5-11-2012ع



-------------------------

**محترم برادرم قطب الدين تاب صاحب!**

السلامُ عليڪم!

گُذارش تہ هڪ مقالو قبلہ فيض صاحب جن جي شاعري تي لکي نواز صاحب جي پتي تي ارسال ڪيو اٿم. جيڪو ڪين پهتو هوندو اوهان مقالي کي نظر مان ڪڍي، اخباري ضميمي ۾ چڱي جاءِ تي ڇپرائيندا.

آءٌ انشاءَالله مقرر تاريخ 14_5_93ع تي پهچي ويندم اطلاع طور بہ اکرءِ السلام عليڪم پيش ڪريان ٿو.

سلام محترم رميش صاحب

سلام مراد علي نور صاحب

سلام ممتاز مگريو صآحب

سلام اختيار علي صاحب ۽ ديگر اراڪين کي ڇئجن ٿا.

توهان جو

**مدهوش**

پوسٽ جوهي – دادو

1_5_93ع



---

**عزيز دوست جناب نواز علي صاحب!**

السلامُ عليڪم!

اُميد آهي تہ اوهان هر طرح خيريت سان هوندا. اوهان جو نوازش نامو پهتو يادگيري لاءِ شڪرگذار آهيان اُميد تہ اهڙي ياد فرمائي ڪان هميشہ نہ وِساريندا.

مونکي اهو معلوم ڪري بي حد خوشي حاصل ٿي تہ اوهان استاد

فيض صاحب جي پهرين ورسي فيض اڪيڊمي جيڪب آباد طرفان وڏي پيماني تي منعقد ڪري رهيا آهيون. سائين فيض صاحب جي عقيدت ۾ چيل نظم لکي موڪلي رهيو آهيان ورسي واري موقعي تي اخبارن ۾ شامل ڪرڻ فرمائيندا ته وڏو احسان ٿيندو.

فيض صاحب جي ورسي واري ڏينهن انشاءَالله روبرو اوهان جي خدمت ۾ پهچي ويندس، بشرطيڪ تفصلي پروگرام جو پهچڻ لازمي آهي. جناب تاب صاحب، نور صاحب ۽ ٻين دوستن کي بنده طرفان سلام چوندا.

والسلام

**ساجد لعلپوري**

پوسٽ جمان پور، وايا ڳڙهي خيرو



---

**بخدمت ۾ جناب محترم تاب صاحب!**

السلام عليم!

بعد عرض ته دعوت نامو عنايت ٿيو. ياد آوري لاءِ شڪريه. انشاءَالله تعاليٰ موقع تي حاضر ٿيندس ۽ جذبهءِ عقيدت و محبت جو اظهار ڪندس.

اوهان جي قدمن ري ڪانفرنس تي نه شريڪ ٿيڻ تي خاص طرح مون ڏاڍي ڪمي محسوس ڪئي. ٻئي پاليسي وارن لڳي تي ڪانه "سي هم مزاج وهم ڪنهن وهم ملي". مون خيال ڪيو هو ته ان سلسلي ۾ اوهان کي خط لکي خيريت معلوم ڪيان. مگر اوهان اڪثر جواب نه ڏيندا آهيو. ان ڪري يڪو خاموش رهيس. اُميد ته خوش هوندا.

دوست احباب محترم نواز علي نواز صاحب، محترم اختيار علي صاحب، محترم مراد علي نور ۽ ٻين دوستن کي سلام چوندا. اُميد ته هي صاحب پڻ خوش هوندا. سلام اوهان جملي دوستن کي رسن.

نياز مند

**محمد منصور**


ڪاشانهٔ منصور ٽلٽي،

پوسٽ ٽلٽي، ضلع دادو


1993_4_23ع



---



**محترم جناب حضرت غالبِ سندھ صاحب**

السلامُ عليڪم!

گذارش ته تاريخ 18 سيپٽمبر خميس شام جو 5:30 وڳي منهنجي غريب خانه فيملي لائين ۾ منهنجي تصنيف ڪيل ڪتاب

"ڏاهريت جو خاتمو"

جي افتتاحي تقريب آهي، سو اوهان صاحب کي ادب دوست سمجهي عرض ٿو ڪجي، ته مهرباني ڪري مقرر تاريخ ۽ وقت تي محفل ۾ شرڪت ڪري شڪريه جو موقع ڏيندا. اوهان جي شرڪت باعثِ فخر ٿيندي

نياز ڪيش

**عبدالرزاق قريشي**


فيملي لائين، جيڪب آباد




---

جناب حضرت تاب صاحب!

السلامُ عليڪم!

هن ڪان اوّل اوهان ڏانهن خط لکيو ويو آهي، مگر تاحال جواب ڪونہ مِليو. اوهان پهرين خط ۾ لِکيو هو تہ پروگرام روانو ڪندا، سخت انتظار آهي. اسان وٽ هڪ فنڪار آهي، جنهن ڪيسٽون بہ ڪيون آهن. مون ڪيس فيض صاحب جا غزل ياد ڪرايا آهن. جيڪڏهن انهيءَ پروگرام ۾ محفلِ موسيقي هجي تہ "ارباب علي ٿهيم" جو نالو ڏيندا. خط جو جواب فورنَ ڏيڻ فرمائيندا، اُميد تہ اوهين بخيريت هوندا.

وسلام

**سيد اظهر گيلاني**

بزمِ تارڪ سنڌ

حيدري منزل گهوٽہ ماڪيٽ گهوٽڪي.

1993_5_6ع



---

محترم و مڪرمي جناب غالبِ سنڌ حضرت فيض بخشاپوري صاحب!

السلامُ عليڪم!

عرض تہ مون اوهانجي خدمت ۾ مزاج پُرسيءَ لاءِ جيڪب آباد آيو هوس، ليڪن پهچڻ بعد معلوم ٿيو تہ اوهان علاج جي سلسلي ۾ ڪراچي ويل آهيو. وري سانگ سبب ڪراچي سانگو ٿيو. جاگيردار هوٽل تان معلوم ڪيم، چيائون تہ ڪجهہ ڏينهن قيام ڪرڻ بعد واپس

ويل آهن. ملاقات نہ ٿيڻ جو افسوس!

ڪراچيءَ ۾ مون علي نواز خان وفائي سان ملاقات ڪئي، اُن کي بہ اوهانجي علاج جو سرڪاري طور فڪر هو.

خداوند ڪريم شل اوهانکي صحتياب ڪرڻ فرمائي (آمين).

آءٌ انشاءَالله جيڪب آباد حاضر ٿيندس، اوهانجو وجود هِن ملڪ ملّت لاءِ وڏي قيمت رکي ٿو. شال اوهانجو سايہ دير تائين قائم رهي. (آمين). و سلام

اوهانجو مخلص

**پروفيسر اسدالله ڀٽو**

جنرل سيڪريٽري

تنظيم فڪر و نظر سنڌ



---

**محترم سائين فيض صاحب!**

السلامُ عليڪم!

مهراڻ جي وادي جي اديبن، شاعرن ۽ محققن جي پُراڻي تنظيم "بزمِ خليل" گُذريل پنجاهہ سالن کان پنهنجو خدمتون نهايت احسن طريقي سان انجام ڏئي رهي آهي. تنظيم جي طرفان متفقہ طور تي فيصلو ڪيو ويو آهي تہ سنڌ جي هڪ معروف ادبي شخصيت سان هڪ پروقار ۽ ڀرپور شام ملهائڻ ۽ روح رهاڻ جو اهتمام ڪيو وڃي.

جڳهہ ۽ تاريخ: فيڊرل گورنمينٽ ڪاليج صدر حيدرآباد 12 سيپٽمبر 1991ع خميس جي ڏينهن شام 6 وڳي.

شخصيت: ڊاڪٽر عبدالجبار 'عابد' لغاري (پي ايچ ڊي)

تعارف ۽ ادبي خدمتون: سنڌ جي مشهور ماهوار رسالي ”رهبر ڊائجيسٽ“ جو ٻارهن سالن تائين ايڊيٽر رهيو.

سنڌي جي معروف ادبي رسالي ماهنامہ نئين زندگي جو ڏهن سالن تائين ايڊيٽر رهيو.

افساني ڪهاڻي ۽ ناول جي صنفن ۾ ڪيئي تخليقي ڪاوشون پيش ڪيون. اُنهن مان ”شيشي“ جي ديوار (ڪهاڻين جو مجموعو) ۽... لاش جو سفر“ (ناول) قابلِ ذڪر آهن. هي ٻئي تصنيفون 1997ع جي ڏهاڪي ۾ شايع ٿيون ۽ سنڌي ادبي اوسر ۾ پنهنجو مقام رکن ٿيون.

”سنڌ تاريخ ۽ ثقافت جي آئيني ۾“ جي موضوع تي سنڌ تي تاريخي اهميت جو سفرنامو پنجويهن قسطن ۾ لِکيو ۽ تصويرن سميت ماهنامہ نيئن زندگي ۾ سال 1979ع کان 1983ع تائين شايع ٿيو.

ڊاڪٽر عابد لغاري هڪ سُٺو شاعر ۽ محقق پڻ آهي، صحافت جي شعبي ۾ پڻ بهتر خدمتون سرانجام ڏِنيون آهن ۽ ڏئي رهيو آهي.

سماجي خدمتون: ڊاڪٽر صاحب هڪ سُٺو ۽ ڪامياب منتظم ۽ مهتمم پڻ آهي. 1984ع ۾ ”حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رح جي ٽي سو سالہ جشن ولادت ۽ 1986ع ۾ سفيرانِ امن تحت پاڪستان جي وڏن وڏن شهرن ۾ شاندار تقريبات منعقد ڪيون. ان کان علاوه ڪئين علمي ۽ ادبي تنظيمن جي ڪامياب مهتمم طور خدمتون سرانجام ڏِنيون آهن. جن ۾ ”رهبر ادبي سوسائٽي“ (راس) ۽ ”سنڌ لطيف ادبي مجلس“ (سلام) قابلِ ذڪر آهن.

تاريخي ڪتابن جي اشاعت: ڊاڪٽر لغاري صاحب ڪئين تاريخي ڪتاب پڻ لکيا آهن جن مان ”تحريڪ آزادي ۾ سنڌ جو ڪِردار“ (ٻہ حصا) ۽ سنڌ جي عظيم ۽ لاثاني شخصيت ”سردار نواب

ولي محمد خان لغاري" تي لکيل سندس ڪتاب هن وقت اشاعت جي مرحلن مان گُذري رهيا آهن ۽ عنقريب منظرِعام تي اچڻ وارا آهن.

محترم سائين! ڊاڪٽر عبدالجبار عابد جهڙي پُرخلوص ۽ انسان دوست جي علمي ادبي خدمتن کي نظر ۾ رکندي اسان جي لاءِ هي ڳالهه فخر جو باعث ٿيندي ته اوهان جهڙي محترم شخصيت ان اهم تقريب ۾ شريڪ ٿئي. ان موقعي تي شايع ٿيندڙ سوينيئر جي لاءِ پنهنجي طرفان نيڪ تمنائن جو پيغام ۽ فوٽوگراف ارسال ڪندا ته اوهان جا بي حد احسانمند رهنداسين.

اُميد ته اوهان جي طبيعت بعافيت هوندي. پيغام منظوم به ٿي سگهي ٿو. خط تاب صاحب، نور صاحب ۽ فتاح جن کي به موڪليان پيو.

نيڪ خواهشن سان

**ڊاڪٽر محمد اسماعيل شيخ**

سرپرست

بزمِ خليل-صدر حيدرآباد



---

**محترم جناب غالبِ سنڌ چاچا سائين!**

السلامُ عليڪم!

مزاج شريف گذارش ته مير بشير احمد خان اچي رهيو آهي، حقيقت روبرو ڪندو. مهرباني ڪري هن جي دِلچسپي سان مدد ڪندا، مير بشير احمد خان جي پارٽ ڪرڻ مون کي غير مناسب لڳي

ٿو ڇاڪاڻ تہ ھي اوھان جو ڀاڻنو آھي. وڌيڪ ڪار ڪم ھُجي تہ ياد ڪندا.

**سردار تاج محمد خان ڏومڪي**

شاھہ ڀٽائي آرٽس اينڊ

سوشل ويلفيئر ايسوسيئيشن

سب ڊويزن ڪنڌڪوٽ



---



**محترمي و مڪرمي فيض بخشاپوري صاحب!**

السلامُ عليڪم!

گُذارش تہ پاڪستان ٽيليويزن ڪارپوريشن ڪراچي سينٽر طرفان محرم الحرام جي سلسلي ۾ ھڪ مسالمي جو اھتمام ڪيو آھي. جنھن ۾ اوھان کي شرڪت لاءِ دعوت عرض رکجي ٿي. مشاعري جي رڪارڊنگ آڱارو 25 سيپٽمبر 1984ع تي صبح جو يارھين وڳي اسان جي اسٽوڊيوز ۾ رڪارڊ ٿيندو. اوھان مھرباني فرمائي 25_9_1984ع تي صبح جو 10 وڳي تائين ڪراچي ٽيليويزن سينٽر تي پھچي ويندا. ورندڙ ٽپال ۾ پنھنجي آمد جي خاطري لکي موڪليندا تہ مھرباني، اُميد تہ اوھان جي طبيعت بخير ھوندي

مخلص

**ممتاز مرزا**

اسڪرپٽ ايڊيٽر

پاڪستان ٽيلي ويزن ڪارپوريشن



---

محترمي و مڪرمي جناب غالبِ سنڌ حضرت فيض بخشاپوري!

السلامُ عليڪم!

عرض تہ سنڌي ادبي سوسائٽي، اسلاميہ ڪاليج ۾ "بزم مخمور" سکر جو گڏيل مشاعرو منعقد ٿي رهيو آهي، جنهن ۾ سنڌ جي نامور شعراءِ ڪرام شرڪت ڪرڻ قبول ڪئي آهي. هن علمي ۽ ادبي محفل ۾ اوهانجي شرڪت جي پڻ شديد ضرورت محسوس ڪئي وڃي ٿي. اُميد تہ سڪ جو سڏ قبول فرمائي، محفل مشاعره ۾ شريڪ ٿي، ممنون فرمائيندا. 28 آڪٽوبر 1969ع_اڱارو

زيرِ صدارت: پروفيسر علي نواز حاجن خان جتوئي.

| **"نياز" رجباڻي** | **نوازعلي "شوق"** |
|---|---|
| جنرل سيڪريٽري "بزمِ مخمور" | نگران سنڌي ادبي سوسائٽي |



---

معلي القاب نقاشِ فطرت حضرت قبلہ غالبِ سنڌ فيض صاحب!

السلامُ عليڪم!

بعد حمد و ثنا جي عرض تہ عرصہ دراز کان اوهان صاحبن سان خط و ڪتابت جو سلسلہ منقطع رهيو آهي، تنهن ڪري حال احوال کان بي خبري آهي.

جيئن تہ اوهان صاحبن کي معلوم هوندو تہ بنده ڪراچي شريف کي خيرباد چئي آبائي ڳوٺ مورو ۾ سڪونت پذير آهي ۽ اِن ڪوشش ۾ آهي تہ ڪنهن سُٺي هنڌ وري مُلازمت مِلي وڃي تہ جيئن غوث جو وقت گذران ممڪن ٿئي.

مان ڪجهہ ڏينهن اڳ ڪراچي آيو هئس معلوم ٿيو تہ اوهان بہ هِت مقيم هئا. پر منهنجي پهچڻ کان پوءِ اوهان جيڪب آباد روانہ ٿي ويا هئا. جنهن ڪري ملاقات جو شرف حاصل ٿي نہ سگهيو.

قبلہ هِن بندي کان اِها تاخير ٿي جو اوهان کي حال احوال کان واقف نہ ڪرائي سگهيو آهيان.

سچ پڇو تہ ڪمن جي ڪثرت مون کي مُنجهائي وِڌو هو. مان جڏهن واپس ڳوٺ آيو هوس تڏهن ڪمن جي فهرست تيار ٿيل هئي ۽ هرهڪ ڪم کي اوڪلائڻو هو. اِن کان علالت بہ شاملِ حال رهي آهي.

ڪراچيءَ جي ماحول مون کي بيمار ڪري وِڌو هو جنهن ڪري بيزار ٿي نوڪري ڇڏي آيس. هِن ڀيري اوهان سان ملاقات جو اشتياق هو پر اِها آس پوري نہ ٿي سگهي.

شايد اوهان کي معلوم نہ هوندو تہ اسانجي ڏاڏي مرحوم مظهر قاضي جي والده هي ڏيهہ ڇڏي درالبقا جي سفر سان راهي ٿي وئي. خدا کيس جنت ۾ جايون ڏيڻ فرمائي.

سچ پُڇو تہ چاچي مظهر صاحب کان پوءِ ڏاڏيءَ جي وفات مون کي لوڏي ڇڏيو آهي ۽ مان پاڻ کي قدر تنها محسوس ڪري رهيو آهيان، حقيقت ۾ وڏن جو وجود رهنمائي جو باعث هوندو. آهي

مان اڄ ڪلهہ حيدرآباد ۾ پنهنجي ناني وٽ رهندو آهيان. هِن دفعي ڪنهن، ڪم جي سلسلي ۾ مورو آيل آهيان عيد بہ حيدرآباد ڪرڻ جو ارادو آهي.

جيئن تہ رمضان شريف اچي ويو آهي ۽ انشاءَالله رمضان شريف جي عيد ٿيندي، جنهن لاءِ مان اوهان کي پيشگي مُبارڪون عرض رکان ٿو اُميد تہ قبول ڪندا.

ٻيو هر طرح سان سُک آهي، سلام قاضي عبدالوهاب عزير جا

قبول پون ۽ گڏوگڏ هن بندي جا بہ نياز ۽ سلام قبول ڪرن فرمائيندا.

نوٽ: مهرباني ڪري خط جي رسيد ضرور ڏيندا تہ جيئن آءٌ سمجهي سگهان تہ مان اوهان کي ياد آهيان. مهرباني.

نيڪ عنايت سان اوهانجو

**خالد سليمان قاضي**

مورو سنڌ



---



**بخدمت محترم عالي جناب استاد فيض صاحب**
**سدا سلامت تا قيامت**

السلامُ عليڪم!

بعد پنهين طرفن خيريت آمين ثم آمين.

مطلب تہ احوال هِن طرح سان خدمت ۾ پيش ڪجي ٿو تہ جناب استاد صاحب! اوهان جنهن سان ملاقات کان بعد مون هڪ خط لکيو جنهن جي جواب کان محروم رهيس.

جناب استاد صاحب اوهان پنهنجي طبيعت جو احوال ڏيندا هاڻي ڪيئن آهي، مونکي ڳڻتي آهي ڇو تہ جنهن ڏينهن اوهان سان ملاقات ٿي اُن ڏينهن اوهانجي طبيعت ڪجهہ خراب هئي، استاد صاحب هي بنده ناقص بارگاه باري تعاليٰ ۾ اوهان جي خيرعافيت لئہ شب روز نيڪ مطلوب آهي.

نہ ذر نہ دنيا نہ دولت تي ڪپي،
مونکي استاد صاحب جي محبت تي ڪپي.
فياض

استاد محترم اوهان مهرباني ڪري پنهنجي سچي حال احوال کان آگاهه ڪندا ته نهايت شڪر گذار رهندس.

اوهان جو مخلص

**غلام مرتضيٰ فياض گڏاٽي**

گڏاٽي آئرن اسٽور مير پور ماٿيلو سکر

13 سيپٽمبر 1988ع



---



**لبالب لب تي آ جام الستي**

**خوشا اين رندي و مستي الستي**

**گرامي قدر مخدوم الملڪ مخدوم طالب المولىٰ صاحب**

**سلامت و رحمت!**

**بعد از عرصه ماءِ دراز بنده زحمت زده و افسره مخاطب تي روداد بيان ڪري ٿو خدا ڪري ته اسانجي فرامئي حالِ دل کان آگاهه ٿيو. مقام مسرت و صد افتخار آهي جو اوهان وري سنڌي ادبي بورڊ جا چيئرمين ٿيا. آهيو انهيءَ لاءِ اوهان کي زبانِ ۽ دل جي گهراين مبارڪباد پيش ڪجي ٿو. بقول حافظ شيرازي**

**گر به ديرانِ ادب سدر نشينم چه عجبئ**

**سالها بندگي صاحبه ديوان ڪردم.**

**اوهان سان اڳم ئي سخن و علم و ادب ذريعي وابستگي رهي آهي. مالڪ مان قوي اميد آهي ته خزانديده بوستان ادبي بورڊ کي تازگي شگفتگي و بهار يقيني حاصل ٿيندي ۽ امتيازِ ڪامل و ناقص ڪيو ويندو ۽ ممتاز و ڪامل نمائندن شعراء ڪرام جو ڪلام، بلاغت نظام کي سه ماهي مهراڻ جي اشاعت کان علاوه ڪتابي صورت ۾ شايع ڪرايو ويندو. دؤر حاضر ۾ شعر و سخن و علم و ادب جي جيڪا ستيا ناس ڪئي وئي آهي ۽ ٿي رهي آهي انهي حالات کان اوهان ۽ ديگر هر نڪته طراز و سخن شناس حضرات بخوبي آگاهه آهي جو**

گلستانِ ادب ۾ بقول بنده

طوطی شار خانۂ ہستی میں نالہ سنج!
سُنتا کسی کی کون ہے کس سے خطاب ہے!

دراصل شعر انهيءَ کي چيو ويندو آهي جنهن ۾ فصاحت و بلاغت و معنيٰ خيال آرائي و نازڪ بيان و شيرين لساني و حسن بندش و الفاظ تيزتر هجن ۽ دل تي تير و نشتر جو ڪم ڪري مگر اڄڪلهه انهي اسناد جي برعڪس تمام اسناد و لوازمات شعريت کان عاري هجن ٿا. بحر نہ وزن نہ ربط نہ ضبط انهيءَ کي شعر تصور ڪيو وڃي ٿو. وري بيداد تہ هي آهي جو عربي ۽ فارسي مروجہ الفاظ کي ترڪ ڪري هندي نامانوس وغير فصيح الفاظ استعمال ٿي رهيا آهن. نام نهاد اهلِ قلم و مشاعر بلڪ تڪبند ۽ ٽڙڪو جڏهن ادبي خدمات جي نالي سان ڪو مقالو يا ڪتاب وغيره تحرير ڪري شايع ڪن ٿا تہ انهيءَ ۾ نہ حضرت طالب المولىٰ نہ فيض خستہ نہ خليل نہ سرور نہ خادم نہ نياز جعفري نہ عبد عاقلي نہ سرشار عقيلي نہ ديگر ممتاز و مايہء ناز شعراء ڪرام جيڪي جميعت الشعراء جي جان و شعر و سخن جو شان آهن. تذڪرو بہ نہ هوندو آهي. الله الله هن مُرده پرست قوم کي ڪير سمجهائي. طالب المولىٰ ۽ فيض بي مراد تہ گويا هنن لاءِ پيدا بہ نہ ٿيا آهن ۽ عالم وجود ۾ آيا ئي نہ آهن. هي گرامي ذوق نشاط کان عالمِ عدم ۾ ايندو ۽ تاقيامت رهندو. خداءِ سخن مرزا غالب هي شعر شايد اسان لاءِ چيو آهي:

ہوں نغمہ زن نشاط تصور سے ای نعیم،
میں عندلیب گلشنِ نا آفریدہ ہوں۔

هاڻي قطع ڪلام ڪريان ٿو ۽ اوهان کي دُعا ۽ سلام ڪريان ٿو. اميد تہ بمع الخير هوندا.

جواب جو طالب درويش خدمت
**فيض بخشاپوري**
ڊومڪي هائوس، جيڪب آباد
21 فيبروري 1989ع



نور چشم نوازعلي نواز ڏومڪي

دعا و سلام

احوال تحرير ڪجي ٿو تہ پي ٽي وي جي غزليہ شاعري ۾ شرڪت ڪئي وئي، هي مشاعرو عنقريب سنڌ سينگار ۾ نشر ڪندا. گذشتہ روز يعني 28 تاريخ تي وزيراعليٰ سيد غوث علي شاهہ سان ملاقات ٿي. شاهہ صاحب چيو تہ اسان پنهنجي وعدي تي قائم آهيون، انشاء الله مان اوهان جي انهي چوڪري کي 17 گريڊ ۾ ڪڍائيندس. عنقريب دستوري انٽرويو ٿيڻو آهي، پوءِ درخواست تي بہ سيڪريٽري بلديہ کي لکيو آهي. هن چيو تہ ايڊهاڪ جو طريقيڪار بہ انٽرويو جي صورت ۾ ڪيو ويو آهي. انهيءَ جا ڪجهہ وجوهات پيشِ نظر آهن. سيڪريٽري بلديہ سان ملاقات نہ ٿي جيڪو موجود نہ هو انشاء الله اڄ يعني 29 تاريخ ملاقات ڪري درخواست حوالي ڪئي ويندي هن کان بعد سيڪريٽري صاحب سان ملاقات ٿي. هن چيو تہ اڃا تائين انٽرويو نہ ٿيو آهي، اگر ٿئي ها تہ مان اوهان کي ضرور اطلاع ڏيان ها. اوهان جي چوڪري جو نالو موٽ وٽ درج آهي جو مون کي ڏيکاريائين انشاء الله ڪم ٿيندو. حسين بخش جي داخلا جو آرڊر سيڪريٽري تعليم ڪاٽي ڪيو آهي، حالانڪ هن جي درخواست بہ ڪونہ هئي، زباني چيو ويو سو هن صاحب بنا دير جي پنهنجي پيڊ تي پرنسپل ٽريننگ ڪاليج کي آرڊر ڪيو آهي تہ ويڪنسي هجي نہ هجي اسپيشل طور هن کي داخل ڪندا. اهو آرڊر هن خط سان گڏ ارسال ڪريان ٿو. حسين بخش کي گهرائي هن سان گڏ پاڻ وڃي ليٽر ڏئي هن کي داخلا وٺرائي ڏيندا ۽ جلد از جلد اهو ڪم ڪندا. اهو موقعو نہ وڃائيندا. اها اسان جي وڏي فتح آهي. اگر هن وٽ في الوقت داخلا لاءِ پئسا نہ آهن تہ ڪٿان پٽي سٽي في ڏئي داخل ڪرائيندا. بعد ۾ انهيءَ کان پئسا وٺنداسين.

خداوند ڪريم جي فضل سان منهنجا ٻچا خوش هوندا ۽ سڀ کي خوش ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا. خان صاحب، نور خان، فياض

علي خان، آفتاب علي، اختيارعلي وغيره سيني کي تمام گهڻا سلام چوندا. حلقہ خاندان کان ٻاهر ديگر حضرات کي بہ سلام ڏيندا. 7 تاريخ سکر ۾ لطيف ادبي ڪانفرنس آهي، مان اميد تہ اڳي گهر ايندس. پوءِ اوهان ۽ نياز صاحب کي وٺي سکر ويندا سون. اگر اڳ نہ اچي سگهيس تہ پوءِ مان ايندس، اوهان سان ملندس.

پٺي صاحب سان سکر ۾ ملاقات ٿي آهي. اميد تہ دعوت نامو ايڏانهن ايندو اگر نہ آيو تہ شرڪت ڪرڻي آهي جو هن ڇيو جو اوهان کان سواءِ اسان جي ڪابہ تقريب نہ ٿي آهي ۽ نہ ٿيندي. باقي ننڍن مسئلن ۾ اوهان کي تڪليف نہ ڏني ويندي آهي. عزيزم تابان صاحب پهچي ويا آهن ۽ هن جو زور بار آهي تہ جيڪب آباد هلي ڪجھ وقت آرام ڪريو ۽ مان چوان ٿو تہ هن دفعي مون کي ڇڏيو بہ چار ڏينهن ڪراچي ۽ بہ ٽي ڏينهن حيدرآباد ۾ ٿو آرام ڪريان، اجا ڪو فيصلو نہ ٿيو آهي. بس زياده خير خداوند اوهان سڀ کي خوش و خرم رکي ۽ نگهبان رهي. آمين ثم آمين

دعاگو درويش خدا مست

**فيض بخشاپوري** عفہ عنہ.

جاگيردار هوٽل ڪراچي.

تاريخ 29 آڪٽوبر 1985ع بوقت 3 بجي شب



---

✍

از ڪوئيٽہ

17 اپريل

**دوست فيض الله خان صاحب**

السلام عليڪم واضح هجي تہ مان اڄ جيڪب آباد وڃان ٿو جو 21 تاريخ لهڙي واپس ويندس. اوهان اِنهي تاريخ تائين اچو تہ جيڪب آباد ايندا. جيڪڏهن 21 تائين جيڪب آباد نہ اچي سگهو

تہ پوءِ لھڙي ويندا. جو مان بہ 21 تاريخ لھڙي ايندس. ٻيو ھر طرح خيريت آھي. اوھان اچو تہ وزيراعظم صاحب بابت جاچ ڪندا تہ ھو ڪڏھن واپس اچي ٿو ۽ لھڙي جي دؤري تي ڪڏھن ايندا. اھا جاچ خان قلات جي بنگلي تي ڪندا تہ ڪجھ نہ ڪجھ معلوم ٿيندو.
والسّلام

**ڊومڪي تاج محمد**



---



**بخدمت استاد الاساتذہ غالبِ سنڌ**

**بندہ جي شعر بابت سندن راءِ نامو مليو.**

کہتاہوں سچ کہ جھوٹ کی عادت نہیں مجھے

احوال واقعي ھن ريت آھي تہ ٽيبل تي منھنجو شعر ايئن ئي رکيو پيو ھئو تہ منھنجو ھڪڙو مھربان جو شاعر پڻ آھي، ان صاحب مون کي چيو تہ حياتي ناپائيدار آھي، شعر جيڪڏھن ڇپائجي تہ ڏاڍو ڀلو. پوءِ يا تہ مون کي پشيمان ڪرڻ لاءِ يا پنھنجي سمجھ مطابق مشورو ڏِنائين.

"فکر ہر کس نہ قدر ہمت اوست"

خيال ڪيم تہ اھو شعر ڇو نہ پنھنجي محترم استاد کي ڏيکاري مشورو وٺان. ان خيال تي سائين جن ڏانھن موڪليو ھئم. ان لاءِ عرض تہ جيڪڏھن سڄڻن کي ناپسند آھي تہ ڏکي ڀلي.

بندہ جي عمر 85 سال آھي، اکين ڏسڻ کان جواب ڏنو آھي. حافظو بہ ٺيڪ نہ آھي، انھيءَ حالت ۾ مان نظرثاني ڪرڻ جي لائق نہ آھيان، تنھنڪري انھيءَ يادگار کي ائين ئي رکڻو پوندو.

"چنا شد یر چ شد گر چنی شد یر چ شد"

انهيءَ خيال کي ائين ئي ٿا ڇڏيون. توهان جي مهرباني جو منهنجي خيال جي اک ساڳي اٿوَ. اڳتي هلي جو خلق کلي تنهن کان فقط دوست کِليو تہ ڀلو. ڇو تہ دوست نيٺ دوست آهي، سائين کي دوست سڏيندي شرم ٿو اچيم. پر هڪڙي صحبت ٿي ياد اچيم ان جي آذار تي گستاخي ڪيم.

"تو مجھے بھول گیا ہو تو پتا بتلادوں"

اهو پتو هن ريت آهي تہ مرحوم محمد يعقوب باغبان وٽ ڀريا شهر ۾ توهان آيا هئا. ان جي معرفت منهنجي خستخانہ تي بہ آيا هئا ۽ بہ تي ڏينهن گڏجي صحبت جو ساءُ ورتو هئوسين.

دوست جو دوست بہ دوست ئي چئبو آهي.

مزاج خراشي لاءِ معافي۔ انشاء الله مع الخير هوندا.

والسلام

خاڪ پاءِ

**حڪيم غلام محمد عرشي**

پوسٽ ڀريا شهر، ضلع نوشهروفيروز



---

سکر

27 مئي 1969ع

اقبال ______

**حضرت غالب سنڌ بزرگ فيض صاحب بخشاپوري**

واجبِ تعظيم استاذي ______

آداب عرض ۾ روشن رهي تہ سکر ۾ اداره علم و ادب قيام عمل ۾ آندو ويو آهي، جنهن جي ڪاروائي پڻ هن گڏ رواني ڪجي ٿي. اداره طرفان فيصلو ڪيو ويو آهي تہ 10 جون 1969ع جي اندر اندر هڪ نعتيہ مشاعرو منعقد ڪيو جي، جنهن لاءِ متفق دوستن ۽ احبابن جي

اها راءِ آهي تہ انهيءَ مشاعري جي صدارت فيض صاحب جن ڪرڻ فرمائين. ٻي طرف اداره جي ابتدا آهي انهيءَ لحاظ سان اداره جي مالي حالت نهايت ڪمزور آهي، جيڪڏهن اوهان صاحب براءِ امداد نموني هت، تشريف فرما ٿي مذڪوره مشاعره جي صدارت ڪرڻ فرمايئندا تہ اِها ڳالهہ سيني جي لاءِ باعثِ فخر آهي ۽ اِهو اوهان جو اسان تي پڻ احسان ٿيئبو. رهائش وغيره جو انتظام اوهان ڪي بذات خود ڪرڻو پوندو. ڇاڪاڻ تہ اسانجو اداره بهرحال مالي حالت موجب نهايت ڪمزور آهي جو اجا تائين ميمبرشپ وغيره بہ ڪِين ڪئي وئي آهي.

**نيازرجباڻي**



---



هالا نوان

**مشفقيم فيض صاحب!**

السلام عليڪم!

المقصد تہ خط اوهان جو مليو يادگيري لاءِ مهرباني. اوهان جي "شاعر" جي آئينده پروگرام متعلق پُڇيو آهي، ان لاءِ فيصلو اهو ٿيل آهي تہ هيءُ پرچو في الحال موجوده نموني ۾ ئي ڪڍيو ويجي، ان بعد ايڊيٽوريل بورڊ جا ميمبر صاحبان رسالي جي آئيند، بابت جي راءِ قائم ڪندا. ان موجب ئي پروگرام منتخب ڪيو ويندو. گرامي صاحب جي ايڊريس هي آهي. (مولانا غلام محمد گرامي، ايڊيٽر "شاعر" مخدوم منزل گاڏي کاتو حيدرآباد)

زياده خير والسلام

**مخدوم محمدزمان طالب المولىٰ**

صدر جميعت الشعراء سنڌ



---

1-نومبر 1990ء

آنا کہ خاک را بہ نظر کیمیا کنند
آیا بود کہ گوشۂ چشم بما کنند

بخدمت غالبِ سندّ حضرت فيض بخشاپوري صاحب
تسليم آداب!

عرض تہ ناچيز کي سندس ناچيز شعر توهان کي ڏيکارڻ جو خيال آهي. اُنهيءَ لاءِ التماس آهي تہ سندس اخلاقي مدد ڪري ۽ شعر ڏسي اُن تي پنهنجي سونهري راءِ ڏئي، مٿيءَ کي سون بنائڻ جهڙي عزت افزائي ڪرڻ فرمائيندا. جيڪڏهن جواب هاڪاري آهي تہ نوازش فرمائي. اطلاع نامہ کان سرفراز فرمائيندا تہ مذڪور شعر خدمت اقدس ۾ موڪلي ڏيان.

پر خدانخواستہ باشد سائين جن کي فرصت نہ هجي تہ بہ ازراهِ ڪرم تڪليف وٺي جواب کان مطلع ڪرڻ فرمائيندا تہ نوازش. قوي اميد ٿو رکان تہ مون کي جواب هاڪاري مِلندو نہ ناڪاري، ڇو تہ ڀلا هميشه ڀلائي ڪندڙئي هوندا آهن. زياده تفصيل ڪرڻ شرم ٿو ٿيم.

بدل کر فقیروں کا ہم بھیس غالب،
تماشائے اہل حرم دیکھتے ہیں۔

**حڪيم غلام محمد "عرشي".**

پوسٽ پريا شهر، ضلع نوشهروفيروز



---

4 جولاءِ 1987ع

هالا شريف

**محترمي و مڪرمي فيض صاحب**

السلام عليڪم!

آئون، ڏات ڪتابي سلسلي طرفان، نعتيہ ڪلام تي مشتمل هڪ ڪتاب مرتب ڪري رهيو آهيان.

اوهان کي گذارش آهي تہ اوهين پنهنجو نعتيہ ڪلام ۽ پنهنجي ولادت جي تاريخ 4 آگسٽ 1987ع کان پهرين مندرجہ ذيل ايڊريس تي ڏياري موڪليندا.

پنهنجي ايڊريس لکڻ بہ نہ وِساريندا تہ جيئن اوهان کي بعد ۾ ڪتاب جي اعزازي ڪاپي موڪلي سگهجي.

والسّلام

**جميل الزّمان**

جنرل سيڪريٽري

ايڊريس: محترم جميل الزمان، پوسٽ آفيس، هالا، ضلع حيدرآباد



---

عزيزم ڪرم الله نياز کان پنهنجي مجموع ڪلام غير شايع و بياض زده کي صاف ڪرايو ۽ انهي ڪم کي پايہ تڪميل تي رسايو ۽ بنده جي آمد تائين هن کي رهايو. مجموعہ ڪلام جو مقدمو فيض بہ مراد کا لِکرايو. پر لکايو ڇا؟ لکندو ۽ نياز کان لکائيندو ______ جواب تي آهي.

زندگاني سراب تي آهي

آشيانو حباب تي آهي

اگر زيست باقي رهي تہ انشاء الله 15 مارچ هتان روانگي اختيار ڪئي ويندي. اجان هي فيصلو نہ ڪيو ويو آهي جو بذريعہ هوائي جهاز يا بذريعہ ٽرين سفر ڪيو وڃي. صدارتي ايوارڊ لاءِ دعوت ناما موصول ٿيا آهن. 22 تاريخ ريهرسل ۽ 23 تاريخ ايوارڊ جي تقريب ۾ شرڪت ڪئي ويندي، 25 تاريخ 3 بجي شب چند دُعائيہ اشعار لوحِ دل تي نزول آرائي ڪئي جو سپرد قلم و زينت ڪاغذ ڪري ارسال ڪيا وڃن ٿا. اميد تہ محفوظ ٿيندا. شعر ۾ رقم ڪيو ويو جو ان لطف کان خالي نہ آهي. هاڻي قطع ڪلام ڪيان ٿو ۽ اوهان کي سلام ڪريان ٿو. اميد تہ مع احباب جو عيال مع الخير هوندا. عمران خان ۽ ٻين حضرات کي دُعا ۽ سلام پهچن.

**غالب سنڌ فيض بخشاپوري**

ڊومڪي هائوس جيڪب آباد.

مؤرخہ مارچ 1987ع



---



11 جنوري 1991ع

محترمي مڪرمي جناب غالبِ سنڌ فيض بخشاپوري صاحب

السلام عليڪم!

مؤدبانہ گُذارش تہ تنظيم فڪرو نظر سنڌ گذشتہ روايتن مطابق 6_7_8 مارچ 1991ع تي سکر ۾:

"پنجين ڪل پاڪستان شاهہ عبداللطيف ڪانفرنس"

منعقد ڪرڻ جو فيصلو ڪيو آهي.

اسانجو هي نظريو آهي تہ حضرت شاهہ عبداللطيف جي پيغام ۾ سڄي انسانيت جي درد جو درمان آهي. هن جي فڪر جي پرواز دُنيا جي ڪنهن بہ وڏي ۾ وڏي شاعر کان گهٽ نہ آهي. حضرت لطيف

قدرت خداوندي طرفان هڪ انمول عظيم عطيو آهي. پر اُن جي اعتراف جو بہ شايانِ شان انداز هئڻ لازمي آهي.

شاهہ لطيف سچو پرستار رب ذوالجلال ۽ پختو عاشقِ رسولِ اڪرم صلي الله عليه وآله وسلم آهي. انهيءَ نسب سان ڪانفرنس جي موقعي تي.

"ڪل پاڪستان نعتيہ مشاعري"

جو اهتمام ڪيو ويو آهي. براهِ ڪرم نعتيہ شاعري ۾ پنهنجي ڪلام ڪان سامعين کي محظوظ ڪرڻ فرمائيندا.

ڪانفرنس جو افتتاح 6 مارچ صبح 9 وڳي ٿيندو. وزيراعظم پاڪستان جناب محمد نواز شريف بطور مهمان ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪندو. اُميد آهي تہ اسانجي نماڻي گُذارش کي شرفِ قبوليت بخشڻ فرمائيندؤ.

مزيد عرض تہ جيڪي دوست، احباب ۽ ذوقِ لطيف جا حُبدار ڪانفرنس ۾ بطور سامعين شرڪت ڪرڻ چاهين تن جا نالا ۽ مڪمل پتا ڏياري موڪليندا تہ عين نوازش.

ٿورا مَ ٿورا مون تي ماروئڙن جا (شاهہ رح)

اوهان جو مخلص

**پروفيسر اسدالله ڀٽو**

جنرل سيڪريٽري

تنظيم فڪر و نظر سنڌ



---

18 ڊسمبر 1991ع

محترم جناب غالبِ سنڌ فيض بخشاپوري صاحب. دامِ قبالڪم

السلام عليڪم!

گذارش تہ اوهانجي علالت اسان سينيءَ لاءِ رنج ۽ الم جو باعث

آهي. شاهہ عبداللطيف ڪانفرنس ۾ مشاعري جي صدارت اوهانڪي ڪرڻي هئي. جڏهن اوهان نہ آيا تہ دِل پرجي آئي.

اوهان سان 35 سالن جي رفاقت آهي. الحاد جي خلاف جيڪا تحريڪ هلي آهي. انهي جا اوهان حدي خوان آهيو. ربّ جي حضور دُعا آهي تہ اوهانڪي وري انهيءَ شان ۾ جلوي سان ڏِسون.

مسٽر غلام رباني آگري کي ڪالهہ تار ڪئي آهي تہ اوهان جي فوري طور تي 25 هزار روپين جي مالي مدد ڪئي وڃي. نقل منسلڪ آهي. ڏِسجي تہ ڇا ٿو ڪري ۾ بهتر آهي تہ انهيءَ تار جي تائيد ۾ اتان بہ ڪي تارون ۽خط ڏانهس وڃن.

اوهان نہ آيا تہ قطب الله تاب ڪان مشاعريءَ جي صدارت ڪرائي وئي.

دُعائن ۾ ياد رکندا.

احقر

**پروفيسر اسدالله ڀٽو**

جنرل سيڪريٽري

تنظيم فڪر و نظر سنڌ



---

محترم جناب غالبِ سنڌ فيض بخشاپوري صاحب!

السلام عليڪم!

گذارش تہ اوهان کي تنظيم فڪر و نظر سنڌ طرفان مرحوم سيد سردار علي شاهہ ذاڪر جي ياد ۾ مشاعري جي صدارت ڪرڻ لاءِ عرض ڪيو ويو هو. اُميد تہ اوهان اها دعوت قبول ڪئي هوندي ان جي لاءِ هڪ عرض آهي تہ اهو مشاعري جو پروگرام ڪِن ناگزير مجبورن جي ڪري هڪ هفتو ملتوي ڪيو ويو آهي. اُميد آهي تہ هاڻ اوهان پنهنجو پروگرام هيٺ ڏِنل خاڪي مطابق ٺاهيندا. ان جي لاءِ آءٌ اوهان کي ڏِنل تڪليف محسوس ڪندي عرض ڪندس تہ اوهان جي

آمد رفت جو خرچ، ماني ۽ رهائش تنظيم طرفان هوندو.

اوهان پنهنجي سکر پهچڻ جي پروگرام کان اڳ ۾ مطلع ڪندا. شڪريہ

پروگرام

تاريخ 81_6_22

ڏينهن : سومر

وقت: 30_9 وڳي رات

جڳهہ: جوهر پارڪ، نزد ميونسپل آفيس سکر.

**شير محمد جوڻيجو**

جنرل سيڪريٽري

تنظيم فڪر و نظر سنڌ



---



**محترم جناب غالبِ سنڌ فيض بخشاپوري صاحب!**

**السلام عليڪم!**

جشن آزادي جي سلسلي ۾ پاڪستان ٽيلي ويزن ڪارپوريشن ڪراچي مرڪز طرفان ملي شاعري تي مبني هڪ مشاعري جو اهتمام ڪيو آهي. جنهن ۾ سنڌي زبان جي اهم شاعر جي حيثيت ۾ اوهانکي دعوت عرض رکجي ٿي.

هن مشاعري جي رڪارڊنگ 3 آگسٽ 1983ع تي منجهند جو 3 وڳي ٿيندي، مهرباني فرمائي شرڪت فرمائيندا ۽ پنهنجي اچڻ جو اطلاع اڳواٽ ڏيندا تہ احسان سمجهندس.

اُميد تہ اوهان جي طبيعت بخير هوندي.

مخلص

**ممتاز مرزا**

اسڪرپٽ ايڊيٽر



---

محترم جناب فيض بخشاپوري صاحب!

السلام عليڪم!

حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي 245هين ساليانې عرس جي موقعي تي 15 صفر 1410ه تي ڀٽ شاهه ۾ ادبي ڪانفرنس جو بندوبست ڪيو ويو آهي. اوهان کي سنڌ ثقافت ۽ سياحت کاتي پاران دعوت ڏجي ٿي ته اچي، ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيندا.

ڪانفرنس تائين پهچائڻ ۽ واپس موٽائڻ لاءِ کاتي پاران هيٺين هنڌن تي گاڏيون اوهانجي انتظار ۾ بيٺيون هونديون. مهرباني ڪري وقت جو خاص خيال رکندا.

| گاڏين بيهڻ جا هنڌ | وقت |
|---|---|
| 1. اين جي وي هاءِ اسڪول ڪراچي | 6:00 وڳي صبح |
| 2. حسن اسڪوائر نزد سوِڪ سينٽر ڪراچي | 6:30 وڳي صبح |
| 3. سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو | 8:00 وڳي صبح |
| 4. سنڌ ميوزيم حيدرآباد | 8:00 وڳي صبح |
| 5. مڊوي هوٽل سامهون سينٽرل جيل حيدرآباد | 8:30 پوي صبح |

نوٽ: ڪانفرنس ختم ٿيڻ کانپوءِ ساڳين هنڌن تي اوهان کي واپس پهچايو ويندو.

منجهند جي ماني سنڌ ثقافت کاتي پاران کارائي ويندي.

مخلص

**آفتاب ابڙو**

انچارج ادبي ڪانفرنس



---

محترم جناب غالبِ سنڌ فيض بخشاپوري صاحب. دامِ اقباله

السلام عليڪم!

آدابِ محبت نياز بي انداز عرض تہ جناب جو نوازش نامون موصول ٿي ڪاشف حالات ٿيس. اوهان جون ڪافي مهربانيون جو طويل وقت گذرڻ کان بعد هن غريب دوست کي اوهان ياد سان شاد فرمايو آهي.

مان حقيقت ۾ هاڻي مايوس ٿي چُڪو هوس ۽ اوهان صاحب کي مغرور ۽ بيوفا جو لقب ڏئي چُڪو هوس. لهذا گُستاخي معاف منهنجو قصور بہ نہ آهي جو محبت مان خط لکيم ۽ جواب بہ نہ مِليو... تاهم هن وقت آءٌ نهايت خوش آهيان دُعا آهي مالڪ پاڪ طفيل حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جي جناب جي آل و اقبال کي هميشہ تابنده فرمائي ۽ اڄ ڪانپوءِ مان اوهان کي پنهنجو اُستاد تسليم ڪريان ٿو. اُميد تہ هن غريب شاگرد کي نہ وساريندا تہ مشڪور رهندس.

اوهان جي اخبار جو پرچو اڃا ڪونہ مليو آهي. تاهم شڪريہ بنده گهوٽڪي کان 22 ميل پري ديهات ۾ هڪ معمولي ڳوٺ ۾ رهائش پذير آهي. جنهن کي لُنڊ بازار چوندا آهن. هفتي بن ۾ منهنجو شهر ۾ اچڻ ٿيندو آهي. گستاخي معاف شايد ملاقات کان مشرف نہ ٿي سگهان.

اوهان صاحبن قاضي غلام سرور مختيارڪار صاحب جو تذڪره ڪيو آهي. بنده هڪ غير مشهور ماڻهو آهي. منهنجي ايڏي پايہ جي ماڻهن سان واقفي ڪونہ آهي. لهذا اوهان جي خدمت ۾ خط و ڪتابت جاري رکندس. مون ناقص ۽ غريب دوست کي پنهنجي دل جي دفتر تان نہ وساريندا تہ هميشہ جناب لاءِ دُعا طلب رهندس. شعر پڙهيم نهايت پسند آيو. خدا جو قسم تہ اوهان"سنڌ جا فيض" آهيو... دُنيا ۾ مونکي خسرو، جامي، حافظ شيرازي جي هستي جو ماڻهون اوهان ئي نظر اچي ٿا.

منهنجي يارن لک لک مبارڪان قبول ڪندا.

شعرن جو بياض بہ گهر آهي، اُميد تہ آئينده خط ۾ نموني طور اصلاح لاءِ 3_4 غزل ارسالِ خدمت ڪندس. في الوقت منهنجي لاءِ دُعا ڪندا

گهر ۾ گهر واريءَ والد صاحب سخت بيمار آهن. اوهان جو شاگرد

خيرانديش

**فراق فيضوي**— گهوٽڪي شريف

هر خط ۾ مونڏي هڪ شعر پنهنجو ضرور موڪليندا.



---



**محترم جناب غالبِ سنڌ فيض بخشاپوري صاحب!**

**السلام عليڪم!**

مون اڳ ۾ به خط لکيو هو. جنهن ۾ اوهان کي اهو اطلاع ڏنو هو ته ”حسنين حيدر“ جو سراغ لڳي ويو آهي. هو مسوده تصحيح ڪرڻ لاءِ کڻي ويو آهي. تصحيح ٿي ويا. حرفِ تمهيد جي ڪتابت ڪرائڻي آهي.

ڪتاب ۾ وڌيڪ جدت پيدا ڪرڻ لاءِ آخري جيڪو اوهان جو تعارف پيش ڪيو ويو ان جو عڪس جيئن آهي تيئن ڏنو ويندو.

منهنجو خيال آهي ته اندرين صفحن تي اڳوڻن ڪتابن يعني شعله عشق، گنجينه فيض، خمخانه فيض جي لکيل تمهيد ۾ حافظ صاحب جي تحريرن جو به عڪس تمام ننڍن اکرن ۾ فلم ڪيائي ڏنو وڃي.

مون تعارف اوهانجو لکيو آهي. اوهانجو ڪراچي اچڻ جو ڪڏهن پروگرام ٿيندو ۽ منهنجو خيال آيي ته اوهان جي موجودگي ۾ ٿي ڪتاب زيرِطباعت اچي هوندئن ته مرحله تمام ٿي چُڪا آهن. هڪ هفتي ۾ ڪتاب ظاهر ٿي سگهي ٿو.

.........................................

اوهان جو مخلص

**عبدالڪريم ’تابان‘**

25_6_89



---

محترم جناب فيض بخشاپوري صاحب، سلامت باشد

السلام عليڪم!

عرض تہ فاران ڪلب انٽرنيشنل ميرپورخاص طرفان 31 مارچ خميس جي شام جو هڪ اهم مشاعره ٿي رهيو آهي. جنهن ۾ ڪراچي حيدرآباد جا سُٺا سنڌي/اردو شاعر شرڪت ڪندا. اوهان کي هِن مشاعره جو مهمانِ خاص مقرر ڪيو ويو آهي. اهو اسان لاءِ اعزاز ٿيندو. جيڪڏهن اول پاڻ بفسِ نفيس هِن مشاعري کي شرفِ ڪلا بخشيو ۽ شرڪت ڪريو. برادرم ڊاڪٽر احمد علي ڏومڪي (سول سرجن) ۽ آءُ اوهان جي ملاقات جا خاص منتظر آهيون.

اُميد تہ ضرور شرڪت ڪندا.

ڪيپٽن غلام حسين ڏومڪي

**مشتاق سچاروي**

صدر

فاران ڪلب ميرپورخاص



---

خدايا نگهبان نبي مصطفيٰ،
مددگار موليٰ علي مرتضيٰ. (آمين)

استاد سائين

بعد تسليمات جي عرض تہ حُڪم موجب پنهنجو شعر نمونۂ از خرار خدمت اقدس ۾ پيش ڪري رهيو آهيان. اُميد تہ شاعر جي فڪر خيال مقصد، نڪتہ نظر ۽ معنيٰ جي محبوب جي حُسن تي طائرانہ نظر رکي، پرکي پنهنجي راءِ عالي کان مطلع فرمائيندا تہ مشڪور و ممنوع رهندس.

(تازه عرض تہ سيگهڙائي لاءِ عرض ڪرڻ جائز ناهي، تاهم چوڻ

ڪان روح نہ ٿو رهي ڇو تہ ڪلام جي ڇپائڻ جو خيال آهي تہ جيئن سُندر سُنهري راءِ ڪان ڪتاب سرفراز ٿي پريس مان جلد ڇپجي اچي.)

نياز مند

**حڪيم غلام محمد عرشي**

پوسٽ پريا شهر، ضلعو نوشهروفيروز

نوٽ: اسانکي صرف راءِ موڪلي ڏيندا واپس مواد موڪلڻ جي تڪليف نہ ڪندا، وري بہ مالڪ آهيون.



---



**محترم جناب غالبِ سنڌ فيض بخشاپوري صاحب!**

**السلام عليڪم و رحمت الله برڪاتہُ**

**جناب عالي،**

**"گُلشن پبليڪيشن حيدرآباد" طرفان محبوب سروري جو ڪلام ڇپايو پيو وڃي.**

**محبوب سروري صاحب اوهان جو چاتل سُڃاتل شاعر آهي. لهذا اوهان کي گُذارش آهي تہ سندس شاعرانہ مقام ۽ صلاحيتن متعلق پنهنجا جامع ۽ مختصر تاثرات 15 مارچ 1979ع تائين موڪلڻ فرمائيندا تہ مهرباني ٿيندي**

1. **اهو مجموعہ ڪلام عالي جناب حضرت قبلہ مخدوم طالب المولىٰ سائين سان منسوب ڪيو ويندو.**
2. انهيءَ جي رونمائي بہ سائين جن ڪرڻ فرمائيندا.
3. ڪتاب تقريبن 150 صفحا ڊيمي سائيز ۾ هوندو.
4. ڪتاب جو سمورو خرچ گُلشن پبليڪيشن حيدرآباد برداشت ڪندي. والسلام

اوهان جو مخلص

**شاهہ محمد بلوچ**

لائبررين

گورنمينٽ مسلم سائنس ڪاليج - حيدرآباد سنڌ

محترم جناب غالبِ سنڌ فيض بخشاپوري صاحب!

السلام عليڪم و رحمت الله

معروض بعد اڄ اسين جنهن نازڪ حالت مان لنگهي رهيا آهيون سان اوهان کان مخفي نہ آهي. وطنِ عزيز جو اسلام جي نالي تي حاصل ڪيو ويو هيو ۽ برِصغير جي مسلمانن، تاريخ جون بي نظير قربانيون فقط انهيءَ مقصد لاءِ ڏِنيون هيون تہ هِتي فقط اسلامي نظام عدل قائم ڪيو ويندو. ليڪن هي ملڪ اڄ بدقسمتاً غير اسلامي نظريات جو آکاڙو ٿي پيو آهي. الحاد، سوشلزم ۽ ڏاهر ازم جي پرچار کُلم کُلا ڪئي پئي وڃي. وڏي تعجب جي ڳالھہ اِها آهي تہ ڏاهر ازم کي ادب جي آڙ ڏئي زرو شور سان ڦهلايو پيو وڃي. انهيءَ ڳالھہ کي مدِنظر رکندي محمد بن قاسم رح سنڌي ادبي سوسائٽي "ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس" 8_9 نومبر 1969ع بہ روزه ڪوٺائي آهي. جنهن ۾ وطن عزيز جا اسلام پسند ممتاز ادباءِ جهڙوڪ جناب اي. ڪي بروهي صاحب، جناب ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب، جناب سيد سردار علي شاھہ صاحب، جناب ڊاڪٽر محمد ابراهيم صاحب، جناب حافظ محمد احسن چنہ صاحب شريڪ ٿيندا.

لهذا اوهانکي بہ اسلام پسند، علم دوست اديب سمجهي سنڌ اردو مشاعره لاءِ دعوت عرض رکجي ٿي.

**محمد بن قاسم**

سنڌي ادبي سوسائٽي

لاڙڪاڻو





My dear Faiz Bakhsapuri Sahib,

I request you to be published by the Sindhi Adabi Board, so that we may take necessery steps for the same.

With high regards,

Yours Sincerely,
**Muhammad Husain Turk**
Secretary
The Sindhi Adabi Board.



---



محترم جناب حضرت فيض صاحب!

السلام عليڪم و رحمت الله وبر ڪاتهُ

عرض تہ اوهان جو لاڙڪاڻي کان اچڻ ۽ ڪوئٽا وڃڻ جو ٻُڌم، پر ڪوئٽا مان نہ ڪو اوهان ياد فرمايو نڪي مونکي ڪوئٽا جي ايڊريس ئي معلوم هئي. اج غوث بخش عنايت ڪئي ۽ ايڊريس ڏنائين.

عاليجناب ! الله سائين اوهان کي خيرت سان رکي ۽ خيريت سان آڻي، ۽ هتڙي چٽن جي ڪري گرمي بہ زورن تي آهي، پر سڪ بہ لڳي آهي. غوث وارا بہ خوش آهن.

شام جو لائبريري ۾ وڃڻ ٿيندو آهي، دوست سيئي اوهانکي ياد ڪندا آهن.

اليڪشن جي معاملي ۾ سياسي اُميدوار بہ غائب آهن. البتہ

جميۃالعلماء اسلام جو اميدوار ايندو ويندو آهي.

اڄ خانصاحب سردار خان کوسي ٻڌايو تہ نيشنل اسيمبلي وئي مير تاج محمد خان ولد مير جعفر خان جمالي بہ قومي اسيمبلي جي نہ بيهڻ جو اعلان ڪيو آهي ۽ هو ضلعي سطح تي اليڪشن ڪندو

(اڌورو خط)

اوهان جو مخلص

**تاج محمد دومڪي**

-----------



----------------------

محترم قبلا فيض صاحب ـ سلامت تا قيامت

السلام عليڪم يا علي مدد

مان سکر کان جمعي جي ڏينهن ٿي پهتو آهيان. ڇنڇر تي اوهان جو مسودو بہ پهتو جيڪو اڄ ڪراچي وڃي ڪاتب جي حوالي ڪندس تہ جيئن هو غلطيون دُرست ڪري.

بقايا ڪتابت جو ڪم بہ هن تي هفتا اڳ ئي مڪمل ڪري ڇڏيو هو منهنجي عدم موجودگي ۾ غفار مسودو کڻي آيو هو. جيڪو اڄ ڪراچي کان پوسٽ ڪري رهيو آهيان. اهو مسود و جڏهن اوهين ڪراچي ايندا تہ پوءِ ڪتابت جي حوالي ڪيو ويندو.

ٻيو ضروري ۽ اهم ڪم هي آهي تہ اسان جي محب فقير علي احمد مسڻ سجاده نشين درگاهہ حضرت فقير صوفي القادري عبدالله مسڻ عليہ رحمت جي شادي خانہ آبادي 26 مئي 1979ع جمعي جي شام ڇنڇر جي رات منعقد ٿي رهي آهي. پنج هزار ڪارڊ ڇپجي رهيا آهن. اوهان کي ڪارڊ پرنٽ ٿيڻ کانپوءِ ارسال ڪيو ويندو.

شادي جي سلسلي ۾ اوهان کي معرڪة اعليٰ سهرو لکڻو آهي.
جيڪو هفتي جي اندر روانو ڪريو ته جيئن فنڪاران ريهرسل ڪن
۽ شادي جي موقعي تي سازن تي ڳائڻ ۽ وڊيو پرين سهري لاءِ خاص
تاڪيد آهي، اهو سهرو تاريخي حيثيت جو حامل ٿيندو.
ٻيو خير علي نواز ۽ ٻين احبابن کي سلام

مخلص

**عبدالڪريم 'تابان'**

مئنيجر

مڪلي پرنٽرس، نيشنل هاءِ وي ٺٽو



---



**بخدمت جناب استاد محترم فيض صاحب!**

**السلام عليڪم!**

**بعد گهڻن ادبن سان لِکجي ٿو ته هت هر طرح جي خيريت آهي ۽ اوهان جي خير عافيت لئہ شب روز نيڪ مطلوب آهيان.**

**احوال عرض ته اوهان جو لکيل نوازش نامو مليو پڙهي ڪري دِل کي ايڏي خوش ٿي جو ڇا بيان ڪريان.جناب استاد صاحب اوهان خط ۾ ڪراچي جو پروگرام لکيو هو. مگر ڪجهہ مجبورين سبب نہ اچي سگهيس، ان لئہ معذرت خواه آهيان ۽ وري ڪراچي کان موٽي اچڻ کان بعد اوهان خط لکيو جنهن ۾ اوهان تنظيم فکر و نظر جي پروگرام بابت آگاه ڪيو پوءِ حد کان وڌيڪ خوش ٿيس ۽ پڪ ڪيم ته توهان مونکي واقعي پنهنجو شاگرد ڪيو آهي. شايد اهڙي لائق جو نہ هيم.**

**جناب استاد صاحب هن ٽائم منهنجي طبيعت تمام خراب آهي، اج ٻيو ڏينهن آهي جو مونکي بخار آهي ۽ هي خط بہ بخار دوران لِکي رهيو آهيان. دُعا ڪيو ته خداوند ڪريم پنهنجي فضل سان شفا عطا**

ڪري تہ جيئن اهڙي مسرت ڀري محفل ۾ شريڪ ٿي سگهان جن ۾ شريڪ ٿيڻ جي لئہ سالن کان آس هئي. انشاءَالله تعالي انهي پروگرام ۾ ضرور شامل ٿبو. آمين.

اوهان جو مخلص

**غلام مرتضيٰ فياض گڏاڻي**



---



جشن آزادي مبارڪ

محترم جناب غالبِ سنڌ فيض صاحب!

السلام عليڪم!

گذريل سالن وانگر هن سال بہ جشن آزادي ڌوم ڌام سان ملهائڻ لاءِ رنگا رنگ تقريبات جو اهتمام ڪيو ويو آهي. جنهن ۾ محفل مشاعره مورخہ 91_8_13 بوقت 8:00 وڳي رات بمقام پريس ڪلب جيڪب آباد ۾ منعقد ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو آهي. جنهن جو مهمانِ خصوصي جناب خالد محمود سومرو ڊپٽي ڪمشنر جيڪب آباد جن هوندا.

اوهان کي گذارش ٿي ڪجي تہ هن محفل ۾ شريڪ ٿي پنهنجي ڪلام سان سامعين کي نوازيندا.

وقت جي پابندي لازمي آهي

والسلام

ڪنوينر مشاعره ڪميٽي: **غلام مصطفيٰ جوکيو**

اي ڊي ايم جيڪب آباد

سيڪريٽري مشاعره: **قطب الدين تاب**

زيرِ اهتمام: پريس ڪلب جيڪب آباد.



---

✍

محترمي و مڪرمي جناب فيض صاحب! دائمِ برڪاته

آدابِ و السلام

اُميد تہ هر طرح سان خيريت هوندين!

مون وٽ پاڪستان نيشنل سينٽر ۾ هر ٻئي ٽئين ڏينهن تي پروگرام ٿيندا رهندا آهن. اوهان ڪڏهن بہ حيدرآباد ۾ آهيو تہ اوهين منهنجي ڪنهن نہ ڪنهن پروگرام جي ضرور صدارت ڪندو يا مهمانِ خاص هوندؤ. چاهي پروگرامن جي نوعيت ڪهڙي بہ ڇو نہ هجي. اُن ڪان علاوه مشاعرو بہ ڪري وٺبو. پنهنجي آمد جو اطلاع اڳواٽ ڏيندا.

اوهان جنهن دوا تي صحتمند زندگي گُذاري رهيا آهيو اُن لاءِ مون بہ گُذارش ڪئي هئي. ۽ حڪم موجب ان جو خرچ بہ اسلام آباد ۾ ڏِنو هئم. اُميد تہ اوها دوا ٺهرائي، ٽُرت ارسال ڪندؤ مون کي اُن جو ڪافي انتظار رهي ٿو.

اُميد تہ اها ياءُ نواز ۽ ٻيا دوست احباب سڀ خوش باش هوندا. سيني کي منهنجي طرفان سلام ۽ دُعائون.

فقط خير انديش

**عابد لغاري**



---

✍

مڪرم و محترم فيض بخشاپوري صاحب!

السلام عليڪم!

اوهان کي بخوبي معلوم هوندو تہ آئون ماهوار رهبر پبليڪيشن (ڊائيجسٽ) حيدرآباد مان ڪيندو آهيان. جنهن کي ٽي سال ٿي ويا آهن. معمولي مطابق هن سال آڪٽوبر ۾ رهبر جو ٽيون سوالنامو "ادبي

جواهر" ڪڍان پيو. جو چار سئو صفحن تي مشتمل هوندو.

هن خاص پرچي ۾ آئون اوهان جي مڪمل شاعري پيش ڪرڻ گُهران ٿو. ان لاءِ براءِ ڪرم پنهنجي چونڊ شاعري جلد از جلد عنايت ڪندا. تہ عين نوازش.

وقت گهٽ هئڻ سبب اها هفتي ڏيڍ اندر موڪلي ڏيندا.

والسلام

ناچيز

**عابد لغاري**



---



**محترم فيض بخشاپوري صاحب.**

**السلام عليڪم!**

توهان جو نوازش نامو مورخہ 20 نومبر 88ع پهتو. ياد فرمائيءَ لاءِ شڪريو.

مهراڻ رسالي جا هن سال جا شايع ٿيل بہ پرچا 2.1 88ع ۽ 3. 88ع توهان کي تحفو ڪري موڪلي رهيا آهيون. بوڪ اسٽال مئنيجر کي اهڙي هدايت ڪئي ويئي آهي، ڪانئن بئي رسالہ توهان کي ٽپال ۾ رجسٽر ٿي جلد ملندا.

مهراڻ 2.1 88 ۾ توهان ڏسندا تہ محترم امير علي چانڊئي جو جناب تاج بلوچ جي ڪلام جي مجموعي "خوشبوءَ جو زهر" تي اڀياس شايع ٿيو آهي. اسان کي خبر ناهي تہ چانڊئي صاحب توهان جي ڪلام تي بہ ڪو مضمون لکيو آهي، اگر ان قسم جو ڪو مواد اسان کي مليو تہ اسان ان جي اشاعت وڏي شوق سان ڪنداسين. بلڪ توهان جهڙي بزرگ، قادرالڪلام ڪنهن مشق شاعر جي ڪلام تي مضمون ڇاپڻ ۾ هڪ لحاظ کان خوشي محسوس ڪنداسين.

مهرباني ڪري مذڪوره پرچن ملڻ جي پهچ ڪان واقف ڪندا.
اُميد تہ هر طرح خوش بهار آهيو

خلوص سان

**(حبيب الله صديقي)**

سيڪريٽري/ ڊائريڪٽر

**جناب فيض بخشاپور صاحب،**

**درويش خدا مست فيض بخشاپوري،**

**ڊومڪي هائوس جيڪب آباد.**

**ڪاپي اطلاع مئنيجر صاحب بڪ اسٽال حيدرآباد.**



---



**بخدمت استادِ محترم فيض بخشاپوري صاحب**

**السلام عليڪم!**

**بعد از خير دعائي مقصد گذارش تہ آنجناب جو مشفقانہ مڪتوب موصول ٿيو جنهن مان واضع طور تي سائين جي تخلص (فياضي، فيض) جي خوشبوءِ محسوس ڪيم.**

**آءُ نہ ڪو اديب آهيان ۽ نہ شاعر، بس فقط علم و ادب جي خادم بڻجڻ جو شوق و فرت سان اٿم. سائين جن سان مراسلت ۽ بعد از مراسلت سائين جن جي جوابي نوازشات بنده کي هڄ نئون حوصلو عطا ڪيو ۽ حلقئہ احباب ۾ عزت افزائي ٿي جيڪو بَجا طور تي فياض لاءِ هڪ اعزاز آهي.**

**درحقيقت شاعر معاشري جو ترجمان ۽ معاشرتي اقتدار جو نمائندو هوندو آهي ۽ آنجناب جهڙي ريت انهي حق کي نباهيو ۽ ادا ڪيو آهي تنهن تي بجا طرز دنياءِ شعر و سخن اوهان کي داد ڏيندي جناب هي تڪلف يا تصنع ناهي بلڪ پرخلوص دلي جذبات ۽ قلبي**

ڪيفيات آهن جيڪي هڪ شائق خدمتِ علم و ادب جي قلم مان آسماني ادب جي هڪ درخشنده ستاره بلڪ بدر منير جي خدمت ۾ بطور نذرانہ ادب تقديم ٿي آهي.

اميد تہ پرخلوص جذبات کي تحسين جي نظر سان ڏٺو ويندو.

آخر ۾:

سون، چاندي ذر نہ دولت ٿي کپي،
بس انسان کي اي برادر محبت ٿي کپي.

مراسلي جي موٽ لاءِ هر وقت چشم براهہ رهندس.

واسلام

**حقير**

**فياض غلام مرتضيٰ گڏاٽي**

C/o گڏاٽي آئرن اسٽور ميرپور

P/o ميرپور ماٿيلو ضلع سکر

مورخہ 1988 .6 .23



---



عظيم المرتب قبلہ فيض صاحب سلامت رهين.

السلام عليڪم!

بعد بين طرفن خيريت آمين ثم آمين

مطلب تہ احوال خدمت شريڪ ۾ هن طرح سان نسبت آهي تہ سائين جن اوهان سان ڪجهہ وقت اڳي ملاقات ٿي هئي انهي ڪان بعد نہ مون جو خط لکيو ۽ نہ اوهان سائين معاف ڪندا مونکي واندڪائي بہ ملي سگهي انهي سبب مان خط نہ لکي سگهيس اميد اٿم هن خط پهچڻ شرط جواب ڏيڻ فرمائيندا تہ نهايت ٿورائتو ٿي رهندس پيارا استاد بلڪل نيڪ آهيان اوهان جي خير عافيت لئہ شب روز نيڪ

مطلوب آهيان.

سائين مهرباني ڪري پنهنجي طبيعت جي حقيقت کان آگاهه ڪرڻ فرمائيندا مهرباني.

ٻيو ڪو خاص احوال ڪونه آهي جو اوهان سائين جن جي اڳيان بيان ڪريان آخر ۾ السلام قبول پون

واسلام بنده

**غلام مرتضيٰ مظهر گڏاٽي**

C/o گڏاٽي آئرن اسٽور ميرپور ماٿيلو

ضلع سکر

مورخه نومبر 1988



---

جي مون موڙهي مَتِ، تہ تون پاڻ سجاڻج سُپرين،
اَصل آواين جا عيب ڏِڪين تون اُت،
ايءَ پرين تنهنجي پَتِ، جو وِلهيون ڍَڪين وَلَها.
(شاهہ لطيف رح)

محترمي سائين حضرت "غالب سنڌ" فيض بخشاپوري

السلام عليڪم!

سنڌ جي سونهن ۽ سڳنڌ سهڻي سيّد شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رح. جي حضور ۾ عقيدت جا گُل پيش ڪرڻ لاءِ هن سال بہ ڪُل پاڪستان شاهہ عبداللطيف ڀٽائي ڪانفرنس منعقده 14،13 آڪٽومبر 1988ع جي موقعي تي ڪُل سنڌ، سنڌي اردو مشاعري جو اهتمام ڪيو ويو آهي.

اوهان کي بہ ان موقعي تي "لطيف سائين" جي حضور ۾ گُل

انشائي ۽ عقيدت جا موتي پيش ڪرڻ لاءِ دعوت عرض رکجي ٿي.

اُميد تہ هن باوقار ۽ مانَ واري مجلس ۾ شامل ٿي لطيف سائين جي شيدائين جي لسٽ ۾ پاڻ ڳائيندا.

ڪانفرنس جو افتتاحي اجلاس 13 آڪٽومبر 1988ع صباح جو ٿيندو. طعام قيام جو انتظام "تنظيم فڪر و نظر سنڌ" جي ذمي هوندو ۽ مُناسب سفر ۾ خرچ پيش ڪيو ويندو.

**نديم انصاري**

**(ولي محمّد "نديم" انصاري)**

چيئرمين

چوٿين بہ روز گل پاڪستان شاهہ عبداللطيف ڀٽائي ڪانفرنس



---



عظيم المرتب قبلہ فيض صاحب سلامت باشِد

السلام عليڪم!

بعد از حمد و ثنا جي عرض تہ هِت سڀ خيرو عافيت آهي اُميد تہ اوهان صاحب بہ خوش و خرم هوندو آمين.

قبلہ هڪ مُدت کان نہ اوهان سان مُلاقات ٿي سگهي آهي نہ ئي خط و ڪتابت رستي اوهانجو حالاحوال معلوم ٿي سگهيو آهي، مون کي اوهان سان ملاقات لاءِ ڏاڍو ايشان آهي پر خدا ڪري تہ موقعو ملي جيئن اوهان سان ملون ۽ روبرو حال احوال وٺون.

ڪجهہ ڏينهن ٿيندا جو مُنهنجي والد بزرگوار جو تبادلو ٿي ويو آهي هاڻ ڪيس لاهور مان نواب شاهہ مقرر ڪيو ويو آهي ۽ اسان جا گهر وارا نواب شاهہ رهڻ لڳا آهن. مان تہ نواب شاه رهندو آهيان، ڪلهہ ٽيون ڏينهن مورو آيو آهيان جو هتي منهنجا ساليانہ امتحان ٿي

رهيا آهن. ’دعا ڪندا تہ امتحانن ۾ ڪامياب ٿيان‘.

مان ڪجھہ ڏينهن اڳ اوهان ڏاهن هڪ نامہ ارسال ڪيو هو اُميد تہ اوهان کي مليو هوندو. اُن ۾ مون پنهنجي ڪافي تفصيلي حال احوال درج ڪيو آهي. اڃا سوڌو مون کي ڪا بہ مُلازمت نہ ملي سگهي آهي. البتہ مُلازمت جي تلاش ۾ آهيان. منهنجو چاچو ولايت کان موٽي آيو آهي ۽ منهنجي نوڪري لاءِ ڪوشش ڪري پيو:

اڄ ڪلھہ مان مُڪمل طرح سان چاڪ نہ ٿو رهان مهيني اڳ حيدرآباد ۾ سخت بيمار ٿي پيو هوس جنهن ڪري ڪمزوري محسوس ٿي ٿئي. اوهان اسان جي مُڪمل صحتيابي لاءِ دعا ڪرڻ فرمائيندا ساڳي طرح سان دربار، دو جهان ۾ اسان بہ دست بہ دُعا آهيون تہ هو اوهان کي رحمت آجر عطا فرمائي جيئن اوهان پنهنجي ڪلام سان وڌ کان وڌ خلقِ خدا کي فيض ڏئي محضوظ ڪري سگهو. ڪجھہ عرصو اڳ اوهان تعزيتي خط ۾ لکڻ فرمايو هو تہ اوهانجو اُردو ڪلام زير طبع آهي هاڻ خبر ناهي تہ اُن جو ڇا ٿيو مان سمجهان ٿو تہ يقيناً منظرِ عام تي اچي ويو هوندو ۽ اربابِ دانش و بصيرت لاءِ ڪشش جو باعث ٿيو هوندو.

عبدالڪريم تابان صاحب جن ڪيئن آهن. جيڪڏهن اوهان سان ملاقات ٿئي تہ بنده جا نياز عرض رکندا.

جيڪڏهن اُردو ڪلام جو ڪو پرچو موجود هجي بنده ناچيز کي ضرور عنايت ڪندا جنهن لاءِ مان اوهان صاحبن جو هميشہ شڪر گذار رهندس.

اڄ ڪلھہ تہ اسان شهرِ نگاران کان ڇڙ تہ مڪمل بيگانگي اختيار ڪئي آهي. سال ۾ ڪو هڪ دفعو مُشڪل سان ڪراچي وڃڻ ٿيو هوندو اهو بہ ڪنهن ڪم سان!! باقي تمام وقت غور و فڪر ۽ مطالعي ۾ گذري ٿو هڪ طرح سان گوشہ نشين رهي زندگي گُزاري رهيا آهيون.

اوهانجي ملاقاتن جي يادن جو سلسلو شروع ٿيندو آهي ته ڏاڍوخوش ٿيندو آهيان. هوئن به نيڪ انسانن جي محبت وڏي نعمت آهي.

پيو هر طرح سان خير آهي

بنده جا گهڻا سلام پنهنجي فرزند کي ڏيڻ فرمائيندا ۽ نياز و سلام اهلِ دانش کي به ضرور ڏيندا.

فقط نياز مند

**خالد سليمان قاضي**

الصادق ڪالوني مورو

نوشهروفيروز سنڌ.



---

معلي القاب حضرت فيض صاحب

السلام عليڪم!

قبله اوهانجو نوازش نامو موصول ٿيو پر جواب ۾ تاخير ٿي ان جي وجه بنده جي طبيعت جي ناسازي آهي. دراصل ڪجهه روز اڳ مون کي گُرُدي ۾ تڪليف محسوس ٿيڻ لڳو ۽ پوءِ پيشاب رستي رت اچڻ لڳو بهرحال طبيعت ڊاڪٽر کي ڏيکاري وئي جنهن دوائون ڏنيون. هن وقت طبيعت ڪافي بهتر آهي. اوهانجي طبيعت جو معلوم ڪري ڏاڍي تشويش ٿي، جو اوهان صاحب ڪُجهه عرصي کان بي چين گُذاري رهيا آهيو. الله غفورو رحيم آهي. پنهنجي ڪرم سان اوهان کي بلڪُل چاڪ ڪري ڇڏيندو.

بنده بارگاهي خدا ۾ دست به دعا آهي ته هو اوهانکي ڪامل صحت عطا ڪري ۽ اوهان پنهنجو قلم رستي علم و ادب جي خدمت ڪندا اچو.

دراصل مان بہ ڪافي عرصي ڪان ڪيڏانهن نڪري نہ سگهيو آهيان ان جي وجہ بيماري مان پيدا ٿيل بي چيني آهي. ڏٺي سيني تي رحم ڪري، جيڪڏهن مان بلڪل ٺيڪ هُجان هان تہ اوهان سان ملڻ ضرور اچان ها پر ناچاڪائي نسورو نرہل ڪري ڇڏيو آهي ان ڪري اوهان سان معزرت ڪيان ٿو.

قبلہ جيئن جيئن وقت گُذرندو وڃي ٿو تيئن تيئن جياپو دشوار ۽ مهانگو ٿيندو وڃي ٿو ۽ اسان مان بہ شڪر ۽ قنائيت نڪري ويو آهي جنهن ڪري هميشہ پريشان آهيون. پر ان ڪان علاوہ ڏوھ ڪُجھ نظام جو بہ آهي ڇو تہ هِن معاشري ۾ هر ماڻهو تہ خراب ناهي، ڪي اعليٰ اخلاق جا صاحب بہ آهن ۽ نهايت سچا ۽ ايماندار آهن پر اُهي بہ هِن گهٽائي ۾ پيڙجي رهيا آهن. بهرحال زندگي تمام تر تضادات جي باوجود خوبصورت آهي. ۽ اِنسان کي خُدا جي رحمت مان نااُميد نہ ٿيڻ گهرجي بالاخر ضرور هي نظام بہ سُڌري ويندو پوءِ ان جي وجہ ڪابہ هُجي انقلاب هجي يا حُڪمرانن ۾ ايمان جي قوت جو اضافو هجي.

وڌيڪ سمجھ ۾ نٿو اچي تہ ڇا لکجي ٿورو لکيو گهڻو سمجهندا. بندہ کي دُعا ۾ ياد ضرور رکندا.

فقط اوهانجو خيرانديش

**خالد سليمان قاضي**



---



بخدمت جناب معلي القاب غالبِ سنڌ فيض عالم

السلام عليڪم!

حمد و ثنا بعد عرض تہ بخيريت آهيان اُميد تہ اوهان صاحب بہ خير و خوش سان پنهنجي ڪڪين ٿيا هوندو آمين! حضرتا اوهانجي گُفتگو مون تي نهايت اثر ڪيو آهي يقين ڄاڻو اوهان سان مُلاقي تي

پنهنجي روح کي راحت نصيب ٿي آهي خدا اوهان کي خوش و خرم ۽ آبادو شادمان رکي آمين زينتِ چمن آهيو اوهانجو ڪلام گويا عالمِ غيب جي فرشتي جي ٻولي آهي تحقيق اِها دعويٰ صحيح ۽ سالم آهي. جنهنجو قلب روشن هوندو ان جي دهان مان اِها ئي گفتگو ٻڌڻ ۾ ايندي آهي.

مان اوهانجي ڪلام کي بار بار پڙهندو آهيان واقعي اُن مان شراب دو آتشہ جو سرور ۽ ڪيف حاصل ٿئي ٿو اوهان کي داد نہ ڏيڻ يعني پنهنجي ضمير سان ڌوڪو ڪرڻ آهي، اوهانجو ڪلام بلڪل مستحق تعريف آهي اوهانجي ڪلام کي جيترو وڌيڪ ٿو پڙهان اوترو وڌيڪ ٿو سمجهہ ۾ اچي ۽ سڪونِ قلب بہ حاصل ٿئي ۽ حيرت بہ ٿئي ٿي تہ واقعي هي تخيل ڪنهن اِنسان جو آهي!!!

تحقيق اوهانجي مستي الستي آهي.

اگرچہ فيض کي مستي الستي آ مگر ساقي؟
زبان فهميده فهميده طبع سنجيده سنجيده!

فيض

اوهانجي ڳوٺ واپسيءَ کان پوءِ مون اوهانجي ڪلام کي دل کولي پڙهيو آهي يقين ڄاڻو حيرت ۽ مستيءَ جا باب نظر مان گُزريا آهن ۽ ڪيف و سرور تاري ئي تاري رهيو آهي. خرابات جي وصل کان پوءِ اوهانجي تخيل کي ڏسندي مون کي حال تاري ٿيو ٿو پوي!!!

اوهان غزل جي صف کي معنويت بخشي آهي ۽ اُن کي اڳي کان وڌيڪ رنگين ۽ دلڪش بڻائي ڇڏيو آهي دل چوي ٿي تہ خلق اڳيان اوهانجو ڪلام ئي زبان تي رهي، مان اڪثر و بيشتر دوست حضرات کي اوهانجو ڪلام ٻڌائيندو رهندو آهيان ۽ هو صاحب بہ محفوظ ٿيندا رهندا آهن.

اوهانجي ڪتاب جي ورق گرداني ڪندي هڪ شعر تي نظر پئي اُهو شعر هي آهي.

از سرِ نو اي خدا! تعمير ڪر ڪوئي جڳہ
يہ ڪروڙون سال ڪي جنت پُراني هوگئي

فيض

واه جو شعر آهي ۽ ڇا مضمون آهي ڄڻڪ ڪو غواص پاڻيءَ جي تهہ مان موتي ڪڍي آيو هُجي سبحان الله هڪ ٻئي هنڌ اوهان فرمايو آهي.

خطا کرنے سے پہلے خلد، میں آدم نے یہ سوچا
خدا کے حوصلوں کا ہم بھی تو کچھ امتحان کرلیں

گهٽ ۾ گهٽ منهنجي نظر مان ڪو اهڙو شاعر نہ گذريو. آهي جنهن هِن مضمون کي ايتري فصيح ۽ بليغ انداز ۾ نڀايو هُجي، توهان غزل کي لاجواب ڪري ڇڏيو آهي. سائين جيئڻ مان چوندو رهندو آهيان تہ اوهانجي شعر جي جيتري تعريف ڪجي گهٽ آهي.

مان جيڪو ڪجهہ چئي رهيو آهيان اِها منهنجي دل جي زبان آهي اِن کي تعريف هرگِز نہ سمجهندا. جيڪو ڪجهہ چيو اٿم سچ چيو اٿم خدا اوهان کي خوش ۽ آباد رکي اوهانجو ميڪده هميشہ هميشہ کُليل رهي ۽ مڙوئي سڏڙيا اُتان معرفت جو شراب نوش ڪري ڪامل ٿي وڃن ۽ پنهنجي حقيقي منزل ڏانهن روانہ ٿي وڃن ۽ فرزانہ سڀ توانہ ٿي وڃن.

دُنیا نہ مقام گُفت ونے جائے نشست
فرزانہ درد خراب اولی ترمست
برآتش غم زبادہ آبے می زن
زاں پیش کہ در خاک روی بار بدست

حکم عمر خیام

ويچارڙي عمر خيام بہ بالڪل ٺيڪ فرمايو آهي تہ هيءَ دنيا دل لڳائڻ جي قابل ناهي اُهوئي هِتي خوش آهي جيڪو آهي مدهوش ۽ غافل، وساءِ غم جي باه کي شراب جي ڦڙين سان! جيڪڏهن غمزده ئي

هتان وئين تہ چا حاصل سو سائين ظاهري شراب تہ بهانو آهي درحقيقت پسي پرده مئي معرفت جي طلب آهي.

دُنيا جي طلب بيڪار آهي اِهو گويا صحرا تي واريءَ جو ڪوٽ اڏڻ آهي جيڪو هوا جي هڪ جهونڪي بعد نظرن کان اوجهل ٿي ويندو. اسان يار سان ملڻ لاءِ خواهان آهيون ۽ گڏو گڏ جُستجو بہ جاري آهي هاڻ ڏسون تہ ڪڏهن تو ديدار وصل ڪرائي!

اوهانجي ڳالهہ ڪي مان پورو ڪندو اچان منهنجو مطالع جاري ۽ ساري آهي نئون فڪر ۽ خيال نظر مان گُذرندو رهندو آهي منهنجو مطلب آهي تہ انگريزيءَ جا بابِ اسرار پنهنجي حقيقت ظاهر ڪندا نظر ايندا آهن.

هر شي ڪي پنهنجي هڪ حقيقت آهي پر وجود هڪ وڏي حقيقت آهي جنهن ڪي سمجهڻ نهايت ئي ضروري آهي.

اسانجو خاڪي جسم تہ فنا ٿي ويجي ٿو پر روح برقرار رهندو آهي پوءِ ڪٿي جسم کان ڌار ٿي ويجي ٿو!

شنوازنی چوں حکایت می کند
وز جدائہا شکایت می کند
رومی

آورد، بہ اضطرارم، اول بہ وجود
جز حیرتم ازحیات، چیزے نہ فزود
رفیتم بہ اکراہ وندانیم چہ بود
زین آمدن وجودن خیام ورفتن مقصود

سو سائين اُٿياسين دُنيا مان باڪراه اِنهيءَ اُلجهن ۾. تہ چو آياسين ۽ وڃڻ مان چا آهي مقصود.

سوقبلہ وجود جي حقيقت ڪي سمجهڻ واسطي ڪتبهائي رنگين جو سهارو وٺندو آهيان.چو تہ اُنهن جي دوستن ذريعي راز ۽ اسرار جون

ڳالهيون معلوم ٿين ٿيون ۽ حقيقت انسان عيان ٿيو پوي!!!..

ڪڏهن ڪڏهن "وجود" ڏانهن عنوان ڪندو آهيان ته ان جي موجودگيءَ جو سبب ڇا آهي؟فورا اندر مان جواب ايندوآهي ، ته اها هڪ حقيقت آهي جيڪا اوهان ڪي فطرت جي درياءَ جو غواص بڻائي ٿي ۽ حق جو ديدار ڪرائي ٿي.سائين مون ڪي ته حسين شيون باعث رهنمائي خراباتي لڳن ٿيون ڇو ته انهن جي مدد سان ئي اسان آشنائي جو سچ ڏسون ٿا. مان اُنهن ڪي جلوه ذاتِ مطلق چوندس!! هوئن به بزرگانِ دين چئي ويا آهن. ته همه اُوست" مڙوئي اُهو آهي. واقعي هر طرف اُهو ئي آهي

"هر ڪنهن صورت آپ الله،

ٻيو ڪو ڄاڻڻ محض گناه."

سائين اسان ته ان حقيقت ڪي سچ تصور ڪيون ٿا. مٽيءَ جي بوتي اندران "حقيقت" سيئي ڪيل ڪيڏي رهي آهي. "امر ربي" ئي هستيءَ جو سبب آهي!!!

اسان نادان ۽ بيخبر رهون ٿا ڪڏهن به پنهنجي پاڻ ڏانهن غور نه ٿا ڪيون! جيڪڏهن اسان ڪي ان حقيقت جي آشنائي ٿي وڃي ته شايد معرفت جا دروازه تا دم آخر کليل رهندا.

ڪلام پاڪ ۾ هڪ هنڌ آهي ته: "انسان ۾ الله تعاليٰ پنهنجو روح ڦوڪيو هو جنهن ڪري ملائڪ به سجود و سلام ڪندا رهيا. واقعي اِنسان ڪي خدا افضل بڻايو آهي.

سائين هي خط ڪجهه ڏينهن اڳ يعني جڏهن اوهان ڪراچيءَ کان ڳوٺ روانه ٿيا هُئا تڏهن جو لکيل آهي ڪجهه ڪتاب هيٺ مٿي ڪندي هٿ لڳي ويو ڏٺم پنهنجو فرض سمجهيم ته ان ڪي سائين جن جي حضور پيش ڪيو وڃي !! اميد ته قبول پوندو.

اوهانجي ڪلام ۾ ڪافي هنڌن تي اهڙيون حڪايتون ملنديون بيان ڪيل شعر ۾ اوهان عطار ۽ سچل رح جي سڪ لاتي آهي. فطرت جي شاهڪار ڪي بيان ڪرڻ لاءِ پهرين ڪسوٽي آهي. علم جنهنجو

اوهان وٽ قلزم بيڪنار آهي.

هي ڪسوٽي آهي دل ۾ اُن ۾ "درد" درد تڏهن تو پيدا ٿئي جڏهن عشق اچي ٿو. دل ۾ آکيرو ڪري!!!.

عشق بنا هرشي ثانوي حيثيت رکي ٿي. هرشي کي لاجواب ڪندڙ عشق آهي. جئين تہ اِن حقيقت جي پُٺ پرائي سچل سرمست رح ڪري ٿو.

اے پسر! بجز عشق دیگر راہ نیست
عشق سلطان است دیگر شاہ نیست

سچل سرمست رح

اوهان جي ڪلام ۾ قلندرانہ مستي آهي جيڪا سرِ بازار عشق جو اظهار ڪري ٿي. عشق جو آکيرو ٿيڻ ڪان پوءِ اِنسان جي دل شيشي وانگر صاف شفاف ٿي وڃي ٿي.

عشق جو اظهار مرد ڪامل ڪندا آهن سڏڙيا ان راهہ جي تڪليف جو ٻڌي ڪناره ڪش ٿي ويندا آهن.

عاشق 'صادق بقا باالله جي درجي تي پهچي وادي وحدت ۾ غوطہ زن ٿي ويندا آهن ۽ ٻيائي جي ٻولي ڪين ٻوليندا آهن.

جنهن وٽ عشق ناهي سو عاشق جي منزل جو اندازو نہ لڳائي سگهندو. درد جو هُجڻ ضروري آهي. اوهان باخبر آهيو اوهان ڪان وڏيڪ ڪير تو هِن حقيقت کي سمجهي سگهي. عشق جي باه اِنسان کي پارس ڪري ڇڏي ٿي بشرط ڪہ اُن ۾ ٻيائي نہ هُجي.

فقط اوهانجو خير انديش
**خالد سليمان قاضي**



---

عظيم المرتبت حضرت قبلہ غالبِ سنڌ فيضِ عالم صاحب

السلام عليڪم!

حمد وثنا بعد عرض تہ مڪتوب گرامي اوهان صاحبن جو واصل ٿيو مان ڪهڙي مُنهن سان اوهان جو شڪريہ بجا آڻيان مون وٽ الفاظ ئي ڪونهن، پوءِ بہ لک ٿورا بي انداز مهربانيون.

خدا اوهان کي آباد ۽ شاد رکي گلستانِ شعر و سُخن جي زينت آهيو. اوهان گلِ تسبم وحنزان وانگر آهيو جيڪو هر ڪنهن لاءِ باعث فرحت و تسڪين آهي، اوهانجي فيض جي خوشبو اسانجي ماحول کي معطر ڪري ڇڏيو آهي، محفلن ۾ اوهانجي موجودگي ماحول کي رنگا رنگ ڪري ڇڏي ٿي، ايترين خوبين جا مالڪ تمام ٿورا ملندا.

مطالع ڪلام کان پوءِ اوهانجي تعريف فطري ٿي وڃي ٿي ڇو تہ اُن ۾ فطرت جي شاهڪارن کي موضوع بڻايو ويو آهي ۽ نئين رونق بخشي وئي آهي.

اوهانجو ڪلام عشق جو بحر بي پايان آهي جنهن ۾ "تعريف لائق" کي ئي چزدِ شعر بڻايو ويو آهي.

اوهانجي خيالات واحساسات کي تصوف جو رنگ چڙهيل معلوم ٿي ٿو جو حقيقت ۾ آهي بہ!!!

اوهان هڪ جاءِ تي ڪيڏي نہ خوب ڳالهہ ڪئي آهي.

تون جلوه نما دل ۾ ڪيان ڪعبي کي سجده

مٿيءَ ۾ ملائڪ مان ڪڏهن فيض سِر نہ گُهران ٿو

اوهانجي اندر جو چراغ ظاهر ٿي چُڪو آهي جيڪو شبِ ڏکو ۾ روحاني روشني فراهم ڪري رهيو آهي اِن اندر جي چراغ جي سچل سرمست ڪيڏي واضح انداز ۾ تشريح ڪئي آهي.

همچو فانوس اس جسمت اي پسر!
شد چراغ نو رجانت سربسر،
اندرونش شد چراغ آن بنهان،
پاره ڪُن فانوس را اي نوجوان.

ماشاالله سان اوهان وٽ شعور جو خزانو آهي جو وقت بہ وقت عام ڪي حڪايت دراز ڪان آگاهي ڏيندو رهي ٿو. اوهانجو روحاني حواص اسان جهڙين سڌڙين ڪي شين جي اندروني حقيقت ۽ ساخت جي آشنائي ڏئي ٿو.

حق موجود آهي پر اسان اکين تي حرص ۽ حوص جا پردا چاڙهيو ويٺا آهيون جنهن ڪري هر دفع نا آشنا رهجي وڃون ٿا. لالچ جو لباس هڻ ڪان پوءِ ئي حق جي حقيقت معلوم ٿيندي جڏهن هِن دنيا ڪي فاني سمجهيو تڏهن ئي دلدار ڪي ويجهو ڀِبو اسان دلدار ڪي محض مسجد ۽ مندر ۾ ڳوليون ٿا جڏهن تہ هو هر طرف موجود آهي وڏي ڳالھ تہ اسان ڪي شاه رڳ ڪان بہ وڌيڪ قريب آهي.

”هر طرف ساجن ٿو وسي، هستي چڏي هوشيار ٿي“

بيدل فقير روهڙي

منهنجي نزديڪ تخليق جو هر شاهڪار حق آهي چو تہ اُن جو تعلق ۽ ان جي موجودگي حق جي طرف ڪان آهي. گل جي خوشبو ۽ رونق حق حق هيڪار آهي. مون اوهان جو ناياب ڪتاب خمخانِہ فيض ڏاڍي چاه وِچان مطالع ڪيو آهي، اوهانجي ڪلام منهنجي روح ڪي راحت پهچائي آهي.

اوهان ڪنهن هنڌ تہ ڪمال ڪيو آهي ڪتابن جون ڳالهيون جملن ۾ بيان ڪري ويا آهيو.

هن ننڍي ڪتاب ۾ اوهان ڪائنات ڪي سمائي ڇڏيو آهي، گويا ڪوزي ۾ قلزم بند ڪري ڇڏيو آهي.

اوهان نظر جو شراب نوش ڪري ڪيف و سرور جون ڳالهيون

بيان ڪيون آهن. اُها نگاهہ ڪنهن ڪنهن کي حاصل ٿيندي آهي.

اوهانجي ڪلام ۾ حافظ و خيام واري حڪايت نظر اچي مستيءَ جي عالم ۾ قلندرانہ ڪلام ڪيو ٿا.

جُهڪي چو نہ سر جبريل تي
ميسر آ مقامِ قبلہ آگاهي
فيض

حضرت عثمان مرونديءَ بہ ڪجهہ اهڙي ئي ڳالهہ ڪئي آهي فرمائن ٿا.

امروز شاهِ شايان صيان شدانت تارا.
جبريل با ملائڪ دربان شدامت مارا.
روح الاميد سوزديڪ موئي اڪر بخبر.
ير صبح وشام آنجا. طِراب شدامت مارا.

شهباز قلندرؒ ڏانهن منسوب ڪيل آهي وڏيڪ خدا تو بهتر ڄاڻي تہ هي ڪلام ڪنهنجو آهي.

اوهانجو اندازِ بيان تعريف لائق آهي چو تہ موثر انداز ۾ پيش ڪيو ويو. خدا اوهان کي خوش و خرم رکي ۽ صحتِ آجلہ عطا فرمائي آمين.

وڏيڪ خير والسلام
طالب دعا نيازمندانا
**خالد سليمان قاضي - ڪراچي**



---



سدا سلامت خوش باش هجو قبلہ گاهہ حضرت فيض بخشاپوري صاحب

السلام عليڪم!

بعد دعائن جي احوال تہ اوهان باوجود طبيعت جي ناچاڪي جي

ديوان مير تي نظر وجهي مونکي بيحد ٿورائتو ۽ احسانمند ڪيو آهي.
اگرچہ اوهان جي شهرِ آفاق ڪلام اڳيان منهنجو هي ڪلام سج کي
ڏيئو ڏيکارڻ برابر آهي تڏهن بہ مان چاهيان ٿو پارس سان لوهہ لڳي
اگر پارس نٿو ٿئي تہ بہ سون تي پئي ٿو. بلو چڪي ناتي تہ اوهان
منهنجا قابلِ احترام چاچا آهيو. ليڪن غائبانہ ۽ روحاني طور مون
هميشہ اوهان کي پنهنجو استاد ۽ رهنما پئي سمجهيو آهي. اوهانجو
ڪلام فن جي عام پهلوئن جو احاطو ڪيو بيٺو آهي. سندس تعريف
لاءِ مون وٽ الفاظ ناهن ۾ اگر ڪجهہ لکندس. تہ انکي متان خوشامد
سمجهيو وڃي ليڪن مون ڪڏهن بہ ڪنهن سخنور کي اهلِ فن شاعر
کي خط نہ لکيو آهي هي پهرين ڪوشش ڪئي آهي جو مون توهان
کي ياد ڪيو ۽ توهان ازراہ. شفقت جواب موڪليو ڪجهہ نصيحتون
بہ ڪيون، حوصلہ افزائي ڪجهہ تنبيه بہ مان اج ڏاڍو خوش ٿيو آهيان
جو اوهان سان خط و ڪتابت يا رابطي جي ديرينہ خواهش پوري ٿي
آئم. پر اوهان جي طبيعت جي ناچاڪي جو پڙهي هڪ عجيب شاڪ
پهتو آئم. دل ۾ هر وقت اِها آرزو آهي تہ اوهان سان ملاقات ٿئي ۽ اوهان
کان ڪجهہ سکجي، جڏهن بہ حيدرآباد آچڻ ٿئي مونکي اطلاع ضرور
ڪندا. مان چاهيان ٿو اِن سفر ۾ ڪو اهڙو رهنماءَ بہ ملي جو صاحب.
درد، صاحب، فن ۽ با مروت با اخلاق ۽ با ڪردار هُجي، جو شعر ئي نہ
پر سندس هر قدم قابل تقليد هُجي، مان بي استاد آهيان پر شوق هٿان
مجبور ٿي "ديوان، مير" ڇپائي چڪو آهيان ۽ "داستان، مير" پريس ۾
آهي جڏهن ملي تہ اوهان کي موڪلي ڏيندس انهي ٻنهي ڪتابن ۾
علم عروض جون ڪافي چُڪون آهن جي هڪ متبدي کان سرزد ٿيڻ
غير ممڪن آهن. انشاالله اڳتي ڪنهن رهنماءَ جي رهنمائي ۾ اِهو
سفر طئي ڪبو ڪاش هو رهنماءَ اوهان هجو.

اگر طبيعت مناسب هجي ۽ ديوان مير کي وڏيڪ ڏنو هجي ته مونې مشوره ڏيندا ۽ منهنجي رهنمائي ڪندا.

گهڻين دعائن ۽ نيڪ تمنائن سان.

**پائيڻو غلام الله خان**

تازه ڪلام پڙهڻ لاءِ موڪليندا ته نوازش ٿيندي



---



**مشفق و مهربان حضرت فيض بخشاپوري صاحب سدا سلامت هجو**

**السلام عليڪم!**

**بعد دعائن جي گذارش ته مان هلڪي ڦلڪي شاعري ڪندو رهيو آهيان. اج تڪ بي استاد ئي نه آهيان پر ڪنهن چڱي شاعر کي ڪلام ڏيکاريو ئي نه آٿم. بس چند علمي ڪتاب ۽ شوق ئي رهنما آهن. غلطي ڪري به ڪتاب پڻ ڇپائي چڪو آهيان ڪافي وقت کان اوهان کان متاثر رهندو آهيان ۽ غزل جهڙي مشغل شوق ۾ مبتلا آهيان. اج جرئيت ڪري هڪ به غزل اوهانجي خدمت ۾ موڪليان ٿو. مان ميرپورخاص جي ٽالپر رائل فيملي جو فرد آهيان ۽ هينئر تعلقه عمرڪوٽ شهر ڪنري لڳ پنهنجي زرعي فارم "مور جهنگو" ۾ رهان ٿو. حيدرآباد به جاءِ آٿم. مونکي اُميد آهي اوهان مونکي ڪلام متعلق ڪا راءِ ڏيندا. ۽ پنهنجي صحيح ائڊريس موڪليندا جيئن ڪتاب موڪلي سگهان. خط جي جواب جي مهرباني ۽ احسان سمجهدل**

**اوهانجو پائيڻو**

**مير غلام الله خان ٽالپر**

**مور جهنگو فارم ڪنري ضلع ميرپورخاص**

**سنڌ.**



## ڪلام مير غلام الله خان ٽالپر ـ مير مور جهنگو

وري موسم عجب آئي ٿيا مئخوار مستانا،
ڏسي شمع ڪتي روشن ٿيا بيدار پروانا.
سرِ مقتل وري جلاد دهرايو ويو ساڳي،
وري آه ولِقا هي وري خون بار دستانا.
عجب رنگِ وصل آهي هجر جي دور ۾ پڻ اڄ،
وري خوشبو حنا آئي وري گلزار افسانا.
عجب آهي سبب گهڙي وري لطف و عنايت آ،
وري دربار دلبر ۾ ٿيا درڪار ديوانا.
گلاب و موتيو سوسن چنبيلي نرگس و ريحان،
وري عهد جواني جا ٿيا نروار نذرانا.
وري نيڻن نماڻن ۾ نيو ڪي داستانون اڄ،
وري ضد تي حسين آهن وري اسرارِ جانانا.
وري ساڳي سمان آهن، ارادا پڻ نوان آهن.
انديشا پڻ جوان آهن نه ٿيون بيڪار بيگانا.
اسانکي "مير" محبت جي ملي منزل وري آهي.
وري باده گساري آ وري سرشار مئخانا.

25.7.1991

**پائيلو غلام الله خان**

مور جهنگوي فارم



السلام عليڪم!

نہ ايڏي تيز ڪن موسم، بهارن کي تہ سمجهايو
نہ هُنجي مُرڪ ورجائن، ستارن کي تہ سمجهايو
ٻڏي دل وئي عقل ڪان پيي ڇٽو آ هوش جو دامن
ذرا پنهنجي حسين جلوه، نظارن کي تہ سمجهايو
اي زلفئواي حسين ابرو اي نازڪ لب رُخ، جانان
قتل ڇا لئہ ٿا ڪن مونکي، پيارن کي تہ سمجهايو
ڪندي تنهنجي وڪالت نيٺ تہ مونکان رُنا آهن
ڪڏهن مُرڪي اچو مون وٽ قرارن کي تہ سمجهايو
ادا وارا وفا وارا ۽ صاحب ناز عشون جا
ڪري پاسو وڃن ڇو ٿا، سهارن کي تہ سمجهايو
اسانجي "مير" دل الهجي وئي آهي انهي خم ۾
ڪڏهن پنهنجي حسين زلفن کي وارن کي تہ سمجهايو

11.8.1991

**مور جهنگو فارم**



---

ڪلام مير غلام الله خان ٽالپر، مير مور جهنگو

ڪول اکيون ڪڻ نظر هِن دل کي ديوانو ڪري
زندگي منهنجي نہ ڇڏ عالم ۾ افسانو ڪري
تنهنجو آهيان تنهنجو رهندس تاحياتي تا قيام
محب هيئن مونکي نہ ڇڏ منٺار مستانو ڪري

باخدا آهي بلا محبت صفا ماريو ڇڏي
بي سبب بلڪل ائين بيڪار بيگانو ڪري
توکي ڪيئن آ ٿي وئي اي دوست دنيا جي طمع
پي اُٿي پيارا وري هي پيار پيمانو ڪري
"مير" الفت ۾ عجيبن کي اُٿي دل جان جگر
نينهن ۾ نڪري پيس نروار نذرانو ڪري

9.2.1991

**مور جهنگو فارم**

**ڪلام ته ڪافي آهي پر هڪ ته ائڊريس جي پڪ ڪانهي بي ته اوهانجي مزاج کان ناشنا سائي آهي.**

**اها به ڪرم نوازي سمجهبي اگر خط جو جواب اچي. اوهانجي مصروفيت سبب جوابي لفافو موڪليو آئم دل ۾ نه ڪندا**

13.8.1991

**عزيزالله خان**



---



**سدا سلامت هجو.**

**اعليٰ حضرت وقبله چاچا سائين محترم فيض بخشاپوري صاحب**

**بعد دعائن جي احوال ته**

دل جي حالت نه پڇو يار خدا خير ڪري
طالبِ خير آ هر وار خدا خير ڪري
تاقيامت رهي روشن هي شمع شعر وسُخن
"فيض" سان وصل ٿئي هر بار خدا خير ڪري
چو مقدر ۾ اسانجي ٿي نارسائي آ.
"فيض" پڻ آهي ٿيو بيمار خدا خير ڪري

زمر زمر سخن اي "مير" باڪمال رهي

"فيض" ور ٿئي هي دل نگار خدا خير ڪري

4.11.1991

**مور جهنگو**



---

**محترم جناب فيض صاحب**

السلام عليڪم!

اوهانجي مسلسل طبيعت جي ناچاڪي جو پڙهي هر بار دل تي هڪ صدمو گذري ٿو. اوهان سان ادب جي حوالي سان ئي نہ پر بلوچڪي خون ۽ رشتي سبب بہ هڪ روحاني محبت آهي. توهان کي کهڙي تڪليف رهي ٿي ان سلسلي ۾ لکندا تہ مان ڪا اوهانجي اخلاقي مدد ڪري سگهان ٿو يا نہ منهنجو ننڍو ڀاءُ ڊاڪٽر مير امان الله خان ٽالپر اوهان کي تمام سٺي صلاح ڏئي سگهي ٿو.

بس وڏيڪ چا لکجي هر وقت اوهانجي صحت ۽ اوهان سان ملاقات جو اوسيڙو آهي خدا پاڪ جي بارگاه ۾ هر وقت اوهان لاءِ دعاگو آهيون. خط جو مختصر ليڪن جواب ضرور ڏيندا ۽ صحت جي خرابي جو سبب ٻڌائيندا.

فقط اوهانجو ڀائيٽو

**مير غلام الله خان ٽالپر - مير**

مور جهنگو فارم، ڪنري، ضلع ميرپورخاص



---

**محترم جناب فيض صاحب**

السلام عليڪم!

گذارش تہ تيون ليٽر مليو ڪالھ ڏھر صاحب پڙھي خيري ويل ھو. ساٽس اڄ ملاقات ٿي. چيائين تہ 9 تاريخ تي سومر ڏينھن صبح جو 9 وڳي منھنجي يعني سندس آفيس ۾ ميٽنگ رکيل آھي. ميمبر کي اطلاع ڪريو. سو مھرباني ڪري 9 تاريخ صبح جو 9 وڳي ميٽنگ ۾ ضرور شريڪ ٿيندا. اوھان جي شرڪت لازمي آھي. ورنہ مخالفن کي موقعو مِلندو. اُميد تہ عرض قبول پوندو.

مخلص

**قطب الدين 'تاب'**

جيڪب آباد



---

**محترم جناب فيض صاحب**

السلام عليڪم!

مھراڻ جي دفتر ۾ 30 آگسٽ تي رات جو 9 وڳي ھڪ محفل مشاعره منعقد ڪئي ويئي آھي. جنھن ۾ صرف مقامي شراءَ کي ئي مدعو ڪيو ويو آھي. ٻاھران شاعرن کي گرانٽ جي گنجائش نہ آھي. ليڪن دوستن جو خيال آھي تہ انھيءَ مشاعري ۾ اوھانجو ڪلام ضرور پڙھيو وڃي. انڪري گذارش آھي تہ اوھان ھيٺين مصرعہ طبع تي پنھنجو ڪلام ارسال ڪرڻ فرمائيندا.

اردو: ميکدے ہاتھ بڑھاتے ہیں جدھر جاتے ہیں۔

سنڌي: ڪو بہ پُرسان نہ ٿو ڏسجي دلِ سودائي جو.

اُميد تہ خوش خرم ھوندا. وسلام

مخلص

**سردار سرور علي شاھ**



---

**مڪرمي جناب محمد حسين ترڪ صاحب**

السلام و رحمته!

بنهء افسرده ورحمت زده کي اوهان جو نامهءِ نامر موصول ٿيو. احوال معلوم ٿيو. فيضِ پراگنده جا تاهنوز ٽي ڪتاب شعلهءِ عشق، سنڌيءِ خمخانهء فيض سنڌي اردو ۽ گنجينهءِ فيض سنڌي اردو ۽ بلوچي وغيره ۾ شايع ٿي چڪا آهن. باقي ڪلام غير مطبوعه آهي جو ترتيب شده نه آهي. خمخانهء فيض جو مقدمن سميت 180 صفحات تي مشتمل آهي جيڪو 1967ع ۾ شايع ٿي منظرِ عام تي آيو هو. هن وقت مذڪوره ڪتاب بلڪل ناياب آهي. جو في الفور انهي ڪتاب (خمخانهء فيض) کي دوباره شايع ڪرڻ گهران ٿو. ان لاءِ سنڌي ادبي بورڊ ڇا معاوضو ڏيندو ۽ ڪيترا ڪتاب بنده کي ملندا. ازراه ڪرم جملہ طريقهءِ ڪار ۽ چاٽايل حقيقت واضع نموني ۾ ڏيندا ته پوءِ ڪتاب ارسال ڪيو وڃي.

درويش خدامست

**غالب سنڌ فيض بخشاپوري**

ڪنڌڪوٽ ضلع جيڪب آباد

31 جولاءِ 1985ع



---

بخدمت جناب غالبِ سنڌ حضرت فيض بخشاپوري خوش باش

السلام عليڪم ورحمة الله وبرڪاته

عرض ته توهان جي ڪتاب "خمخانهءِ فيض" پڙهڻ جو بيحد شوق آهي، حيدرآباد جي مشهور بوڪ اسٽالن تان جانچ ڪئي آهي پر اُتي نه ملي سگهيو. انهيءَ لاءِ عرض آهي ته هڪ ڪاپي جي نوازش ڪندا ته مهرباني. ڪتاب جي قيمت بمع ڊاڪ خرچ ضرور ادا ڪبي.

جواب لاءِ منتظر فقط والسلام

نياز مند

**دوست چانديو**



---

محترم جناب فيض صاحب

آداب وسليس

اوهان جو ارسال شده "خمخانہ فيض" موصول ٿيو. ان لاءِ شڪريہ جناب محترم ان هوندي بہ منهنجو مقصد اجا پورو نہ ٿيو. رهبر ۾ مڪمل شاعري ڏيڻ ۽ شاعر جي تعارف ڪرائڻ جو سلسلو مون گذريل سال سالنامہ کان شروع ڪيو. سڀ کان پهرين جناب مخدوم صاحب "طالب المولىٰ" جن کي پيش ڪيم. مخدوم صاحب جن جي شخصيت سندس شعراء ڪرام جي تنقيدي هدف کان پري رهي آهي. ان ڪري ڪو خاص فرق ڪونہ ٿي پيو. ان بعد هاڻي ڪيترين ئي پارٽين جو هدف بنجڻ وارا اسين آهيون. ۽ ان لاءِ تيار پڻ آهيون. اوهان پنهنجي انفراديت سبب مون وٽ پين کان وڏيڪ حيثيت جا مالڪ آهيو. جيتوڻيڪ اوهان سان شناسائي تہ پري رهي اوهان کي ڪڏهن روبرو پڏو بہ ڪونہ اٿم. ان هوندي بہ مون اوهان کي اوليت ڏني آهي ۽ مقصد آهي تہ اوهان کي مڪمل طور عوام جي آڏو پيش ڪريان. ان لاءِ ضروري آهي تہ اوهين "شعلہ عشق" جي ڪاپي، زير طبع "مڪاتيب فيض" مان ڪجهہ چوند اشعار ۽ ان کان علاوه بلڪل تازن اشعار مان ڪجهہ موڪلي ڏيڻ جي تڪليف گواره ڪرڻ. اميد تہ ضرورت جي پيش نظر تمام جلد گهربل مواد جي عنايت ٿيندي

والسلام

خير انديش

**عابد لغاري**

پوسٽ باڪس حيدرآباد سنڌ





مهربان عهديدار اردو صحافيات ڪنڊڪوٽ پريس ڪلب انجمن جيئن تہ اوهان ہي نئين سال جي چونڊن جي باري ۾ درخواست موصول ٿي آهي تہ اوهان مهرباني ڪري انجمن صحافيان و پريس ڪلب جي نئين سال 83_ 1982ع جون چونڊون ڪرايو انهيءَ ۾ اسان سڀ متفق آهيون تنهن ڪري چونڊن جي تاريخ 14.11.82 شام جو 4 بجہ بمقام پريس ڪلب مقرر ڪئي ٿي وڃي جو انهيءَ تاريخ ۽ ٽائيم تي اچي ميٽنگ ۾ شريڪ ٿيندا.

**غالب سنڌ حضرت فيض بخشاپوري**

سرپرست عاليٰ پريس ڪلب و انجمن

صحافيات ڪنڌڪوٽ_7.11.82



---



دوست مسٽر فيض الله خان ڊومڪي

واضح هجي تہ منهنجي طبيعت جو حال اهوئي آهي جيڪو ڏسي ويو آهين ۽ هاڻي گرمي جي تڪليف ڪري هڪ ٻن ڏينهن اندر ڪوئٽہ يا ڪراچي وڃبو گهڻو ڪري شايد انشاالله ڪوئٽہ ويندا اوهان هن خط ڏسڻ شرط جيڪب آباد پهچندا ضرور بہ ضرور. سلام ساري سنگت کي چوندا. فقط...

**تاج محمد ڊومڪي**

15_4_1952



---

✍

مڪرمي و محترمي جناب فيض بخشاپوري

السلام عليڪم!

اوهان کي هي ٻڌي خوشي ٿيندي تہ شاه ولي الله ڪاليج جي سالانہ تقريبات جي موقعي تي معمول مطابق هڪ غير طرحي مشاعرو منعقد ٿي رهيو آهي. اوهان جي شرڪت اسان لاءِ باعث مسرت ٿيندي

دعوت نامو ۽ پروگرام جي ڪاپي ارسال خدمت آهي.

توهان جي شرڪت جو متمني

توهان ڪاليج جي پرنسپل پروفيسر محمد سليم صاحب جن سان اچڻ جو وعدو ڪيو هو. توهان جي آمد جو متمي پيرم رکبو. عابد لغاري

**غلام سرور ڀٽو**

ناظم سالانہ تقريبات شاه ولي الله

ڪاليج منصوره



---

✍

مانوارا سڄڻ سائين غالب سنڌ حضرت فيض صاحب

السلام عليڪم!

عرض تہ هن سال حضرت قلندر لعل شهباز جو ميلو 21 جون 1981ع مطابق 18 شعبان المعظم 1401هہ جي شروع ٿيندو. دستور مطابق هن سال بہ ميلي جي موقعي تي فيصلي مطابق ان ادبي ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ مان ميلا ڪاميٽيءَ جي چيئرمين جناب فقير محمد ڏهر صاحب ڊپٽي ڪمشنر دادو، ٻين معزز اراڪين ۽ پنهنجي طرفان اوهان کي دل جي گهرائين مان هي دعوت نامہ پيش ڪري رهيو آهيان.

اوهان مهرباني ڪري هيٺ ڏنل عنوانن مان ڪنهن بہ هڪ تي مقالو لکندا جيڪو پوءِ ايندڙ سال ادبي ڪانفرنس جي موقعي تي شايع ٿيندڙ ڪتاب جي زينت ٿيندو. مقالي جو تت يا اختصار اوهان کي بذاتِ خود ادبي ڪانفرنس ۾ پيش ڪرڻو آهي. شعراءِ ڪرام لاءِ لازمي آهي تہ مشاعري ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ هيٺين طرح مصرع تي طبع آزمائي ڪرڻ فرمائين.

اچي حاضر حسيني ٿي قلندر لعل مروندي.

اوهان صاحبن جي طعام ۽ قيام جو مدزون ۽ مناسب بندوبست ڪيو ويندو. اوهان مهرباني ڪري پنهنجي اچڻ جو اطلاع پنهنجي شعر يا مقالي جي هڪ ڪاپي سان گڏ 10 جون 1981ع تائين مٿي ڏنل ايڊريس تي موڪليندا تہ جيئن ڪانفرنس جي پروگرام کي مناسب ترتيب ڏيئي ڇپائي سگهجي.

اميد تہ قرب جا پيرا پري ايندا ۽ ڪانفرنس کي پنهنجي شرڪت سان رونق بخشيندا جنهن لاءِ اسين سڀ اوهان جا ٿورائتا ٿينداسين.

نيڪ خواهش سان

اوهان جو خيرانديش
**تاج محمد صحرائي**
ڪنوينر



---

محترم جناب فيض صاحب

السلام عليڪم!

مون عيد کان اڳ ۾ نواز علي جي پتہ تي هڪ وڏو لفافو پروف لاءِ موڪليو هو. جنهن جي پهچ جي رسيد اڃان تائين ڪونہ پهتي آهي.

ٻيو عرض تہ فقير علي احمد مسڻ سجاد نشين درگاه حضرت فقير

عبدالله مسڻ عليه رحمت جي شادي خانه آبادي 26 مئي تي منعقد ٿي رهي آهي. اوهان کي دعوت ڏياري آهي ان کان علاوه سهري لکڻ جي فرمائش نه ڪئي اٿائون سهرو جلدي روانو ڪندا ته جيئن فنڪار ريهرسل ڪن. اهو سهرو ڳايو ويندو ۽ ٽيپ ڪيو ويندو. مهرباني اهو تاريخي سهرو ضرور لکندا. جنهن ۾ بنده يعني تابان جو ذڪر به ضرور ڪندا.

ٻيو خير
ڪراچي ڪڏهن ٿا اچو

واسلام
عبدالڪريم 'تاب'



---

محترم جناب فيض صاحب

السلام عليڪم!

عرض ته "مهراڻ ادبي سنگت" طرفان اپيل ڪئي ويئي آهي ته ڏهين رمضان المبارڪ تي "جشن باب الاسلام" ملهايو وڃي. مقصد هيءُ آهي ته انهيءَ مجاهد مرد ــ غازي محمد بن قاسم ــ جي ياد کي تازه ڪيو وڃي، جنهن جي آمد سان سنڌ کي "باب الاسلام" جو شرف مليو ۽ سرزمين سنڌ ڪفر ۽ الحاد جي تسلط مان نڪري اسلام جي آغوش ۾ آئي. اسلام وري اسانکي انسانيت سيکاري ۽ زندگي جا اهي عظيم ۽ لافاني اقدار عطا ڪيا، جيڪي دنيا خواه آخرت جي ڀلائيءَ جي ضمانت ڏين ٿا. انڪري اسانکي گهرجي ته اسان انهيءَ غازي مرد جي احسان جو حق ادا ڪريون. ازانسواءِ موجوده وقت جي تقاضا پڻ اها آهي ته اسان سنڌ جي "باب الاسلام" واري حيثيت کي اجاگر ڪريون.

انڪري اوهان دوستن ۾ قوي اميد جاڳي عرض ٿو ڪجي ته اوهان

پنهنجي شهر يا ڳوٺ ۾ ڌهين رمضان المبارڪ تي "جشن باب الاسلام" ملهائڻ جو اهتمام ڪريو. يقين اٿم ته اوهان هن عريضي جي اهميت جي نظر سان ڏسندا. واسلام

مخلص

**سردارعلي شاهه**

ڪنوينر، **"مهراڻ ادبي سنگت"** حيدرآباد.



---



**محترم و مڪرم**

**السلام عليڪم!**

**عالي جان، عرض ته ڪالهه اوهان تشريف فرما ٿيا هيا. مگر افسوس جو هي حقير زيارت کان شرف تي نه سگهيو. اها بدقسمتي آهي جو اڄ به اوهان تڪليف ڪئي. مون ٻاهر نڪتس ته اوهان ٻگي تي وڃي رهيا هيا. منهنجي نوڪر اوهان کي پٺيان سڏ به ڪيا مگر اوهان نه ٻڌا.** *يه نه تهی ہماری قسمت کہ وصال یار ہوتا،* **جيڪڏهن ڪو خاص حڪم آهي ته نياز مند رات تراويح کان بعد دِرِ دولت تي حاضر ٿي. ورنه جي احڪام لکي موڪليندا ته انشاالله تعميل ڪئي ويندي.**

**اميد ته اوهان هر طرح خوش هوندا.**

**نيازمند**

**قطب الدين ٽاب**



---



**صديق بڪرم حضرت فيض**

**السلام عليڪم! ورحمت الله وبرڪاته**

**عالي جان، ڪالهه آچر ڏينهن شام جو محبوب علي چنه سان ملڻ ٿيو ۽ ڪيس اڄ چانهن لاءِ چيم مگر دعوت قبول ڪري چيائين ته فيض**

صاحب جن اتي آهن؟ مون چيو تہ فيض صاحب جن ڪنڊڪوٽ ويا آهن جو ڪين 2 ڏينهن ضروري ڪم هيو. تنهن تي چيائون تہ سئو ائين ٽيندو تہ سومر جي بجاءِ اربع ڏينهن شام جو چانهن ڪيو جيئن فيض صاحب بہ اچن ڇو تہ فيض صاحب جن ڪان سواءِ لطف نہ ايندو.

سو اوهان جي ڪري اربع ڏينهن شام جو 6 بجي چنہ صاحب جي چانهن ڪئي وئي آهي. مهرباني ڪري مقرر ٽائيم تي منهنجي غريب خانہ تي شريڪ محفل ٿي شڪريہ جو موقعو ڏيندا. اميد تہ عرض قبول پوندو. اربع ڏينهن صبح جو هتي پهچي اطلاع ڏيندا تہ جيئن طي ٿئي.

نياز بخش

**قطب الدين تاب**



---



**بخدمت جناب حضرت قبلہ استاد صاحب!**

اسلام عليڪم وقدم بوسي بعد عرض تہ بي سبب منهنجي بدلي بلڪل دُوري تي ڪرائي وئي آهي. دشمن پنهنجي چرب زباني ۽ زرداري جي آڌار تي ڪامياب ٿي ويا آهن. بدلي ڪان پوءِ مخالف ڌر وارن اسان سان بہ ٽي مرتبا جهيڙو ڪيو آهي. تازو هفتہ ڪن ٽيندو ٻارهن ڄڻا ٽي مونتي ۽ منهنجي سالي تي حملو ڪيو اسان جا هٿ خالي هئا مگر ايمان جي قوت موجود هئي. ٻارهن ڄڻن جي وچ ۾ بہ ڄڻا اچي وياسين. منهنجي سالي هڪ حريف جي لٺ جهٽي ڪسي ورتي ۽ بروقت ئي مونکي بہ پٿر هٿ لڳي ويا جي هئي نشانہ ڪيم. پوليس ڪان جان ڇڏائي ٻنهي ڌرين چيئرمين تي فيصلو رکيو. جنهن ۾ هُنن جا شاهد بہ اسان جي فائدي ۾ وهي ويا. فيصلي ۾ شڪستہ ياب ٽيڻ ۽ جرمانہ پوڻ ڪري هُنن فيصلو قبول نہ ڪيو آهي. هِن ڪري اڃا بہ وڏيڪ جهيڙي جو امڪان آهي. انهي ڪري مان مذڪور اسڪول تي رهي نٿو سگهان. علاوه انهيءَ جي بدلي ڪرائڻ واري بيٽ آفيسر A.D.I.S خلاف. ڊائريڪٽر تعليمات. انسپيڪٽر آف اسڪولس.

ڊپٽي ۽ مارشل آفيسر دادو ضلع، کي درخواستون ڪيل آهن. انڪوائري عنقريب ٿيڻي آهي.

. اڄ ڪلهه ڪوبہ ڪم سفارش جي ضرورت آهي. اها سفارش جناب مخدوم محمد زمان طالب المولٰي جي سفارش جي ضرورت آهي. اوهان جو جناب مخدوم صاحب جن سان ادبي رشتو گھرو آهي. هِن صاحب ڏي هڪ رقعو لکي (مونڏي موڪليو) ڏيو. جو روبرو هٿو هٿ پيش ڪري، سفارش وٺي مطلب ماڻيان، ٻي صورت ۾ مخالف ڌر وارا مونکي سخت نقصان ۾ وجھي ڇڏيندا.

**احمد خان مدهوش سومرو- جوهي**



---



محترم قبلا فيض صاحب

اسلام عليڪم!

حسنين حيدر جو بہ ڏينهن ٿيا، پتو لڳو آهي، پوپون مواد بہ هو درست ڪرڻ لاءِ ڪٽي ويو آهي، اهو مسودو مون ضياء پريس ۾ رکيو هو جڏهن تہ پهريون مسودو بہ هن وٽ ئي آهي. منهنجو بہ تي ڏينهن ڪراچي وڃڻ ڪون ٿيو آهي جو طبيعت خراب هئي اڄ اربع جي ڏينهن ڪراچي وڃي رهيو آهيان. گهٽو ڪري حسنين حيدر سان ملاقات ٿيندي، تازه صورتحال کان اوهان کي آگاه ڪيو ويندو.

هي خط ڪراچي پهچي مڪمل ڪري رهيو آهيان. حسنين حيدر سان ملاقات ٿي آهي هو ڇنڇر تي تصحيح ڪري مواد موٽائيندو. اوهان جو لکيل صرف تمهيد خوش خط اکرن ۾ لکيل ڇنڇر تي ڪتاب سان ڏيندس. هاڻي ڪم آسان ٿي ويو آهي، فڪر نہ ڪندا.

**عبدالڪريم 'تابان'**



---



هن کان اڳ اوهان جو خط مونکي نہ مليو آهي ورنہ تہ جواب هڪدم ڏجي ها. اوهان جي دوباره ياد ڪرڻ جو بيحد شڪريہ.
غزل اميد تہ مشاعره ۾ پيش ڪيو ويندو.
مونکي اميد آهي تہ نہ وساريندا.

**طالب المولىٰ**



---



**محترم و مڪرم فيض بخشاپوري صاحب**

عالي جان، عرض تہ ڪالهہ اوهان تشريف فرما ٿيا هيا مگر افسوس جو هي حقير زيارت کان شرف تي نہ سگهيو. اها بدقسمتي آهي جو اڄ بہ اوهان تڪليف ڪئي. مون ٻاهر نڪتس تہ اوهان بگي تي ويجي رهيا هيا. منهنجي نوڪر اوهان کي پٺيان سڏ بہ ڪيا مگر اوهان نہ ٻڌا- یہ نہ تھی ہماری قسمت کہ وصالِ یار ہوتا- جيڪڏهن ڪو خاص حڪم آهي تہ نياز مند رات تراويح کان بعد درِ دولت تي حاضر ٿي. ورنہ احڪام لکي موڪليندا تہ انشاالله تعميل ڪئي ويندي، اميد تہ اوهان هر طرح خوش هوندا.

نياز مند

**قطب الدين تاب**



---

عظيم المرتب قبلہ فيض صاحب سلامت باشد

السلام عليڪم!

احوال عرض تہ عرصهائي دراز کان اوهان سان ڪنهن بہ قسم جو رابطو نہ ٿي سگهيو آهي. جيتوڻيڪ ان دوران بنده اوهان کي هڪ خط ضرور ارسال ڪيو هو جيڪو اُميد تہ اوهان تائين پهتل هوندو. آءٌ هن وقت نواب شاهہ شهر ۾ پنهنجي والدين ۽ پيڻ ڀائرن سان گڏ رهان ٿو. هتي منهنجي والد بزرگوار جي مُلازمت آهي، جيئن تہ اوهان کي معلوم هوندو تہ ڪجهہ وقت اڳ تائين منهنجو والد لاهور ۾ سڪونت پذير هو پر تبادلي جي ڪري هاڻ نواب شاهہ ۾ آهي. مان ان سڄي عرصي ۾ ڪافي وقت ناچاڪ بہ رهيس. ۽ 1990ع جي اپريل مهيني کان آڪٽوبر تائين هاڻ وي ۾ 6 مهينا ڪن عارضي ملازمت بہ ڪيم ۽ ان دوران حيدرآباد ۾ پنهنجي ناني وٽ رهندو هوس. حيدرآباد تہ جهيڙن جهڳڙن ڪري رهڻ کان هلي وئي آهي. نہ اُهي شام جون رونقون آهن نہ ئي ماڻهن ۾ مِٺ محبت رهي آهي. اُهو ئي ساڳيو شهر آهي پر ماڻهن مان محبت جو جذبو نڪري ويو آهي ۽ مذهب ۽ قوميت جي ديوار قائم ڪري ڇڏي اٿم. انساني قدر جي ڪا اهميت باقي نہ رهي آهي.

سو سائين اهڙي حالتن ۾ شهر حيدرآباد ۾ رهياسين. شهر تہ ويندا ئي ڪو نہ هئاسين رُڳو قاسم آباد جي آس پاس چڪر لڳائيندي گُزري وئي. مان ڪيترا دفعا اوهان سان ڪراچيءَ ۾ ملڻ جي ڪوشش ڪئي پر هميشہ هوٽل جاگيردار تان معلوم ٿيندو هو تہ اوهان ڪجهہ ڏينهن اڳ هتي هئا پر هاڻ ڳوٺ جيڪب آباد آهيو. بهرحال اوهان ڪٿي بہ هُجو خوش هُجو اسان اوهان لاءِ بازگاه رب العزت ۾ دست بہ دُعا آهيون تہ هر اوهان کي جسماني محبت ۽ روحاني قوت عطا ڪري تہ جيئن

اوهان صاحب مزيد شعر چئو!

ڪڏهن ڪڏهن اوهان جا شعري مجموعه خمخانه فيض ۽ گنجينه فيض مطالع ڪندا آهيون ۽ لطف اندوز ٿيندا آهيون ۽ اوهان کي ياد ڪندا آهيون. سائين جيئن عمر وڌندي ٿي وڃي تيئن تيئن ذميواريون ۽ پريشانيون گهر ڪنديون ٿيون وڃن. اڄ ڪلهه وري بيروزگاري ۾ آهيون. ڪوشش ڪري رهيا آهيون ته وري ڪٿي مُلازمت ملي وڃي.

اوهان سان ڪيل رهاڻيون تمام ياد اينديون آهن ۽ اوهانجون ڳالهيون ياد اينديون آهن. اوهانجي فني ۽ فڪري ڄاڻ کي تمام گهڻو ساراهيندا آهيون ۽ ڪڏهن ڪڏهن اوهانجا شعر دوستن کي ٻڌائيندا آهيون.

مثلاً

*از بر تو اے خُدا تعمیر کر کوئی جگہ،*
*یہ کروڑوں سال کی جنت فیض پُرانی ہوگئی.*

ڀلا اڄڪلهه اوهان مشاعرن ۾ شرڪت چو نه ڪري رهيا آهيو. T.V ٽي وي تي به اڄڪلهه اوهان کي نه ٿا ڏسون؟ اوهانجي صحت ته ٺيڪ آهي نه؟؟

اڄڪلهه سنڌي ماهوار رسالن ۾ به اوهان جو شعر گهٽ ٿو نظر اچي. هڪ دفعو وري اوهان جي صحت لاءِ خُداوند تعاليٰ جي بارگاه ۾ عرض آهي ته هو اوهان کي صحت عطا فرمائي.

هاڻي نه گهڻي وقت کان شهر نگاران جو درشن به نه ٿو ٿئي جو ان طرف ڪم ڪار ڪونه پوي. البته ڪڏهن ڪڏهن مائٽن مٽن سان ملاقات لاءِ ايندا آهيون. منهنجو جيڪر چاچو آمريڪا ويٺل هو سو به واپس اچي ويو آهي ۽ ڪجهه وقت P.P.P حُڪومت وزيراعليٰ جي سيڪريٽريٽ ۾ ايڊيشنل سيڪريٽري هو ۽ اڄڪلهه پلاننگ ۾ آهي.

چاچي مظهر قاضي مرحوم ۽ امان وڏي (ڏاڏي) جي وفات کان پوءِ

هُن شهر سان دل نہ ٿي لڳي. سچ پُڇو تہ ڏاڏي جي وفات کان پوءِ کيترو وقت تہ هن شهر ۾ پريشان ۽ بي چين گُذر ڪيم. آهستہ آهستہ دوست احباب بہ پنهنجين نوڪرين ملڻ ڪري ڪراچي ڇڏيندا ويا هئا. جنهن ڪري بالآخر مان بہ مجبور ٿي چيو خير باز!!

اڄڪلهہ ڪتابن جي مطالعي خاص ڪري درسي ڪتابن جي ورق گرداني ۾ وقت گذرندو آهي. هِن وقت بي اي فائنل ۾ پڙهي رهيو آهيان 4 مهينن اندر امتحان ٿيندا. نواب شاهہ ۾ شهر ڏي نڪرڻ گهٽ ٿيندو آهي. خُدا ڄاڻي تہ اڄڪلهہ ڇو شهرن مان رونق ۽ مزو نڪرندو تو وڃي جيڪو اڳ اسان کي نظر ايندو هو.

دراصل اسان جا اعمال بہ ڪجهہ اهڙا آهن جن جي ڪري قلبي سُڪون هوئن کي سلب ٿيو وڃي ۽ دل جهانِ خراب ۾ ڪونہ لڳي.

اسان اڃا تائين سمجهي نہ سگهيا آهيون تہ آخر زندگي ڇو وجود پذير آهي ۽ آخر تخليق ڪائنات جو مقصد ڇا هو ۽ ڪهڙي سبب ڪري ڪائنات برقرار آهي. ٻي ڳالهہ تہ اسان ڪير آهيون ڪٿان آيا آهيون ۽ ڇو آيا آهيون اسان کي ڪيڏانهن وڃڻو آهي؟ اِهو سوال هر حساس شخص ڪندو آهي پر هر حساس شخص اشراڪي ناهي؟

هڪ هنڌ سچل سرمست فرمايو آهي.

ڪيتم من ڪيتم من ڪيتم،

در تجيّر ماندام من چيتم؟؟

سو سائين ازل کان ابد تائين اهي سوال پيا پُڇبا؟

سرزد گُناهہ توبہ ٿيو مئگسار کان

نازان رهان ٿو فيض رحمت پروردگار کان

(فيض)

قبلہ انهيءَ شعر سان خط کي پورو ڪريون ٿا ۽ اُميد اٿر آئنده بہ

اوهان سان خط و ڪتاب جاري رهندي جي حياتي رهي باقي تہ براه مهرباني خط جو جواب ضرور ڏيڻ فرمائيندا ۽ پنهنجي صحت ۽ مصروفيات مطابق ضرور لکندا.

سلام پنهنجي فرزند کي ڏيڻ فرمائندا

فقط اوهانجو مخلص

**خالد سليمان قاضي**





پروفيسر قلندر شاھ (مرحوم) ۽ نواز علي نواز ڏومڪي
حضرت فيض بخشاپوري جي مزار تي ميڊيا سان ڳالهائيندي



پروفيسر عبدالجبار 'عابد' لغاري (مرحوم)
حضرت فيض بخشاپوري جي مزار تي ميڊيا سان ڳالهائيندي

## گل هاءِ عقيدت

### سيد اظهر گيلاني

ننڍ ۾ بزمِ سخن، اُن کي ڪندو بيدار ڪير؟
چپ جو پھرو آ لڳل، پڙھندو اچي اشعار ڪير؟

اُن جي ندرت، ان جي جدّت، ان جو اندازِ بيان،
ھو نرالو لکندو اھڙا شعر جو ھربار ڪير؟

گل جي دھن ۾ سخن جي بوءِ پنھان ٿي رھي،
حضرت غالب جيان ھو باطن و اظھار ڪير؟

چا غزل ۾، نظم ۾، تحرير ۾، تقرير ۾،
طرز دلڪش ۾ ٿئي ٿو اھڙو خوش افڪار ڪير؟

ھن فنا جي الشعر ٿي، عالم ۾ آندي آ بقا،
فيض وانگر شعر جي نشي ۾ ھو سرشار ڪير؟

ڪلڪ جي چرڙات کي ڏي، داد و تحسين جبرئيل،
دھر ۾ آڻيندو اھڙي ڪلڪ گوھر بار ڪير؟

ڪالھ تائين بزم ۾، جنھن سحر ڪاري ٿي ڪئي،
اڄ ٻڌائيندو سين کي شوخيءَ گفتار ڪير؟

ڪير غالبِ سنڌ جو آ، ڪير اُن جي رنگ ۾،
نغمہ زن اڄ ٿيندو مثلِ بلبلِ گُلزار ڪير؟

صورتِ درويش ۾، گنج معاني جو ڏٺي،
اھڙو سو نادار ڪير ۽ اھڙو ھو زردار ڪير؟

هن چيو تي قافيہ پيمائي، ناهي شاعري
فڪر ۽ فن جو ڪندو هاڻي صحيح پرچار ڪير؟

معرفت جي مئي ڪي اوتي، شاعري جي جام ۾
بزمِ رندان ڪي پياري، تو ڪري سرشار ڪير؟

تي پلو سڀ جو ڪيائين، موت ۾ خواهش نہ هئي،
مونکي ڏيکاري ڪو اهڙو صاحبِ ڪِردار ڪير؟

راز ڪي تي راز سمجهي راز پهتو دفن ٿيو
اهڙو ڏيکاريو تہ آهي محرمِ اسرار ڪير؟

تو متاع شعر لٽجي، دور تي منزل پُجهي،
ڪاروان شعر جو اڄ قافلہ سالار ڪير؟

جيءُ جو جوکي ۾ وجهي سنمک تي يارن سان رهيو
تي سگهي تو فيض جهڙو صاحبِ ايثار ڪير؟

ان جي قطع ۽ وضع عالم ڪان نرالي تي لڳي،
اهڙو رکندو خلق ۾ طرهء دستار ڪير؟

زندگي زنده دِلي جا ڪير ڏيندو ڏس پتا؟
راز عرفان، علم جا ظاهر ڪندو هر بار ڪير؟

تي 'مساوات' و اخوت جو سبق ڏي سنڌ کي،
'خانگڙه' مان ڪڍندو اهڙي ذي اثر اخبار ڪير؟

فيض اهلِ درد هو ۽ قدردانِ اهلِ درد،
شاعرن جو شعر ۾ اڄ ٻڌندو حالِ زار ڪير؟

تون اي 'اظهر' تو ڪرين، ماتم سيني جو وقت تي،
ڏِسبو تنهنجي موت تي ٿيندو آ ماتم دار ڪير؟



# فيض بخشاپوري کي ڀيٽا

شاعرِ اهلبيت سيد اظهر گيلاني

## قطعات

فيض صاحب هو ترجمانِ غزل،
سنڌ ۾ ميرِ ڪاروانِ غزل،
هو ادب جي بقا رهيو 'اظهر'،
اُن جو فڪر سخن آ جانِ غزل.

❋

هو بحرِ غزل جو ٿناور ئي آهي،
ادب لاءِ ماهِ منوّر ئي آهي،
ڪريان ڪهڙي تعريف اُن جي اي 'اظهر'،
هو سالڪ ئي آهي قلندر ئي آهي.

❋

فيض جو سنڌي ادب تي هي وڏو احسان آ،
فيض واري فيض سان آئي غزل ۾ تازگي،
موت جي مُنهن ۾ هيو عرصي ڪان اي 'اظهر' غزل،
ٿي مسيحا فيض بخشي آ غزل کي زندگي.

❋

ڊِل نشين، دِلڪش ڪلامِ فيض آ،
عشق وارن ڪاڻ پيامِ فيض آ،
بند مئخانہ جو در ’اظهر‘ ڪٿي؟
جو بہ چاهي، پيش جامِ فيض آ.

❊

عزّت سان جنهن جو نالو ورتو وڃي ٿو جن ڪٿ،
جيئرو هو ڪالهہ، سو اڄ مرحوم ڪوٺجي ٿو
خود اُن جي ئي عمل مان، ثابت ٿيو اي ’اظهر‘،
جو قوم جو آ خادم، مخدوم ڪوٺجي ٿو.

❊

فيض جي فيض و ڪرم، آندو غزل کي اوج تي،
سندّ مان غالب جو ثاني موڪلائي ويو هليو
غم کبو ماتم کبو ڳوڙهن جو نذرانو ڏِبو
درد ڏئي ’اظهر‘ نشاني موڪلائي ويو هليو.

❊

## مسدس

اُن جي جدت ۾ رهي هردم نگاهه،
لفظ بازار کي سمجهيائين گناهه،
فڪر نئي جي جستجو شام و پگاهه،
اُن ڪئي اختيار نئي منزل جي راهه
اُن جو آ آواز نئون ۽ ساز نئون،
اُن جو آ هي رنگ نئون، انداز نئون.



اُن غزل ۾ پيدا ڪئي دِلڪشي،
اُن ڪان حاصل. تي غزل کي تازگي،
اُن جي دم سان آ، غزل جو شان يي،
اُن غزل کي بخشي آهي زندگي،
هي ادب تي اُن جو هڪ احسان آ،
سچ چوان تو منهنجو هي ايمان آ.



شعر رنگين ۽ نزاڪت ڇا چوان؟
شعر شُسته ۽ فصاحت ڇا چوان؟
شعر آ شيرين ۾ جدت ڇا چوان؟
ڇا رواني، ڇاهي ندرت ڇا چوان؟
سنڌ جو آهه غالب بي گمان،
آ بنهين جو ساڳيو اندازِ بيان.



قابلِ تعريف ۽ مدحت فيض آ،
شاعري جو شان ۽ عظمت فيض آ،
شاعري جي فن جي عزّت فيض آ،
واقفِ رازِ حقيقت فيض آ،
اُن غزل ۾ روح نئون داخل ڪيو
جڏ غزل نادان کي قابل ڪيو.

❊

شعر اُن جي ۾ خوشي بہ يي غم يي آ،
سادگي يي آهہ، پيچ ۽ خم يي آ،
جام ۾ امرت يي آهي، سَم يي آ،
گل جي خوشبو سان گڏيل شبنم يي آ،
اُن جي هرهڪ شعر مان مستي بکي،
عجز جو اظهار ۽ هستي بکي.

❊

مير ۽ غالب جو سراپا ڍنگ هو گفتار ۾،
درد جو يي صوفيانہ رنگ هو اشعار ۾،
سامي ۽سچل جو سمجهو سلسلو اظهار ۾،
شاد جون ترڪيبون مِلنديون رهن اذڪار ۾،
پر ڪشش الفاظ، مطلب موزون ندرت شعر ۾،
عمدو اندازِ بيان هو جوش ۽ جدّت شعر ۾.

❊

فيض جا هن ملڪ ۾ آهن هزارين جان نثار،
فيض جي ئي دم قدم سان آهه سنڌي جو وقار،
فيض جي ئي فيض سان، ڏِسجن ٿا گوهر آبدار،
فيض بخشي شاعري کي، آ حياتي پائدار،
مختصر قصو تہ اُن تي علم و فن کي ناز آ،
چا چوان 'اظهر' وطن، اهلِ وطن کي ناز آ.

❋

فيض جي دم سان هيو سرسبز گلزارِ سخن،
اُن جي موتين جي خلا سان چمڪي بازارِ سخن،
بزم ۾ پهتو تہ چڙهَ تي بزم سرشارِ سخن،
مثل اُن جي سنڌ ۾، هوڪو نہ غمخوارِ سخن،
اُن لٽايا خلق ۾ تي گويا گوهر آبدار،
اُن پيياريا تي ادب جا، جام رنگين بار بار.

❋

فيض درياءِ* معاني جو ٿناور تي لڳو
فيض بحر شعر جو هڪ دُر گوهر تي لڳو،
فيض هو مهراڻ جو غالب، سخنور تي لڳو،
فيض دنياءِ ادب جو مهر انور تي لڳو
فيض دانا، پارکو ناقد مُفسر پيي هيو
فيض فنِ شاعري ۾ پورو ماهر پيي هيو.

❋

فيض جي هر شعر ۾ هڪ رمز آ، هڪ راز آ،
فيض جو هر شعر سمجهو غيب جو آواز آ،
فيض جي هر شعر ۾ الهام جو انداز آ،
فيض جي ساغر ۾ اوتيل ڄڻ مئہ شيراز آ،
ڄڻ تہ 'صائب'، ڄڻ تہ 'خسرو'، ڄڻ تہ 'عُرفي' جو ڪلام،
ڄڻ تہ 'غالب'، ڄڻ تہ 'بيدل'، ڄڻ 'نظيري' جو ڪلام.

❊

فيض بخشيو سنڌ ۾ ذوقِ سخن کي آب و تاب،
آندو سنڌي شاعري ۾ هڪ قسم جو انقلاب،
اُن اچي رنگِ ڪهن ۾، ڦوڪيو نئون روح شباب،
اُن وِڌو حسنِ تخيل سان قدامت تي نقاب،
فيض جي معجزه بياني لائقِ صد افتخار،
فيض جي هر حرف تان ٿيندي فصاعت آ نثار.

❊

اڳ غزل ۾ اهڙي رنگيني، لطافت ڪِٿي هئي؟
ڇا زبان ۾، ڇا بيان ۾ زور طاقت ڪِٿي هئي؟
شعر ۾ تشبيهہ، استعارو ۽ ندرت ڪٿي هئي؟
حسن معنيٰ ۾ ڪشش، بندش، نزاڪت ڪِٿي هئي؟
فيض جي باعث رواني ۽ فصاحت وئي مِلي،
فيض جي باعث ملاحت ۽ بلاغت وئي مِلي.

❊

فيض صاحب آ غزل کي نئين حياتي ڪئي عطا،
ٿي غزل گو آ غزل جو حق ڪيو پورو ادا،
شعر جي تاريڪ ذرن کي مِلي وئي ضيا،
داد اُن جي فڪر کي، فڪرِ رسا صد مرحبا،
جيڪڏهن سچ شاعري جز ويست از پيغمبري،
بنجي رهبر، اُن ڪئي آ شاعرن جي رهبري.



## سالِ وفات فيض بخشاپوري

پروفيسر محبوب سروري

## نظم

رکي رکي تو اچي منهنجي دِل ۾ اهڙو خيال.
ٻڌرو آ علم و ادب لئہ 'بيانوي' جو سال.

اُداس اُداس ڏِسان تو جهانِ حُسن و جمال،
پري هوا بہ تي سُڏڪا ۽ نم آ چشمِ غزال.

گذاري ڪيترا هن سال ويا، سخن جا ڏٿي،
۽ ملحدن جي متي ٻيگهي، مؤمنن جو زوال!!

صُراحي ساغر و مينا ڪي تو اُداس ڏِسان،
۽ ڪالھہ ڪان وٺي آ ميڪشن ۾ حُزن و ملال!

جهان مان 'حضرت بخشاپوري' گذاري ويو
وري ڪو 'غالبِ سنڌ' جهڙو پيو ملڻ آ محال.

مثل 'حافظ' و 'غالب'، سندس هو پختو ڪلام!
خدا انهيءَ کي ڏِنو خوب شاعري ۾ ڪمال!!

پڪو ٻروچ هو وعدي ۾، مرد غيرتمند،
هو يار ويس سچو اهڙو جنهن جو ناهي مثال.

هو باوقار ۽ خوددار مرد مولائي!
نہ ڪنهن جي آڏو ڪيائين دراز دستِ سوال!!

ڪڏهن بہ ڪنهن کي نہ ’آشفتہ سر‘ نظر آيو
ڪڏهن نہ حالِ پريشان جو هن ڪيو ڪٿ حال!!

غريب ماڻهو ٿي، مايوسين سان مُرڪي مِليو!
’ڪلاه‘، ’صدري‘، ’سونهاري‘، سندس هو جاه و جلال!

۽ شاعري جي جماعت، ’جميعَة الشعراء‘،
انهي ڪيس ’غالبِ سندّ‘ جو ڏنو خطابِ ڪمال.

پڇيو جو ’سروري‘، هاتف کان اڄ وفات جو سال،
چيائين، ’فيضِ قلندر جو انتقال، و وصال!!



1992ع

(حضرت فيض بخشاپوري جي جي وفات حسرت آيات جو ٻڌي انهيءَ ڏينهن لکيو ويو.)

## بياد فيض

قلندر شاهہ لکياري

شاعر خوش سخن فيض بخشاپوري
رهبرِ علم و فن فيض بخشاپوري

شهنشاهِ غزل شاعرِ بي بدل،
مردِ شيرين دهن فيض بخشاپوري

تنهن جو فکر رسا سدرة المنتهيٰ،
ڪيئن ڪرگس پڄن فيض بخشاپوري

مئي پرستي و رندي جي خوش رسم ڪي،
تو ڏِنو بانڪپن فيض بخشاپوري

توکي منصور ثاني جو رُتبو ڏجي،
سرمد و ڪوهڪن فيض بخشاپوري

تنهنجو رنگ تغزل ٿيو توتي ختم،
اي امامِ سُخن فيض بخشاپوري

سعيد و رومي و حافظ و رودڪي،
سنڌ ۾ نعمہ زن فيض بخشاپوري

مونڏي فردوس مان فيض مُرڪي ڏِنو
ڪفر هو سنگ زن، فيض بخشاپوري

تو خيابان، دشتِ غزل کي کيو
گونچجي هي چمن فيض بخشاپوري

ياڻ خالي نتا ياگين جا تين،
تنهن جا ويڙها وسن فيض بخشاپوري

تنهن جو فيض سخن، فيض! جاري رهي،
قافلا پيا اچن فيض بخشاپوري

مرد حق گو مجاهد، موحد سچو
دشمن اهرمن فيض بخشاپوري

واقف راه عرفان، واصل راهِ حق،
عاشقِ پنج تن فيض بخشاپوري

موج مهراڻ جي تنهن جي رندي صدا،
گُنگ گَنگ و جمن فيض بخشاپوري

تنهن جو فکر روان، باد دائم روان،
موجزن موجزن فيض بخشاپوري

هي قلندر سندءِ باغ جو خوشہ چين،
غرقِ رنج و مِحَن، فيض بخشاپوري



(في البديهہ۔ 22 نومبر 1992ع. ڊسٽرڪٽ ڪائونسل هال جيڪب آباد)

# حضرت فيض بخشاپوري

ڊاڪٽر عابد لغاري

ڏِنم دِل ۾ پنهنجي رڳو فيض آهي،
فقير انهيءَ جوئي لڳو فيض آهي.

هي دِل ۾ جگر ۾ رڳن ۾ بيو ڇاهي،
ڪرم آهي ڪنهن جو سندو فيض آهي.

نهائين جو نينهن اندر ۾ ڏکي پيو
جو اکڙين مان هردم وٺو فيض آهي.

مليو فيض جيڪو محبت انهيءَ سان،
’خدا مست درويش‘ جو فيض آهي.

رواني طبيعت ۾ جيڪا رهي تي،
حقيقت ۾ ڪنهن کان مِليو فيض آهي.

ڪي انسان جهان ۾ رڳا فيض ’عابد‘،
ڪو ڪوزي ۾ دريا بندو فيض آهي.



# فيض ساقي

ڊاڪٽر عابد لغاري

يادن ۾ آهي زنده محبوب فيض ساقي.
قائم اني جو اڄ پڻ محفل تي رنگ باقي.

جيڏانهن نظر ڦِري تي، سارو سمان غزل آ،
فردوس ۾ به فيض جي هر هڪ ادا آ ساڳي.

مورن جي رقص سان گڏ، ملڪن ڪان داد آهن،
جت فيض آ غزل خوان، ڪوثر سندو پياڪي.

الله جي عنايت ۽ رحمتن جي پاڇي،
مسلم لئه گونج 'مددي' جت فيض آ فريادي.

آباد تي ويو آ جيڪب آباد پيهر،
هڪ فيض جي محابي، جو روح جاوداني.

الله جا مجاهد ڪِردار جا نمونا،
حق ڳالهه جا اندر ۾، سا روبرو زباني.

جنهن دم سان فيض آهي، بس فيض ان تي آهي،
هڪ بخشاپوري بخشش، پڻ ان جي دِلنوازي.

درويش جي صفت ۾، هڪ فيض هو قلندر،
هر سوچ ۾ مجاهد، هر ڪنهن عمل ۾ غازي.



(14_4_1999)

ڊاڪٽر عابد لغاري

# غزل

معصوم دِل جو مالڪ، پنھنجي مزاج وارو،
ڪنھن جي مذاق تي ٻِپ، ساڳي سا بي نيازي.

سالڪ صفا جي صوفي، درويش ڪي قلندر،
دُنيا ۾ جيڪي ايندا، پر فيض جا ڪتابي.

اڄ چين سان ٻڌي پيو پنھنجي مدح سرائي،
پنھنجي عمل تي نازان، ھو فيض جو گدائي.

اڄ فيض آيو آھي، يارن سان خوب مِلندو
’عابد‘ اندر اڇو سڀ، دِل سان ٽيو ملاقي.



ڊاڪٽر عابد لغاري

## فيض ڏانهن منسوب

اسان جي راهه توڪان ڀي الڳ ناهي
اسان جو چاهه توڪان ڀي الڳ ناهي

وڇوڙي وڏ وِڏا آهن اندر ۾ جو
اسان جو ماهه توڪان ڀي الڳ ناهي

پري توڪان گُذارڻ آهي مشڪل تيو
اسان جي آهه توڪان ڀي الڳ ناهي

گهڙي هڪ ڪانه تي گُذري بنا تنهنجي،
اسان جو ساهه توڪان ڀي الڳ ناهي

ڪري هر وقت آهون پيو سجڻ 'عابد'،
اندر آڙاهه توڪان ڀي الڳ ناهي



## حضرت فيض بخشاپوري مرحوم

### مراد علي نور جو اظهار عقيدت

اي منڪران فيض ڏسو اڄ هي شانِ فيض،
بزم سخن سجائي وري دوستانِ فيض.
شعرو ادب جا چنڊ ستارا ڪٺا ٿيا،
اڄ آستان فيض بڻيو آسمانِ فيض.
جيڪب جو شهر، شهر نگاران بڻجي ويو
هر هنڌ گلي گلي ۾ ڏسون ٿا نشانِ فيض.
ملندا انهي سان ڪيترا پيا به قافلا،
هن شان سان جي هلندو رهيو ڪاروانِ فيض.
تنهنجو قصور ناهي جو تنقيد تو ڪرين،
سمجهي سگهيو نه آهين اي نادان زبانِ فيض.
خبدار هو حسين جو ۽ عشق رسول،
توکي نظر ڇا آيو اي بدگمانِ فيض.
الله ۽ رسول تي سرساه سان فدا،
الله ۽ رسول به هو نگهبانِ فيض.
"ازمن" جي آڏو سينه سپر، دهريت خلاف،
ورتو آ هن جهان سدا امتحانِ فيض.
غالب جي روح آ دار بي ساخته ڏنو
لهجي ۾ ان جي جڏهن پڙو هو بيانِ فيض.
ورثي ۾ توکي جيڪو خزانو مليو اٿئي،
ڏسجائين نواز ان ۾ نه ٿئي ڪو زيانِ فيض.
اهڙي طرح خراج عقيدت نه ڪنهن ڏنو
اي 'نور' تون به ڏسجين ٿو پيو نڪته دانِ فيض.

---

ڪجھ اختيار منهنجو مقدر تي گر هجي،
هر وقت ڪوءِ جانان ۾ منهنجو گذر هجي
دل مان دعا جو نڪري اها پراثر هجي،
سجدن جي ڏامر ڏوھر هجي منهنجو سر هجي
اي سنگ دل نہ خاڪ تنهنجو سنگ در هجي
پيش نظر بہ اهڙو ڪوئي مرحلو هجي،
محو سفر جو عشق سندو قافلو هجي
دل ۾ هجي امنگ نئون ولولو هجي،
يا رب فراز عرش تي پيو زلزلو هجي،
آھہ رسا هجي ۽ دعا ۾ اثر هجي.

---

شفاف آهي آئيني وانگر نقاب رخ،
والشمس چئو لڳي تو پيو ماهتاب رخ
برق تپان آياڪ آهي آب و تاب رخ،
رخ ڪان پري جو زلف ڪري آفتاب رخ،
روشن شب وصال برنگ سحر هجي،
معيار و شعر و علم و ادب جي رکي ها لاج،
هر لفظ ۽ خيال تي سڀ ڪان وٺي خراج
هو سرزمين تي نور ڪري عمر ڀر جو راڄ.
سرتي رکان ها ڪشور شعر و سخن تاج
اي ڪاش فيض جهڙو ڪوئي نڪتہ در هجي.



# فيض بخشاپوري جي نالي

احمد خان مدهوش

## قطعات

هِن رندِ الستئِ جي مستي جو جهان ٻيو آ.
افڪار جي گهرائي ٻي، رازِ نهان ٻيو آ.
دُنيا ۾ غزل گو ڪئين ٿيندا تا رهن پيدا،
پر حضرتِ فيض سندو اندازِ بيان ٻيو آ.

※

ٿي جڏهن نِڪري پوي ڪا ڳالهہ حضرت فيض جي،
ڇانئجي ماحول تي ٿي خوب عظمت فيض جي،
ها مڃان ٿو ڪلهہ زماني کي ضرورت هئي، مگر،
دوستو! اڄ ٻِي وڏي آهي ضرورت فيض جي.

※

هُيو ڪالهہ محفل ۾ هڪ فيض ڏيندڙ
سدا مور مِٺڙو محبت ونڊيندڙ.

گوناگون [illegible]ني جا موتي، سٽيند[illegible]
عمل سان ادب جي عمارت اڏيندڙ.

مهارت سان مخفي خزانا کوليندڙ
اشارن، ڪناين جون رمزون رچيندڙ.

ارادي جي لَت سان بُتن کي ڀڃيندڙ
سِسيون دهريت جون قلم سان وڍيندڙ

چون فيض تا ڪيس سيئي سڏيندڙ
خدا مست ماڻهو خدا کي مڃيندڙ

ڏِسان ٿو سندس فڪر تڪسين ڏيندڙ
توحيد و رسالت جي تعميل ٿيندڙ

اي 'مدهوش' مرندو نہ آ شخص اهڙو
اَمن آشتيءَ جي ولي راهہ ويندڙ



# فيض بخشاپوري رح

سيف الله خالد يوسفاڻي

ٿي رهي هر دم سنڌ ۾، درڪار فيض
رک مٿم جاري سدا، سرڪار فيض

دردوندن لاءِ دارون ۽ دوا،
غمزدن لاءِ آهي بس، غم ٽار فيض

تنهنجي مئخاني ۾، ڪهڙي کوٽ آ،
تو گهري هڪ جام جو خُم خوار فيض

ڪول ڪا دِيدار جي دلبر دري
ڪر سڪايل تي، سچڻ هڪ وار فيض

سنڌ جو غالب، غزل جو شهنشاهه
ويو ڪري دشتِ غزل، گلزار فيض

فضل سان فيض الله، بخشاپوري
ويو لکي انمول، تر اشعار فيض

جنهن جي شعرن ۾ رواني ٿمر جي،
سانوڻي ۾ چڙهه سنڌوءَ جو آر فيض

چنڊ جيئن تارن ۾، چوڏهين جو چٽو
ايئن سخندانن اندر نِروار فيض

ذات پنهنجي ۾ هيو ڪا انجمن،
عصرِ حاضر جو وڏو ڪِردار فيض

تنهنجي درگاهِ سخن جو 'سيف' ٿيو
آ عقيدتمند ٻوهاريدار فيض



# حضرت فيض بخشاپوري

ڊاڪٽر بشير احمد 'شاد'

## غزل

ڪي ڪي قرب قرارا شاعر.
جانب جيءَ جيئارا شاعر.

ماءُ چڙهيندي روز ڪِٽي،
غالب جهڙا پيارا شاعر.

جيڪي جڳ ۾ جرڪن هردم،
اهڙا چنڊ ستارا شاعر.

اندر جن جو اُجرو اُجرو
سادا صاف سچارا شاعر.

جن تي ناز ڪري ٿي دُنيا،
سهڻي سيرت وارا شاعر.

موت نہ جن کي مات ڪندو آ،
ساري جڳ کان نيارا شاعر.

اهڙا ذات ڏٺي ڪي هوندا،
نازان جن تي سارا شاعر.

ڪي ڪي غالب ٿيندا آهن،
ناهن غالب سارا شاعر.



## قطعات

ڊاڪٽر بشير احمد 'شاد'

محبّت ۽ مروّت، دوستي، اخلاص ڪيو يڪجا،
شرافت، سادگي، حلم و حيا، اخلاق ڪيو يڪجا،
تصّور ۾ اچي جو شخص حضرت فيض ئي آهي.
ادب، علم و ذڪا، زنده دلي، احساس ڪيو يڪجا.

فيض جي - دريا تي لکڻ ٿو چاهيان،
درياءَ کي ڪوزي ۾ وجهڻ ٿو چاهيان،
ڪيڏو نہ ڳهيلو ۽ اياڻو چئبس،
ڌرتي تي رهي عرش ڪيڻ ٿو چاهيان.

ماڪي ڪان وڌ هو منڙو ۽ قربدار فيض،
بيشڪ سنڌي ادب جو هو شهسوار فيض،
اڙٻنگ ۽ اڏول هو بيباڪ، بي ريا،
پُر درد، پُرخلوص سدا، پُر وقار فيض.

هيو غالبِ سنڌ دِلدار فيض،
بلاشڪ هو مانجهي مٺيادار فيض،
وفا جو هو پيڪر، مجسّم حيا جو
هو باطل لئہ شيهي جي ديوار فيض.

گلستانِ ادب جي خوب خدمت فيض ڪئي آهي،
ادب جي آسمان جو هو تہ هڪ روشن ستارو هو.
خدا شل فيض جي مرقد تي رحمت،
رهن سيءِ 'شاد' ۽ آباد هو جن جو سهارو هو.



## غالبِ سنڌ فيض بخشاپوري جي ياد ۾

ساجد لعلپوري

ملڪ سخن جو مور، ويو موڪلائي آ.
هر انجمن جو مور، ويو موڪلائي آ.

استاد شاعرن ۽ اديبن جو فيض هو
اڄ پڙ سين جو مور ويو موڪلائي آ.

جنهن جو مشاهدو ۽ مطالعو وسيع هو
سو فڪر و فن جو مور، ويو موڪلائي آ.

پيئجي ويو آ جنهن جي وڃڻ سان ادب ۾ خال،
پنهنجي وطن جو مور ويو موڪلائي آ.

جو سالڪن جي بزم جو باني هو دوستو!
سو سالڪن جو مور ويو موڪلائي آ.

ماڻهو اچن پيا ديس جا غمگين اڄ نظر،
ننڍڙن وڏن جو مور ويو موڪلائي آ.

جنهن سان ادب جي باغ ۾ رونق سدا هئي،
سو اڄ چمن جو مور ويو موڪلائي آ.

جنهن جو ادب ۽ علم سان ٿو واسطو رهي،
جڳ مان اُنهن جو مور ويو موڪلائي آ.

'ساجد' اکين مان آب آ جاري انهي ڪري،
ڇو جو لکن جو مور ويو موڪلائي آ.



# غالب سنڌ فيض بخشاپوري جي ياد ۾

ساجد لعلپوري

اوچتو محترم، فيض بخشاپوري
ويو ڏئي بار غم، فيض بخشاپوري

هن جهان کي ڇڏي ناگهان ويو هليو
اڄ ته ملڪ عدم، فيض بخشاپوري

ملڪ و ملت جي خاطر ئي ڪڄندو رهيو
تنهنجو هر هڪ قدم، فيض بخشاپوري

درد جو داستان بس ڪندو ٿي رهيو
خون، دل، سان رقم، فيض بخشاپوري

عمر ڀر شوق سان ڏس ڪندو ئي رهيو
ادب خاطر ٿي ڪم، فيض بخشاپوري

پنهنجي يارن ۽ پڻ غم گسارن کي اڄ،
ڏنو پيهم الم، فيض بخشاپوري

ياد تنهنجي ستايو جڏهن ساهه کي،
شعر توتي لکيم، فيض بخشاپوري

تيسين علم و ادب جي تو خدمت ڪئي،
جيسين تو ۾ هو دم، فيض بخشاپوري

پنهنجي آهي دعا شل ڪندو جاودان،
توتي قادر ڪرم، فيض بخشاپوري

تنهنجي فرقت ۾ 'ساجد' نه پر، ڪيترا،
ٿا رهن چشم نم، فيض بخشاپوري



## غالبِ سنڌ فيض بخشاپوري جي ياد ۾

ساجد لعلپوري

ڏيئي خونِ جگر علم ۽ ادب جي
لاٽ ٻاري ويو فيض بخشاپوري

ملڪ و ملت جي خدمت ڪندي دوستو!
عمر گهاري ويو فيض بخشاپوري

ڪالهہ موجود هو پنهنجي محفل ۾ پر
اڄ گذاري ويو فيض بخشاپوري

هِن جهان کي ڇڏي هُن جهان ڏي ڏِسو
واڳ واري ويو فيض بخشاپوري

هڪ نہ ’ساجد‘ کي پر پنهنجا ساٿي سڀئي
اڄ رئاري ويو فيض بخشاپوري



# روئي ڏِنو

ساجد لعلپوري

اهلِ دل روئي ڏِنو اهلِ سُخن روئي ڏِنو.
فيض صاحب جي وڇڻ تي، اڄ گهڻن روئي ڏِنو.

مرد اهڙي جون ڀلا ڪهڙيون ڪجن خوبيون بيان،
مرد جنهن جي هجر ۾ هر مرد و زن روئي ڏِنو.

موڪلائي ويو اسان کان اڄ اهو مردِ خدا،
موڪلائي جنهن جي تي ٻارن ٻُڍن روئي ڏِنو.

ميرِ مجلس، سالڪن جي بزم جو سالار هو
اڄ انهي سالار خاطر سالڪن، روئي ڏِنو.

ويو وطن مان موڪلائي هڪ وطن جو پاسبان،
تنهن ڪري اي دوستو! اهلِ وطن روئي ڏِنو.

اڄ اديبن، شاعرن کي ويو ڇڏي استاد فيض،
اڄ اديبن، شاعرن جي انجمن، روئي ڏِنو.

جنهن سان هئي چانداڻ باغِ ادب ۾ اي دوستو!
هن جي وئي باغِ ادب جي اڄ گُلن روئي ڏِنو.

جو ادب پروَرُ اديبن کي ويو ڇورو ڪري،
اڄ ادب پروَر انهيءَ جي دوستن، روئي ڏِنو.

آدمي هڪڙو نہ بس ڳوڙها وهائيندو رهيو
غالبِ سنڌ لئہ هزارن ۾ لکن روئي ڏِنو.

اڄ انهي ماڻهو اسان کان موڪلائي آهہ ڪئي،
موڪلائي جنهن جي تي ماڻهن مرَن، روئي ڏِنو.

مون نہ 'ساجد' هڪ ڏِٺو سنسار ۾ اڄ اشڪبار،
فيض جا ساٿي ڏِٺم، جيڪي انهن، روئي ڏِنو.



# نذرانہ عقيدت

ڊاڪٽر اسد جمال پلي ـ عمرڪوٽ

## غزل

حُسنِ ازل جو آهي، راز و نياز فيض،
۽ داستانِ هجر جو سوز و گداز فيض.

قربان جو سدا هئو مرسل صہ جي نانءُ تان،
حمد و نعت ۾ تيو هئو سرفراز فيض.

علم و ادب جو فن جو بيشڪ هو حڪمران،
فڪر و فهم جو ازلي، چڻ هو تہ ساز فيض.

منت ڪشِ دوا نہ رهيو هُن جو ڪوبہ درد،
چڻڪِ متاع درد سان، هو ساز باز فيض.

محفل ۾ هو جڏهن پيو ٿيو جلوه گر 'جمال'،
هر ڪنهن کي موهيو ٿي، ناز و انداز فيض.



ڊاڪٽر اسد جمال پلي ـ عمرڪوٽ

## غزل

اعليٰ عقيدتن سان، توتي سلام فيض.
ڏاڍو اُچو تو ٻولي، تنهنجو ڪلام فيض.

شاعر بہ هو وڏو ۽ انسان پڻ وڏو
عالي جناب فيض هو عالي مقام فيض.

هيءَ شام مون ڏي آئي ڇا آرزو کڻي،
هر شعر اڄ لکيو مون آهي بہ نامِ فيض.

نعتِ رسول جو آ ڇا خوب هي سَلو
هر دؤر ۾ مليو آ توکي دوام فيض.

توکي نہ ڄَن مڃيو 'غالب' تي 'سندَ' جو
ٻُڌڪن ٿا سي چپن ۾ واه واه ڪلام فيض.

جاري ۽ ساري جِت ڪِٿ آ فيض جو ذڪر.
آهي 'جمال' يار جو اڄ فيضِ عام فيض.



ڊاڪٽر اسد جمال پلي- عمرڪوٽ

# غزل

علم و ادب ۽ فن جو نقش و نگار فيض،
هن سِرجيا سوين هئا، ڏس شاهڪار فيض.

هُن جُستجو ڪئي تہ رهي، باب السلام سنڌ،
ان لاءِ فڪرمند هئو ليل و نهار فيض.

هر ڪنهن نعت ۾ هُن جي محبتِ رسول جي،
پڙهندي ٿئي تو هرڪو ڏس اشڪبار فيض.

فڪر معاش تي، غالب هو فڪر دين،
قائم نظامِ دين لئہ هو بي قرار فيض.

شعر سخن جي ملڪ جو هر طرح شهنشاه!
لڳندو لباس مان هئو سدا پُروقار فيض.

جنهن ۾ بہ مشاعري ۾، هُو هو تہ هو صدر،
پڙهيائين نظم جڏهن تہ روان آبشار فيض.

منهنجي بہ هڪڙي غزل جي ترڪيب تي 'جمال'،
هو داد هُن ڏنو ۽ ٿيو پُر بهار فيض!



ڊاڪٽر اسد جمال پلي- عمرڪوٽ

## غزل

سخن جو آ نواب فيض
۽ عشق جو ڪتاب فيض

جنھن زندگي کي سمجھيو
ھميشه ٿي حباب فيض

نہ رسم ڪنھن ۾ قيد ٿيو
ھميشه بي حجاب فيض

ھو مدحت رسولؐ جو
وڄائي پيو رُباب فيض

ذڪر نبيؐ جي آل جو
بنيو آ انتخاب فيض

رئيسِ بھشت آھ جو
ثواب در ثواب فيض

محاذِ قلم تي ڪتيا
محاذ بي حساب فيض

ڪِٿي جنون قيس ۾،
ڪِٿي هي آب و تاب فيض

جهڪيو نہ ڪنهن بہ جبر سان،
بُلند، ڪامياب فيض

الله جي بندن سان هو
سدائين هم رقاب فيض

اگر جواب آ تہ ڏي،
اٿيئي لاجواب فيض

'جمالِ' يار جنهن ڏِنو
انهيءَ سان چا حساب فيض



# حضرت فيض بخشاپوري

## ڪرم الله نياز پتو

مصطفيٰ جي عشق ۾ سرشار حضرت فيض هو.
مرتضيٰ حسنين جو حُبدار حضرت فيض هو.

شاعرِ اسلام هو ديس تي قربان هو
لا دينيت الحاد لئه تلوار حضرت فيض هو.

هو بلاشڪ رند هو درويشِ خدامست هو
مئخانهءِ توحيد جو مئخوار حضرت فيض هو.

خون پنهنجي سان ڪئي جنهن آبياري ادب جي،
شاعري ۾ بي مثل شهڪار حضرت فيض هو.

گرچ لاغر هو جسم ان جو مگر هو شيرن جيان،
دشمنِ اسلام کان بيزار حضرتِ فيض هو.

ڪيترين ئي لالچون ان جي آڏو پيش ٿيون،
پر وڪامي ڪين ويو خوددار حضرت فيض هو.

شاعري ۾ ان جي شهرت پاڪ هند ۾ عام هئي،
هن ضلعي جو ناز ۽ سالار حضرت فيض هو.

تاب اُن جي ساڻ تي هٿ نور جي آ روشني،
خاص بزمِ ادب جو مينار حضرت فيض هو.

اڄ سڄي محفل آ يارو غم زده ان کان سواءِ،
محفلن جي سونهن ۽ سينگار حضرت فيض هو.

'نياز' تي ان جي هئي هردم نظر بي انتها،
منهنجو محسن منهنجو مربي غمخوار حضرت فيض هو.



# قطعه

## عاشقِ رسول

عرصي کان حضرت فيض کي هي آروز هئي،
هُن عاشقِ رسول جي هيءَ گُفتگو هئي،
يا ربَ ڏِسان رسول جي روضي تي مان وڃي،
آخر ويو نصيب ۾ هيءَ آبرو هئي.



# غزل

سيد مرشد گيلاني

سخن جو عندليب و زار فيض آ.
ٿيو باغ جهان مان ڏار فيض آ.

ڪري مضبوط ويو تعمير ان جي،
غزل جو واه جو معمار فيض آ.

هيو سنڌي غزل جو داغ و غالب،
چئي جيئن پاڻ ويو نروار فيض آ.

ڪيو تشبيهہ و صنعت جي گهرَ سان،
عروسِ شعر جو سينگار فيض آ.

تغزل جو پياري جام احمر،
ڪيو اهلِ سخن سرشار فيض آ.

اديب و شاعر و صحافي بڻجي،
زبانِ سنڌ ڪئي گلزار فيض آ.

ادب پرور پرين سنڌي ادب تي،
ڪري احسان ويو صدبار فيض آ.

سڀاجهو ۽ ڪريم النفس 'اي مرشد'،
مگر يارن سندو بس يار فيض آ.





# فيض بخشاپوري رح

فضل الله فدا چانڊيو

اي صاحبِ فيض، ڪريو ڪا عنايتِ فيض،
ٿئي نہ اسان تي ڪمي ۾ قناعتِ فيض.

در درگاهہِ فيض آهيان دستہ بستہ،
عطا ٿي عطامہِ ڳُند، سخاوتِ فيض.

غالبِ سنڌ چوڻ، توکي مبالغو ناهي،
آهي اوهان ۾ ٿي استتاعتِ فيض.

عاشقِ رسول اوهين و آلِ رسول آهيو اوهان،
مُحبتِ حسيني هميشہ هئي چاهتِ فيض.

شاعريءَ ۾ اُستاد ڪامل هيو سندم،
ٿي اٿم ان ڪان ٿي حاصل سعادتِ فيض.

فيض معمور سان آ، معمور سي 'فدا'،
آهي شاملِ دعاءِ، طاقتِ فيض.



# فيض بخشاپوري جي ورسي تي چيل

فضل الله 'فدا' چانڊيو

شاعريءَ ۾ فصيح اللسان فيض هو.
شهنشاهِ غزل بي گمان فيض هو.

فيض کي فيض کان پيو گهڻو فيض هو.
ادب ۾ بليغ البيان فيض هو.

عربي، اردو، بلوچي، سنڌي، پارسي،
ماهرِ مشرقي هر زبان فيض هو.

فيض پڙهندي تو ايمان تازو ٿيئي،
اهڙو مؤمن پڪو مسلمان فيض هو.

ادب ۾ اديبن کان اعليٰ ترين،
رکندو هميشه مڪان فيض هو.

شُهرتِ در دهر جنهن کي يزدان ڏِني،
اهڙو شعرا جو روح روان فيض هو.

عروضي علم جو هو عالم وڏو
انهي فيض خاطر عيان فيض هو.

منهنجي اُستاد 'معمور' فرمائيو
ستارا اسين ڪهڪشان فيض هو.

غزل جا جي اُستاد شاعر هُيا،
اُنهن ۾ 'فدا' درخشان فيض هو.



## چئوسٽا

ڪلامِ فيض کي پڙهندي ايماني آبياري ٿي،
سندس ٿي فيض سان هي لفظ ٺاهڻ جي تياري ٿي،
اُتان طاقت عطا ٿي آ.'فدا' تنهنجي قلم کي سا.
جُڙي جملا پيا جهٽ پٽ. نہ ڪائي انتظاري ٿي.



ڪلامِ فيض ۾ لختِ جگر زهره جي محبت آ.
ڪلامِ فيض ۾ بيحد يزيديت کي مذمت آ.
ڪلامِ فيض پڙهہ 'چانديا فدا' جي فيض وٺو ٿئي،
ڪلامِ فيض ۾ ايڏي وڏي ايماني طاقت آ.



ڪُلياتِ فيض ۾ تون ڪربلا پڙهي ڏِس،
ابنِ عليءَ سان عشق جي انتها پڙهي ڏِس،
"اصغر مان تانهنجي خونِ تمنا تي روئان ٿو".
اهڙا اندر جا اُڏما جا بجا پڙهي ڏِس.



# فيض بخشاپوري جي ياد ۾

فقير حاجي علي بخش جمالي

ڪنهن ٻڌايو سنڌ جو سينگار منهنجو فيض هو.
ڪنهن ٻڌايو هر ڳلي جو هار منهنجو فيض هو.

ڪنهن چيو گلزار جي مهڪار منهنجو فيض هو
ڪنهن چيو هر بزم جو جنسار منهنجو فيض هو.

تون چوين ٿو قرب جو مينار منهنجو فيض هو
مان چوان ٿو صاحبِ ڪِردار منهنجو فيض هو.

اهلِ دِلِ اهلِ وفا فنڪار منهنجو فيض هو
هو مجاهد مرد مٽيادار منهنجو فيض هو.

فيض حاصل فيض ڪان جن پي ڪيو ٿيا نامور،
تِن عجيبن جو هميشه پيار منهنجو فيض هو.

غالبِ سنڌ جي لقب سان ڪيس سيڪو ٿو سڏيو
شاعري جي ديس جو دلدار منهنجو فيض هو.

هاءِ سد افسوس ويو دارالبقا يادون ڇڏيو
سخنور سالڪ شمع افڪار منهنجو فيض هو.

شاعرِ شيرين زبان، جادو بيان، گوهر فشان،
محفلن جو مور گوهر بار منهنجو فيض هو.

نڪتدان، نقادِ فن جو پارکو ماڻهو عجيب،
علم جي املاڪ سان سرشار منهنجو فيض هو.

گلشنِ علم و ادب جو رنگ و بو فصلِ بهار،
هر ادب جي گل سنڌي مُہڪار منهنجو فيض هو.

دين جي باغين سان جنگ جوئي قلم جي نوڪ سان،
ويڙهه ويرن سان ڪندو اظهار منهنجو فيض هو.

راهه روڪيندو رهيو هر وقت ڏاري ازم جي،
غير لئه جڻ آهني ديوار منهنجو فيض هو.

بغض، ڪيني جو مخالف جو پياسي پيار جو
نفرتن کان دائمي بيزار منهنجو فيض هو.

شعر تخريبي هيو هن جي طبيعت جي خلاف،
شعر تعميري سندو شهڪار منهنجو فيض هو.

سرخ پوشن کان پري رهندو هيو هر حال ۾،
سبز پرچم جو سلامي يار منهنجو فيض هو.

مون ڏِٺو هر حال ۾ هو مير هو محفل سندو،
با صفت انسان ۽ خوددار منهنجو فيض هو.

گونج تاڙين جي سلامي آجيان، ٽيندو جڏهن،
سامهون اسٽيج تي نِروار منهنجو فيض هو.

فيض جي عزمِ جوان، فڪر و ادا ڪي چا چوان،
داد وٺندو زور سان هربار منهنجو فيض هو.

خامخواه تنقيد ٿيندي هئي مٿس ڪِلندو هيو،
صبر جو پيڪر حيا بردار منهنجو فيض هو.

گيت وائي ۽ غزل دوها مسدس مثنوي،
شعر تي حاوي رهيو هر وار منهنجو فيض هو.

عاشقِ قرآن هو ۽ عاشقِ دين نبي،
شاعرِ اسلام حق جو يار منهنجو فيض هو.

گل محبت جا عمر ساري ورهائيندو رهيو
دِل صفا سنجيدگو سن بار منهنجو فيض هو.

نئين نسل کي پيار الفت جو ڏِنو پيغام جنهن،
خُلق ۽ اخلاق جو پنڊار منهنجو فيض هو.

خوش طبع خوش خلق خوش اخلاق وارو خوش نصيب،
مصطفيٰ جي دين جو پيروڪار منهنجو فيض هو.

چئن صوبن ساڻ چاهت سنڌ ڌرتي جو سپوٽ،
پاڪ نالي ساڻ رکندو پيار منهنجو فيض هو.

مصطفيٰ جي هو غلامن جي غلامن جو غلام،
ڪربلا جي مير جو حُبدار منهنجو فيض هو.

آ 'جمالي' جي دُعا شل سايي رحمت ۾ هُجي،
نعت گو نرمل سندو نِروار منهنجو فيض هو.



# فيض غالب سنڌ جو

رسول بخش تميمي- جاتي

سنڌ جو روشن ستارو فيض هو بخشاپوري
نامِوَر شاعر نيارو فيض هو بخشاپوري

جنهن وطن جا گيت لِکيا خيرخواهه ٿي خوب،
بزم جي بس جان يارو فيض هو بخشاپوري

هو قلندر هو زماني جو خدا گاهي فقير،
سنڌ جو جامي سگهارو فيض هو بخشاپوري

سمجهه جنهن ۾ سمايل هو فڪر راز فَڪان،
عشق جو اونهون اشارو فيض هو بخشاپوري

مُلڪ و مَلت جي سراسر جنهن پلائي ٿي گهري،
پرت وارو پنڌ پيارو فيض هو بخشاپوري

سِرَ مٿي سهڻو ڦرو ۽ ٽيڪ لئي هٿ ۾ عصا،
نيڪ صورت جو نظارو فيض هو بخشاپوري

فيض غالب سنڌ جو لائق لقب جمعيت ڏنو،
صفا گوئي سان سچارو فيض هو بخشاپوري

دين ايمان ساڻ رنگيل هو غلامِ مصطفيٰ،
محبتي چمڪيل منارو فيض هو بخشاپوري

شاعرن ۾ شان ڀريو فيض هو سو فيضوَر،
چڻ ادب جو آبيارو فيض هو بخشاپوري

شاعرن جي ڪوٽ ڪونهي ڪا 'تميمي' سنڌ ۾،
هر جڳهه تي هاڪ وارو فيض هو بخشاپوري



نم ناز ـ ٽنڊو جان محمد

## نظم

منهنجو فيض سائين مٽيادار هو.
ادب جو اجاگر ۽ سينگار هو.

هُو اهلِ سُخن ور سچو مرد هو.
عقل مند سياڻو هو وينجهار هو.

سخي نيڪ مؤمن ۽ بيباڪ هو.
هو جابر لئه هر دم تہ تلوار هو.

فقيري طبيعت ڏِني هئي خدا،
وفا جو تہ ساگر ۽ سهڪار هو.

اديبن ۾ جن جو وڏو نام هو.
سري لاڙ ڪاڇي جو سالار هو.

لطيفي دُنيا جو هيو رهنما،
هيا ٻول گوهر، هيئنئن ٺار هو.

سِکيو فيض ڪان جن، اُهي تيا آمر،
هو شعري سخن جو تہ مهندار هو.

لِکيا 'ناز' آهن عقيدت جا گُل،
اسان لئہ تہ رهبر ۽ آڌار هو.



احسان دانش

## قطعو

فيض جا واهڙ واهائي فيض ويو.
قرب جون ڳالهيون ٻڌائي فيض ويو.
اُنس و الفت، علم و دانش جا هتي،
لعل ۽ گهور ورهائي فيض ويو.



## غزل

جيءَ جهرندو رهيو.
چنگ چُرندو رهيو.

دان دل جو سدا،
پيار گهرندو رهيو.

حالتن کي ڏِسي،
هيانءُ کي ڳُرندو رهيو.

ساھ جو هي سڳو
يار سرندو رهيو

قرب وارو ڪنڊو
دِل ۾ هُرندو رهيو.

سچ ثابت رهيو
ڪوڙ پرندو رهيو

درد 'دانش' سدا،
پاڻ گهرندو رهيو.



# بياد حضرت فيض بخشاپوري

سليم شاهجهان 'پوري'

عاشق ذلفگار هو نہ رهيو
هڪ دلِ بي قرار هو نہ رهيو

نالو بہ فيض پاڻ بہ فياض
هڪ سخاوت شعار هو نہ رهيو

هڪ اديب هڪ صحافيءِ شاعر
هڪ حقيقت نگار هو نہ رهيو

هو فصيح و سليس هنجو ڪلام
هڪ سلاست نگار هو نہ رهيو

قابلِ قدر هنجا منظومات
شاعرِ نامدار هو نہ رهيو

سنڌي اُردو جا گيت ڳائيندو هو
نغمہ سنج بهَار هو نہ رهيو

بخشش ۽ رحمتِ الاهي جو
هڪ اُميدوار هو نہ رهيو

فيض ساقي سانَ هو هو مستِ الست،
ميڪش ۽ باده خوار هو نہ رهيو.

هو غلام محمد عربي،
هنجو هڪ جان نثار هو نہ رهيو.

يادِ حق ۾ هئي دل گداز هنجي،
ديده اشڪبار هو نہ رهيو.

ٿيو آخر غريقِ بحر عدم،
نقشِ ناپائدار هو نہ رهيو.

ڪير نہ آهي موت جي زد ۾،
دوست هو غمگسار هو نہ رهيو.

جنتي هو هو مردِ نيڪ انجام،
سڀ جو خدمتگذار هو نہ رهيو.

وجہ راحت هو مثل ٿڌي ڇانوَ
شجرِ سايہ دار هو نہ رهيو.

هر ادا هنجي آ نظر ۾ 'سليم'،
هڪ الفت شعار هو نہ رهيو.



## حضرت فيض بخشاپوري جي ياد ۾

انيس گُل عباسي

پيار جنهن جي شعر جو عنوان هو.
صاف گو، سادو، سچو انسان هو.

شاعري کي زندگي، بخشي ويو،
ها مگر، هو پاڻ ئي مهمان هو.

بيخودي ۾ تي رهيو خوددار هو
مئہ الاهي ۾ سدا مستان هو.

آبرو بزمِ سخن جي فيض هو،
سنڌ ۽ سنڌي ادب جو مان هو.

جنهن ڏِنو سرمايئہ فڪرِ نفيس،
شعر گوئي تي سندس احسان هو.

زلزلو بڻجي ويو باطل جي لئہ
ظلم ڪارڻ جهد جو اعلان هو.

علم جو بي ٿاهہ ساگر هو 'انيس'،
فڪر جي دُنيا جو هو سلطان هو.



# جانب جي جُدائي

صوفي جهامنداس 'عاشق'

جاني ويو جُدا تي روئان ٿو زارو زار.
روئان ٿو زار و زار.

تن ۾ تونس تنهن جي ساريا ٿو بار بار.
روئان ٿو زار و زار.

محفل جو مور قرب ۾ ڪامل هو قربدار.
روئان ٿو زار و زار.

لاثاني شعر هن جو شاعر فلڪ وقار.
روئان ٿو زار و زار.

تنهنجي دِلين ۾ دِلبر سيني ڪي آ سنيار.
روئان ٿو زار و زار.

توڪئي ادب جي خلمت سمجهان ٿو ساري ڄمار.
روئان ٿو زار و زار.

'صوفي' آ تنهنجو سدائين 'عاشق' ديوانہ وار.
روئان ٿو زار و زار.



## حضرت فيض بخشاپوري

### ماستر عبدالڪريم سومرو 'خوشتر'

ياد دِل ۾ آ گهٽي، ميرِ مجلس فيض جي.
خالي ڪُرسي پيو ڏِسان، ميرِ مجلس فيض جي.

راز محرم رازدان، جانِبِ جُدائِي، ويا ڪري،
غم اندر آهي گهڻو پر ياد تازي فيض جي.

غَمَ سندو هي داستان، ڪاڏي ڪٽي ڪنهن ڏي وڃان،
دِل جي ڌڙڪڻ ۾ فقط ياد تازي فيض جي.

'خوشتر' خوشي رمندي رهي، غَمَ دامنگير ٿيو
لڙڪ اکڙين مان وهن، پر ياد تازي فيض جي.

# عقيدت جا گُل

محمد اشرف منصور

## قطعات

شاعرِ آخر زمان آ فيض تيو
بي بدل ۽ بي بيان آ فيض تيو
ناه تي ڪنهن کي مجال همسري،
زينتِ بزمِ جهان آ فيض تيو.

❊

بزمِ شعراءِ جهان ۾ نامور،
آ صف اول ۾ هي اول نمبر.
"غالب سنڌ" آ شهنشاه غزل،
بعد از اين اڪ قصئہ مختصر.

❊

شاعر قادر ڪلام اعليٰ اديب،
هر زمان آوازِ حق جو آ نقيب،
پنهنجو مٽ هو پاڻ آهي باليقين،
منزل اعليٰ تي فائز خوش نصيب.

❊

علم جو بلڪل آ بحرِ بي ڪران،
اوج ثِريا تي تيو هن جو مڪان،
بي مثال آهي نہ مثلش ڪو پيو
گفتو هر هن جو تيو جادو بيان.

❊

برابر فيض جو اعليٰ مقام آ.
سندس اسمِ گرامي نامي نام آ.
ادب ۾ آ قداور شخصيت هي،
محبت ۽ عقيدت مان سلام آ.



# عرس مبارڪ - فيض بخشاپوري

محمد اشرف منصور

شهنشاهِ غزل عالم رباني،
صريحاً ذات حق جي ترجماني.

عروج شاعري اوج ثريا،
بقا بالله فيضِ جاوداني.

ڳلي جذبات جي ايمان افزا،
ٿيا اشعار روحِ مسلماني.

ڪيو پشت غزل کي لاله زار،
گلستانِ سخن جي باغباني.

سرِ محفل رهيو ٿي سرفراز آ،
غضب جي واه ٿي جادو بياني.

رهيو بحرِ فصاحت ۽ بلاغت،
مثالِ ابرِ باران ٿي رواني.

ملهايو خوب ميدان صحافت،
عجب بيباڪ جي آتش فشاني.

مزاج فيض ۾ مستي الستي،
قلندر جي طبيعت جي نشاني.



# غالبِ سنڌ فيض بخشاپوري رح

ناظم حافظ عبيدالله ميراڻي

فيض صاحب جو آهي سچو هي وکر.
ان کي پيڙا ڏجي تي لکي کجھ اکر.

گوهر بي بها ماڻهو انمول سو،
پيدا ماڻهو تين اهڙا گهٽ نامور.

شاعري هڪڙو فن آ کي استاد هن،
فيض صاحب جو آهي گهڻن تي اثر.

فيض جو فيض تي عام آهي ويو
شهر توڙي ويو ڦلجي جهنگ جهر.

شاعري جو هيو سمنڊ هو موجزن،
سپ ويا ماپجي تنهن م بلڪل بحر.

ڪين طاقت قلم کي لکي چا لکان،
فيض صاحب جي شخصيت معتبر.

اج ان جي وکر کي تو پاڻي ڏئي،
آهي نواز صاحب منو ديده ور.

اڄ سڏي پيار مان مهرباني ڪيئين،
رکندو دوستن تي آ ڪو ڪو اهڙي نظر.

سڄ سلامت رهي يار يارن سندو
شال آباد ان جو رهي هي نگر.

مان بہ عبيد ان جي لڙهي سان ڳنڍيل،
ان ڪري نان منهنجو ٿيو ڪارگر.



## حافظ عبيدالله ميراڻي

فيض صاحب جو آهي سچو هي وکر
ان کي پيٽا ڏجي ٿي لکي کجھ اکر

گوهر بي بها ماڻهو انمول سو
پيدا ماڻهو ٿين اهڙا گهٽ نامور

شاعري هڪڙو فن آ کي استاد هن
فيض صاحب جو آهي گهڻن تي اثر

فيض جو فيض ٿي عام آهي ويو
شهر توڙي ويو ٿلجي جهنگ جهر

شاعري جو هيو سمنڊ هو موجزن
سپ ويا ماپجي تنهن ۾ بلکل بحر

ڪين طاقت قلم کي لکي چا لکان
فيض صاحب جي شخصيت معتبر

اڄ ان جي وکر کي تو پاڻي ڏئي
آهي نواز صاحب مڻو ديده ور

اڄ سڏي پيار مان مهرباني ڪيئين
رکندو دوستن تي آ ڪو ڪو اهڙي نظر

ست سلامت رهي يار يارن سندو
شال آباد ان جو رهي هي نگر

مان بہ 'عبيد' ان جي لڙهي سان ڳنڍيل
ان ڪري نان منهنجو ٿيو ڪارگر



# مردِ مجاهد

سيد گل نور 'تاب'

پنهنجن کي ياد آهي گفتار فيض جي
غيرن کان پيي نہ وسري للڪار فيض جي

افڪار جنهن جا روشن، ڪردار خوب صاف
تن مان اچي ٿي اڄ پيي مهڪار فيض جي

الفت جي محفلن جو سينگار هو سچ
دل تان لٿي نہ آهي ڪينڪار فيض جي

ٽي وي هجي يا ريڊيو يا ٽيپ وي سي آر
هر جاءِ تان ٻڌي سون جهونگار فيض جي

عاشق رسول جو ۽ خادم هو دين جو
غزلن سان نعت نت هئي نروار فيض جي

هر صنف ۾ ڪيائين، اظهار حق جو
هر ڳالهہ هئي نرالي هر بار فيض جي

شعراءِ جي محفلن جو روشن چراغ هو
آهي اها حقيقت، دلدار فيض جي

بيشڪ منافقن ڪان ڪوهين پري رهيو.
ملحد سان ڪانہ ٿي هئي هاڪار فيض جي.

"سنڌي" "سرائڪي" ۾ "اردو" "بلوچي" ۽
"پرشن" ۾ شاعري هئي نروار فيض جي.

علم و ادب ۾ جنهنجو پرواز هو بلند.
هئي تيز شاعري ۾ رفتار فيض جي.

ڪي ڪيس ٿا چون هو "غالب" هو سنڌ جو.
منزل اڃا مٿي هئي پڳدار فيض جي.

اڄ ٻيي حيات آهي پيغام فيض جو.
باطل اڳيان آ قائم ديوار فيض جي.

اي "نور" ! "تاب" "گل" ڪي محفل وٺي وئي.
ڇو جو انهي ۾ آهي هبڪار فيض جي.



## قطعات

### سيد واجد گيلاني

فيض جو آهي رنگ نرالو
اکر نرالو انگ نرالو
ڪنهن جي ڪٿ تقليد ڪري ٿو
واجد انجو ڍنگ نرالو

❊

داد فڪرِ فيض کي ڏيٺو پيو
انکي شاعر بي بدل مڃٽو پيو
شاعرانہ اُن جي عظمت آ بلند
شاعرن کي سيسُ خم ڪرٽو پيو

❊

فيض جي رنگ و نزاڪت کي ڏسو
فيض جي مطلب سلاست کي ڏسو
اُن جي اندازِ. بيان جو ڇا بيان
فيض جي ندرت ۽ جدت کي ڏسو

❊

فيض جو سنڌي ادب ۾ آ مقام
آه شاعر بي بدل هو لاڪلام
ڪير فڪرِ فيض سان واجد پڄي
هر اکر اُن جي اشاري جو غلام



# غالبِ سنڌ فيض بخشاپوري ؒ جي شان ۾ نظم

عطا حسين حافظ بجاراڻي

سنڌي ادب جا وارثو ! ورسي ملهايو فيض جي،
اهلِ دِل دانشورو! ورسي ملهايو فيض جي،
ڄِدتن جي دؤر جو جنهن کي سڏي دُنيا امام،
”رومي“ ، ”جامي“ ، ”حافظ“،ورسي ملهايو فيض جي.

مُعتبر ماڻهو قلندر، ڇا تہ حضرت فيض هو
سنڌ جو بيباڪ شاعر، ڇا تہ حضرت فيض هو
ذات جي جوهر ۾ فن، شعر تي هن کي عبور،
بيڪران بس بحر گوهر، ڇا تہ حضرت فيض هو.

وقت جو اُستاد شاعر، ڇا تہ حضرت فيض جو
فن فڪر جو ڏان ڏاتر، ڇا تہ حضرت فيض هو.
ڇا ادا اسلوب لفظن جي، هيس جادوگري،
علم جو حافظ اڪابر، ڇا تہ حضرت فيض هو.

اهلِ دل انسان شناور، ڇا تہ حضرت فيض هو.
دؤر جو يڪجا مسافر، ڇا تہ حضرت فيض هو.
لفظ عاجز ها، اجازت لاءِ، ’حافظ‘ هر گهڙي،
قادرالڪلام شاعر، ڇا تہ حضرت فيض هو.

قوم پنهنجي ۾ قداور، ڇا تہ حضرت فيض هو.
شخصيت ۾ پي نشانبر، ڇا تہ حضرت فيض هو.
گفتگو لهجو نوابانا، ادا نازڪ نفيس،
ظاهري، مخفي، بهادر ڇا تہ حضرت فيض هو.



# عقيدت جا گُل

عبدالحڪيم ’خوشتر‘ سومرو

مِنا فيض تنهن جون، ڳالهيون ياد آيون.
غمن ۾ ڏکن ۾ تا، ورسي ملهايون.

هئين مور محفل، گهڻو ناميارو،
سهڻي سنڌ لئه تون، هئين هڪ ستارو،
وئين يار وِڇڙي، ڳالهيون ياد آيون،
غمن ۾ ڏکن ۾ تا ورسي ملهايون.

غريب جا غمخوار، ڏُکايل جا ساٿي،
سچائي جا هيرا، ڪوڙي لاءِ ڪاتي،
اهڙي يار جي لئه، گهڻو پيا واجهايون،
غمن ۾ ڏکن ۾ تا ورسي ملهايون.

اوهان جا ٻه ساٿي، هتڙي ڏِسان ٿو
اُنهن جا ٻه پيارا، اکين سان پسان ٿو
ٻُڌائن ٿا سڀ ڪي، اوهان جون چڱايون،
غمن ۾ ڏکن ۾ تا ورسي ملهايون.

فيض جا ناتا، هيا مون سان گهاٽا،
نواز علي ٻه هاڻي، نوان پيچ پاتا،
سين جون پلايون، ’خوشتر‘ ياد آيون،
غمن ۾ ڏکن ۾ تا ورسي ملهايون.



عبدالحليم هاليپوٽو

## غزل

فيض تي آهي ناز اسان جو،
فيض فڪر ۽ مجاز اسان جو.

فيض سراسر راز ۽ رمزون،
فيض سراپا راز اسان جو.

فيض عقابي نظرن وارو،
فيض ئي بحري باز اسان جو.

فيض اسان جو ساٿي آهي،
دائم سو دمساز اسان جو.

فيض تہ حق جو هوڪو آهي،
آهي هو آواز اسان جو.

فيض فقيري ۾ آفاقي،
سوز گداز ۽ ساز اسان جو.

فيض تہ باعث فخر جو آهي،
ماٿهو مايہ ناز اسان جو.

فيض آ ورڇيو فيض 'حليم'،
فيض روحاني راز اسان جو.



## عبدالواحد ’شاد‘

ڇڏي نت فيض جو دريا ڏِين تا راس کي مارڪ.
نِجو سونو ٿو ڪاري اڄ ڏين تا گاس کي مارڪ.

اِهو ارمان محفل ۾ اکر مورت ڪئي جِن آ.
ائين ريٽي ڀَڪي کي اڄ ڏين تا ٽاس کي مارڪ.

ڀلا صاحب علم جي هت شناخت بي رهي ڪا ٿي،
ڪٿي پاڻ مارڪون تن جو ڏين تا لاس کي مارڪ.

علم جي چاڻ وارن کي علم جي آ خبر ساري،
شڪر آ ڪوڙ دلين کان ملي ناپاس کي مارڪ.

ڀلي موسيٰ لڳي ڪاوڙ حقي ڪلمون چيو نبين،
انهيءَ حق تي وڏائي ربَ خضر الياس کي مارڪ.

مگر دِل ’شاد‘ حق ٿيندو ڪيو جن حق غضب يارو،
جتي ناپاس کي جاهل ڏِني آ پاس کي مارڪ.



## حضور بخش راهي

هي پڇي ڪاتي سگهن ٿا، بي ادب بي حوصلا.
جي ذِنم خاصا جنوني پڻ دماغي گُرگهلا.

سنڌ جو غالب وٺي ٿو فيض هر ميدان ۾،
شير اڳيان ڪجھ نہ آهن هي گدڙ پڻ شِرِيلا.

جن گذاري آ حياتي ڪوڙ ڪچ ۾ دائما،
سي نہ چاٽن لال گوهر جا عجائب سلسلا.

تِن نہ منزل ڪا بہ ماڻي جن گلا غيبت ڪئي،
سي رلي رُج ۾ ويا هن قافلن جا قفلا.

آ سبق اُستاد والا شاد جو مونکي اهو
پاڪ دِل 'راهي' رکين تون باطني پڻ برملا.



## غالبِ سنڌ فيض بخشاپوري جي ياد ۾

پروفيسر نورنبي 'مير' شڪاپوري

اعليٰ سخنوريءَ جو سردار فيض هو.
افڪارِ شاعريءَ جو منهندار فيض هو.

پروازِ شوق اُن جو اوج فلڪ مٿان هو
روحاني رفعتن جو رهوار فيض هو.

مؤمن هو حيدري هو مولا جو هو غلام،
شهداءِ ڪربلا جو حُبدار فيض هو.

مولا جو مدح خوان هو سپاهي حسين جو
حُبِ علي جي ڪيف سان سرشار فيض هو.

علم و ادب جي دُنيا اندر اوچو نانءُ هو
محبوب هر نگاه جو مننار فيض هو.

هو مردِ ذي وقار هو ۽ پختہ ڪار هو
اهلِ هنر جو قافلہ سالار فيض هو.

هن ڪي زمينِ سنڌ جو غالب سڏيو ويو.
بيشڪ وقارِ سنڌ جو شهڪار فيض هو.

هر هڪ جي دِل ۾ لائقِ صد احترام هو
منهنجو چا، ساري ديس جو دِلدار فيض هو.

شاعر هزارين آيا ويا تن ۾ 'مير' پيءِ،
اُن ڪهڪشان ۾ روشن و نروار فيض هو.



# فيض بخشاپوري کي ڀيٽا

انور صديقاڻي ـ نگرپارڪر

## نظم

جنهن ۾ حشمت حق جي هئي، سا ڏيا هئي فيض جي،
هر طرف سڀ محفلن ۾ واهه واهه هئي فيض جي.

جنهن صدائن جي صداقت سان سڏيو انسان کي،
جنهن صدا ۾ هئي صداقت سا صدا هئي فيض جي.

ڪو نہ پورهيو تو وڃائي ڪو ڪڏهن ڪنهن جو خدا،
ان ڪري هر دم اڳهاڻي پئي دُعا هئي فيض جي.

جو وٿو تر لاڙ ڪاڇي ۽ اُتر جي آس پاس،
هو ڪکر سو فيض جو يا ڪا ادا هئي فيض جي.

جنهن تصوّر جي سمونڊ مان ڪيا موتي ڳتا،
ڳالهہ ساري هر خوشامد کان جدا هئي فيض جي.

خيال جنهن جا هئا وٺي جي پارڪر تي جڻ هوا،
ٻول مورن جا ٿموڪا التجا هئي فيض جي.

جنهن سدائين سيدُالڪونين سان محبت ڪئي،
۽ خدا جي خلق ساري سان وفا هئي فيض جي.

جنهن نہ سوچيو دور دشمن کي ڪرڻ جو هو ڪڏهن،
جنهن ڳنڍيو ناتو هميشہ سان سخا هئي فيض جي.

جنهن اکوڙيا تخت باطل نعرهِ تڪبير سان،
سا سموري ذات يارو بي ريا هئي فيض جي.

جنهن جي خوابن کي گهڻن جي شاعري سجدو ڪيو،
هائو 'انور' شاعري ڪا دِلربا هئي فيض جي.



## فيض بخشاپوري

### الله رکيو 'آشنا'

شاعرِ جادو بيان، هشيار فيض
ڪيف و مستي ۾ رهيو سرشار فيض

مير و غالب جو نُمايان رنگ آ
مير و غلاب جو آ پيروڪار فيض

اُن جي اندازِ بيان جو ڇا بيان؟
رنگ پنهنجي ۾ رهيو نروار فيض

اُن جي دل آئيني وانگر صاف هئي
هو برابر، باطن و اظهار فيض

اُن جي پوري زندگي بي داغ هئي
واقع هو صاحبِ ڪردار فيض

ويس شاهانه ۾ هڪ درويش هو
اهل زر چوندا هئا زردار فيض

قطع اُن جي، وضع اُن جي هئي جدا
نئين نموني ٻڌندو هو دستار فيض

سچ ۽ سڪ جو تي رهيو ساٿي سدا
ڪوڙ ۽ ڪُلفت ڪان، هو بيزار فيض

غيب ڪان ايندا هئا اي 'آشنا'
پاڻ چوندو هو ڪٿي اشعار فيض؟



# پندار هيو فيض

نم 'ناز' – تنبو جان محمد

هڪ علم جو اڻ کُٽ پندار هيو فيض.
استاد سخنور, مهندار هيو فيض.

قدرت جي نوازش ڪجھ هُن تي گهڻي هئي,
هڪ ذات ڏٺي, ڏاتار هيو فيض.

آڌار اسان جو ٻولي جو هو وارث,
بي غرض سرا, منٺار هيو فيض.

پُرسوز غزل ۽ ٻيا نظم وٽن ٿا,
ٻولي جو اُجاگر, سالار هيو فيض.

پيغام سجاڳي جو خوب ڏِنو آ,
هر وقت ۽ هردم, بيدار هيو فيض.

توحيد تي قائم هو دين تي دائم,
بدعت جي سر تي هردم, تلوار رهيو فيض.

اي نيڪ قلندر جنت ۾ هُجين شل,
بي باڪ ۽ اعليٰ ڪِردار هيو فيض.

'نم ناز' اوهان لاءِ هردم آ دُعاڳو,
هِن قوم جو رهبر, آڌا هيو فيض.



# يادِ فيض

زاهد ڪنيار – ٽنڊو جان محمد

علم و ادب جو گوهر، سينگار فيض سائين.
هِن سنڌ سر زمين جو، وينجهار فيض سائين.

هر ڪنهن سان پيار محبت هُن تي رکي هميشہ،
ماڻهو ڀلو ۽ پيارو، منٺار هو فيض سائين.

جهڙي ڀلوڙ ٻولي، تهڙو هُيو هو شاعر،
اُتم ۽ افضل، ڪِردار فيض سائين.

ڪِردار ۽ گُفتگو جو بلڪل ڀلوڙ ماڻهو،
خوشبوءِ مِلي تي جنهن مان، مهڪار فيض سائين.

منزل ڏانهن وِڪ وڌائي، پُٺ تي هٽيو نہ هرگز،
هر دؤر ۾ ڏٺوسين، بيدار فيض سائين.

اسلام سان محبت، هُن کي گهٽي هُئي 'زاهد'،
آهي علي جي گهر جو حُبدار فيض سائين.

# جادوان فيض هو

## قادر بخش 'مخلص' چانڊيو

علم و ادب جو پاسبان، فيض هو بخشاپوري
بحر هو سو بيڪران، فيض هو بخشاپوري

ڪنهن بہ قيمت تي نہ وڪيو، هُن قلم پنهنجو ضمير،
تنگدستيءَ ۾ بہ اونچي ڪنڌ سان، فيض هو بخشاپوري

سنڌ جي شعراءَ اندر، هُن جو وڏو هو احترام،
دوستن ۾ جاودان، فيض هو بخشاپوري

آ فصاحت ءِ بلاغت سان ڀريل هُن جو ڪلام،
شاعرِ شيرين زبان، فيض هو بخشاپوري

فلسفئہ اسلام تي قائم رهيو ساري ڄمار،
هرگز نہ نميو غير سان، فيض هو بخشاپوري

غالبِ سنڌ جو مِليل، خاص هو جنهن کي خطاب،
'مخلص' وڏو سو مهربان، فيض هو بخشاپوري

سنڌ جو عالم بہ هو، شاعر بہ هو سو لاجواب،
ڄڻ تہ دريا هو روان، فيض هو بخشاپوري

هو اديبن، شاعرن ۾ مُنفرد جنهن جو مقام،
نامور نالي نشان، فيض هو بخشاپوري



# روشن ستارو فيض هو

جمال مراد گبول

سنڌ جو روشن ستارو فيض هو بخشاپوري
شاعريءَ ۾ شانَ وارو فيض هو بخشاپوري

هم عصر 'اظهر' ۽ 'حامي'، رازدان جنهن جو 'رشيد'،
شعر آ جنهن جو سگهارو فيض هو بخشاپوري

علم ۾ اعليٰ اڪابر، دين جي هو درسگاهه،
قوم پنهنجي ۾ قرارو فيض هو بخشاپوري

سُونهن ور جنهن جا سُخن هئا، شاعرِ شيرين زبان،
هو بيان جنهن جو سُوارو فيض هو بخشاپوري

پُشت باءِ پُشت ڪان، هي آ بُليدي با اثر،
نينهن ۾ پُٽ ناميارو فيض هو بخشاپوري

آ مبارڪ تن ڪي اڄ، جن جا هُجن هي ارجمند،
بخت ڀاڳن ڀلارو فيض هو بخشاپوري

هئي پسند پرهيزگاري، صاحب تقويٰ سندو
نِت نصيحت جو نظارو فيض هو بخشاپوري

فيصلي جوئي جو ماهر، بي ريا ۽ صاف دل،
هو مجيندس راڄ سارو فيض هو بخشاپوري

دوستي ’واصف‘ سان تنهنجي، ڪوڙ ٻيا شاعر اديب،
۽ هُئس ’معمور‘ پيارو فيض هو بخشاپوري

’مير عالي‘ جي نَسب جو آهي هي چشم و چراغ،
’ڊومڪي‘ اڪٽرين جو تارو فيض هو بخشاپوري

جنهن ڪي ’غالب‘ سنڌ جو ٿا، سڀ چوَن ’عالم اَديب‘،
ويو وڃائي نينهن نغارو فيض هو بخشاپوري

’ساڪري‘ ڪان آ ڪهي، آيو هِتي آهي ’جمال‘،
جنهن ڏِنو اُن جو او تارو فيض هو بخشاپوري



## حضرت فيض بخشاپوريؒ جي ياد ۾

مصطفيٰ موج جنون

غزل ۾ گوهري اُن جي جڏهن ڪان گُفتگو ٿي آ.
وزن ۽ بحر جي واضع بسيرت با وضو ٿي آ.

مجازي عشق جي مستي، حُسن جو رقص رندانه،
لڳي ٿو ديد دِلبر سان سندس ڪا دويدو ٿي آ.

گهريو دل گنج انهيءَ مان وڪر ونجي وهائو ٿي،
مقامِ فيض تي حاصل حقيقت هوبهو ٿي آ.

فڪر ۽ فن سندا استاد پڙهيو آفرينون ڪن،
بزم ۾ شور آ بيحد ادب جي آبرو ٿي آ.

سعادت ٻئي دفعا پايان وري موج جنون مان،
اوهان جي آستاني تي اچڻ جي آرزو ٿي آ.



## غالبِ سنڌ حضرت فيض بخشاپوري جا شايع ٿيل ڪتاب


















